# واعظ العشاق

## (رسالو فقير نواب ولي محمد لغاري)



تحقيق ۽ ترتيب

**صوفي فقير امداد علي لغاري**

# واعظ العشاق

عرف

# توحيدي تجليات

(رسالو فقير نواب ولي محمد لغاري)

تحقيق ۽ ترتيب

**صوفي فقير امداد علي لغاري**

**صوفي شاهه عنايت شهيد اڪيڊمي**

**جهوڪ شريف**

كتاب نمبر 03



# واعظ العشاق عرف توحيدي تجليات

**(رسالو فقير نواب ولي محمد لغاري)**

تحقيق ۽ ترتيب : **صوفي فقير امداد علي لغاري**

ڇاپو پهريون: 2023ع
تعداد: 1000
ڪمپوزنگ: ڊاڪٽر نظر علي ڪوريجو ۽ رفيق احمد ڪانڊڙو
لي آئوٽ: سيد آفاق شاهه
ٽائيٽل: عرفان ميمڻ
قيمت: 1000 رُپيا
ڇپيندڙ: رومي پبلشرز، ايگريڪلچر ڪامپليڪس، ويجهو وحدت ڪالوني، حيدرآباد (03423506606 ،03332284354)
ڇپائيندڙ: صوفي شاه عنايت شهيد اڪيڊمي جهوڪ شريف.

**ڪتاب ملڻ جو هنڌ:**

درگاهه جهوڪ شريف ۽
درگاهه تاجپور شريف

# سٽاءُ

بِسۡمِ اللّٰہِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِیۡمِ

سڀ حمد ۽ تعريفون ان پاڪ الله لاءِ، جيڪو پنهنجي قدرت ۽ طاقت سان، سڀ تي غالب آهي. سندس احسان ۽ فضل و ڪرم، سيني سان گڏ ۽ بنه ويجهڙو آهي. هر فضل و ڪرم ۽ هر نفعو فائدو پاڻ ئي عطا ڪندڙ آهي. هر مصيبت و مشڪل ۽ هر سختي و اندوهه کي دفع ڪندڙ بہ اهو ئي آهي. سندس مسلسل ڪرم نوازين ۽ وسيع نعمتن تي، آئون الله جو حمد ٿو پڙهان ۽ انهيءَ تي ايمان ٿو آڻيان تہ هُو هر شيءِ کان اول، سڀ کان سابق آهي ۽ هر هنڌ سندس ئي ذات جو ظهورو آهي. جيئن تہ پاڻ ئي هادي ۽ ويجهڙو آهي. تنهن ڪري ڪائنس ئي هدايت جو طلبگار آهيان ۽ فقط انهيءَ کان ئي مدد جو خواستگار آهيان. ڇو تہ پاڻ سڀ تي قادر ۽ حاوي، زبردست ۽ قاهر آهي. انهي تي ئي منهنجي توڪل آهي ۽ اهو ئي منهنجي لاءِ ڪافي، منهنجو حامي ۽ مددگار آهي.

تنهن ڪانپوءِ آئون شاهد آهيان انهيءَ حقيقت جو تہ تحقيق محمد ﷺ ، الله پاڪ جل شانہ جو محبوب ٻانهو ۽ موڪليل رسول آهي. خدا جي طرفان سندس مبعوث ٿيڻ جو مقصد اهو هئو تہ هُو ﷺ ، خدائي قانون ۽ الاهي امرن کي نافذ ڪري. دانائي وارن دليلن سان ماڻهن کي قائل ڪري مٿن حجت پوري ڪري ۽ ڪين خدائي عذاب ۽ بداعمالين جي نتيجن کان متنبہ ۽ خبردار ڪري.

حضرت علي ابن ابي طالب عليہ السلام
(نهج البلاغہ جي خطبہ غراء جا ابتدائي ڪلمات)

# حضرت صوفي شاهہ شهيد جو وقت جي حڪمران ڏانهن لکيل خط

الله بَس اَست و دِگر ڪُل هَوَسَ اَست، ذڪر مولا مِن ڪُلّ اوليٰ اهلِ ياد هميشه شاد، از شِدت دارين آزاد، بيداريءِ شب نِعمت عَجبِ شرف و ثواب، ذڪر مُدام فِڪر تمام، اِمروز دَشت و ميدان اَست و گوئي و چوڳان اَست، فردا نہ دشت و ميدان است و نہ گوئي و چوڳان است، زود بتاز ڪہ وقت مجرائي رحمان است. بيدار باش و هوشيار باش، نمي گويم ڪہ از عالم جدا باش، بهرحال ڪہ باشي با خدا باش.

فقير عُنايت الله صوفي
از ميرانپور

الله بس آهي ۽ ٻيو سڀ هوس آهي، خدا جو ذڪر سڀ شيءِ کان مٿاهون آهي. خدا کي دائم ياد ڪرڻ وارا سدائين سَرها ۽ ٻنهي جهانن جي سختيءَ کان آجا آهن. رات جو جاڳڻ عجيب نعمت آهي. شرف بہ آهي تہ ثواب بہ، ذڪر سدائين جاري هجي ۽ ان جو فڪر بہ. اڄ هي پَٽ ۽ ميدان آهي ۽ گوءِ ۽ چوڳان آهي، سڀاڻي نہ هي پَٽ رهندو ۽ نہ گوءِ ۽ چوڳان رهندو. جلد ڊوڙ جو خدا جي ياد جو هي وقت آهي. سجاڳ ۽ هوشيار ٿي، ائين نٿو چوان تہ جهان کان جدا ٿي، پر جنهن بہ حال ۾ هجين، پنهنجي رب سان هج.

فقير عنايت الله صوفي
از ميرانپور

# ابتدائي ڪلمات ڪتاب انيس المُوَحِدِين

رَبِّ يَسر　　بسم الله الرّحمٰن الرَّحيم　　وَتَمّمْ بالخير

حمد بيحد و ثناءِ بيعدد بر حضرت واجب الوجود جل ڪبرياء را ڪه آفتاب جهانتاب رقمي است از منشور مطول قدرت اُو وَ فلک الافلاڪ ورقي است از ڪتابِ عظيم صفات او
دُرود نَا مَعْدُود برآن صاحبِ مقام محمود ڪه لولاڪ لَما خَلَقت الافلاڪ بُوئي است از گُلستان ڪمالش و اِنک لَعَلي خُلقٍ عظيم روحي است از بوستان جمالش صلي الله تعاليٰ عليه وآلِهٖ واصحابهٖ و علينا مَعَهُم اجمعين وَالحمد الله ربّ العالمين.

لامحدود ساراهہ ۽ اڻ ڳڻي واکاڻ ان ذات جي، جيڪا پنهنجي وجود جي قيام ۾ ڪنهن جي بہ محتاج ناهي، جنهن جي ڪِبريائي اعليٰ ۽ اُتم آهي. جنهن جي اڻ ميي ۽ اڻ ڳُڻ قدرت جي ثبوت لاءِ هن سڄي سنسارڪي روشن ڪندڙ سِج صُرف هڪ تحرير آهي. ۽ هي سڀ گِرهہ توڙي اُپ گرهہ سندس عظيم صفتن جي ڪتاب جو رڳو هڪڙو ورق آهن.

اَڻ ڳڻيا دُرود، مقام محمود واري سونهن جي صاحب تي، جنهن جي اعليٰ ۽اُتم هجڻ واري گلستان جي 'لولاڪ لما خلقت الافلاڪ' هڪ معمولي سُڳنڌ آهي ۽ اِنَک لعليٰ خُلقٍ عظيم سندس حُسن وجمال جي چَمن جي جان آهي. الله جلشانہ جو درود موڪلڻ سندن مٿان هميشہ قائم هجي. ۽ ان جي آل تي، اصحابن تي ۽ انهن سمورن ساٿين تي جيڪي ساڻن گڏ آهن- ۽ سيئي صفتون ۽ ساراهون جهانن جي پالڻهار لاءِ.

تصنيف فقير نواب ولي محمد لغاري صوفي القادري

بِسم اللهِ الرَّحمٰنِ الرَّحِيمِ

# دُعا جا ڪلمات

الله تعاليٰ جلّ جَلالهٗ پنهجي منشا ۽ مرضي مطابق هي جهان ۽ چوڏهن طبق پيدا فرمائي، هي زمين وڇائي، اشرف المخلوقات يعني حضرت انسان کي پنهنجي معرفت ۽ عبادت لاءِ خليفتہ الله في الارض ڪري موڪليو. اِنهيءَ ڏِس ۾ حَرمين شريفين کي خاص شرف بخشي، پنهنجو گهر يعني ڪعبة الله يا بيتِ ربّي، پنهنجي نائب کان اُن سَر زمين تي جوڙايو. آخر اُن مخصوص برڪتن واري سر زمين تي پنهنجي معرفت جي سڃاڻ بخشيندڙ، سندس محبوب، مطلوب ۽ ڪونين جي مقصود سيني نبين جي سردار، سيني جهانن جي لاءِ رحمت حضرت سيدنا مُحمّد مصطفٰي، احمد مجتبٰي صلي الله عليه وآلهٖ وسلم، کي خاتم النَبييّن وَالمرسلين ڪري موڪليائين جنهن محبوب ڪريم صلي الله عليه وآلهٖ وسلم، الله پاڪ سبحانهٗ وتعاليٰ جي صحيح معرفت ۽ توحيد جي حقيقي پهچان ڪرائي. ان ساڳي پاڪ سرزمين تي، حضرت علي ڪرم الله وجہُ جهڙي هر وجہ جامع ڪمالات ۽ مظهر العجائب هستي کي پڻ اسان انسانن لاءِ هدايت جي روشني جو مينار ۽ معرفت الاهي جي اعليٰ مقام حاصل ڪرڻ لاءِ هادي ۽ رهبر بڻائي موڪليو، جنهن سَر زمين عَرب و عجم کي آفاقي نُور ۽ توحيدي تَجّليات سان مُنّور ڪيو.

سر زمين سندّ بہ هن دنيا جي انهن عظّيم خِطن مان هڪ اهڙو پاڳن ڀريو خطو آهي، جيڪو اولياءَ الله، يعني الله پاڪ جل شانهٗ

جي پيارن دوستن جو مَسڪن رهيو آهي. هيءُ اُهائي سر زمين آهي جنهن جي لاءِ سرور ڪَونين صلي الله عليه وآله وسلم جَبَلِ اَبُو قَبيس تي ويهي فرمايو تہ اسان کي اُن طرف واري زمين کان ٿڌي هير لڳي ٿي، جتي منهنجا گھڻا عاشق پيدا ٿيندا. سنڌ اُها ٿڌي هير واري زمين آهي ۽ امن ۽ سلامتي وارو هنڌ آهي جنهن کي دنيا جي مختلف علائقن ۽ قومن مان آيل اولياء الله پنهنجو مسڪن بڻايو.

سرتاج صوفيان، جامع ملت، شهيد في سبيل الله حضرت شاهہ عنايت الله صوفي القادري رحمتہ الله عليه جن جو خاندان پڻ هِن سنڌ جي زمين تي آباد ۽ سڪونت پذير ٿيو. درگاهہ جهوڪ شريف، صوفي القادري سلسلي جي مرڪزي درگاهہ آهي ۽ تقريبًا سوا ٽي سؤ سالن کان شاهہ شهيد رحمت الله عليہ جي فيض، فهم ۽ فِڪر سان نوازيل گھڻا اولياءَ الله ۽ بزرگ هن درگاهہ سان منسلڪ رهيا آهن.

حضرت فقير نواب ولي محمد لغاري صوفي بہ حضرت شاهہ شهيد صوفيءَ جن جي طريقت و معرفت واري بحر جا دُر ناياب آهن. فقير صاحب جي شخصيت ڪنهن بہ تعارف جي محتاج نہ آهي. سندن والد بزرگوار نواب احمد خان لغاري بہ درگاهہ جهوڪ شريف جي ڪامل بزرگ حضرت فضل الله شاهہ قلندر "داتا پير" جا دست بيعت ٿيل هئا.

هن خاندان جو مشهور انسان، نواب ولي محمد خان "اول" پنهنجي سڄي قوم لغاري جي ساٿ سان ميرن ٽالپرن صاحبن سان هر مرحلي ۾ هم رفيق رهيو ۽ مير صاحبن جي عَهد حڪومت ۾ هيءُ خاندان سياسي توڙي فوجي لحاظ کان مير صاحبن جو قوتِ بازو رهيو. نواب ولي محمد خان "اول" اٽڪل پنجاهہ سال وزارت عظميٰ جي عهدي تي فائز رهيا ۽ آخري دم تائين پنهنجا فرائض

منصبي ادا ڪندا رهيا. نواب ولي محمد خان (وزير اعظم) جي وفات کانپوءِ سندس وڏو پٽ نواب احمد خان پڻ مير صاحبن جي پوئين دؤر حڪومت ۾ وزير رهيو.

هن خاندان جڏهن درگاهه جهوڪ شريف سان پنهنجو تعلق قائم ڪيو ۽ صوفي بزرگن جا مريد ٿيا ته سپاست ۽ فنون سپاهه گيري سان گڏ فقيري اوصاف ۽ گُڻ پڻ هنن ۾ به درجه اُتم ظاهر ٿيڻ لڳا. فقير نواب ولي محمد صوفي ننڍي عمر ۾ ئي پنهنجي والد نواب احمد خان سڻن گڏ درگاهه تي آيا ۽ انوقت جي سجاده نشين قبله صاحب ڪريم ابراهيم شاهه "بنگلي ڏٽي" جا دست بيعت طالب ٿيا. پاڻ صوفي القادري سلسلي جا ڪامل ولي ٿي گذريا آهن. کين درگاهه جي خاص خليفن ۾ شمار ڪيو ويندو آهي.

فقير نواب ولي محمد صوفي پنهنجي صوفيانه خيال جي اظهار لاءِ ڪجهه ڪتاب لکيا آهن. پر سندن شاعري کي تمام گهڻي شهرت ملي، پاڻ پنهنجي دؤر ۾ صَفِ اول جا بهترين صوفي شاعر ٿي گُذريا آهن.

فقير نواب امداد علي لغاري صوفي، تمام سني ڪوشش ورتي آهي. پاڻ فقير نواب ولي محمد صوفي صاحب جي سڄي ڪلام کي نئين ترتيب سان ڇپائڻ جو ارادو ڪيو اٿس. فقير صاحب جي سوانح حيات ۽ هن ڪتاب جي پيش لفظ ۾، مختصر طور مگر جامع الفاظ ۾ هن خاندان جي علمي ۽ ادبي خدمتن تي روشني وڌي آهي. فقير صاحب جو خانداني نسبي شجرو ۽ طريقت جي سلسلي جو تفصيل پڻ عُمدگيءَ سان بيان ٿيل آهي. ان کان علاوه فقير نواب امداد علي لغاري، حضرت فقير ولي محمد صوفي جي ڪلام ۽ ان وقت جي ٻين همعصر شاعرن جي ڪلامن ۾ مماثلت بيان ڪئي آهي جيڪا نهايت خوبصورت

نموني پيش ڪئي وئي آهي. ان مان فقير نواب امداد علي لغاري جي علمي ۽ ادبي لياقت جو پتو پوي ٿو ۽ سندس علم و ادب سان گهري دلچسپي ظاهر ٿئي ٿي، اسان کيس هن علمي ۽ تاريخي ڪم ڪرڻ تي، سندس خدمتن جو اعتراف ڪيون ٿا ۽ کيس جس ڏيون ٿا.

آئون سندس لاءِ دُعاگو آهيان ته الله تبارڪ و تعاليٰ کيس علمي ادبي ميدان ۾ وڌيڪ ڪاميابي ۽ ڪامراني عطا فرمائي آمين.

دُعاگو
صوفي عطاءُ الله ستاري
سجاده نشين درگاه معليٰ
جهوڪ شريف سنڌ

# عشق ڏنيون واڌايون
# تاثرات

سڀ تعريفون الله پاڪ جلشانہ' جي لاءِ جيڪو سڄي ڪائنات جو مالڪ رَب العالمين آهي. ان ڳڻيا درود ۽ سلام سَرور ڪائنات، حُضور اڪرم خَاتِمُ الانبياءِ والمُرسلين جي لاءِ جيڪو رَحمَت اللعالمين آهي ۽ سندس آل، اهل بيت اطهار ۽ اصحابن سڳورن تي.

حضرت فقير نواب ولي محمد لغاري، تاج پور جي لغاري نواب خاندان جا نهايت معروف بزرگ ۽ درگاهہ جهوڪ شريف جا صادق اليقين طالب ٿي گذريا آهن. پاڻ صوفي القادري جي سلسلي سان وابستہ پنهنجي دؤر جي سيني درويشن ۾ نمايان نظر ايندڙ ڪامل ولي ٿي گذريا آهن. سندن آباءُ و اجداد ٽالپوري عهد حڪومت ۾ سياسي، سماجي توڙي عُسڪري ميدان ۾ نهايت اهم عهدن تي فائز رهيا آهن. فقير صاحب جن جو ڏاڏو وزير اعظم نواب ولي محمد خان (وفات 1832 ع) ۽ سندن والد صاحب نواب احمد خان (وفات 1870 ع) سنڌ جي مير صاحبن جي حڪومت ۾ وڏن عهدن تي فائز هئا. وزارت عظميٰ جو قلمدان بہ هِن خاندان وٽ رهيو ۽ سڄي ٽالپوري دؤر حڪومت ۾ اُهي حڪمران مير صاحبن جا دست راست ٿي رهيا. مگر حضرت فقير ولي محمد سائين جَن درويشي ۽ فقيري راه اختيار ڪئي پاڻ ننڍي عمر ۾ ئي درگاهہ جهوڪ شريف جي صوفين جا دست بيعت ٿيا ۽ سڄي ڄمار اُن صوفيانہ ۽ فقيرانہ رنگ ۾ گذاري، آخر سال 1914ع ۾ مُلڪ بَقا طرف روانا ٿيا.

حضرت فقير صاحب جن ظاهري علوم ۾ پڻ تحصيل ڪئي پاڻ فارسي ۽ عربي ٻولين جا ڄاڻو هئا. سندن مطالعو وسيع هئو. فقير صاحب جن جي لکيل ڪتابن مختلف تحريرن ۽ سندن مختلف ٻولين ۾ ڪيل شاعري کي پڙهڻ سان سندن علمي رفعت ۽ استعداد جو پتو پوي ٿو. نثر ۾ بہ ڪجھ ڪتاب پاڻ تحرير ڪيا اٿن، جن ۾ خاص طرح ڪتاب "اَنيس المُوَحدين" قابل ذِڪر آهي.

فقير صاحب جي ڪتابن ۾ تصوف سندن تعليمات جو خاص موضوع آهي. سندن شاعري جي سڀني صنفن ۾ پاڻ صوفيانہ خيالات، افڪار ۽ مشاهدات جو نهايت پُر اثر انداز ۾ اظهار ڪيو اٿن. جيئن تہ پاڻ ظاهري ديني علوم جا ڄاڻو هئا ان ڪري سندن شاعري ۾ سمايل نڪتن ۽ مختلف عنوانن کي عالمن ۽ فاضل شخصيتن پڻ ساراهيو آهي. سندن ڪلام سڀني صوفيانہ درگاهن تي نهايت عقيدت ۽ احترام سان ڳايو ۽ ٻڌو ويندو آهي.

سال 1968ع ۾ سنڌ جي نامور اديب، تاريخدان ۽ محقق ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ "ڪلام فقير نواب ولي محمد خان لغاري" جي عنوان سان هڪ ضخيم ڪتاب مرتب ڪيو جنهن ۾ فقير صاحب جي سڄي خاندان جي تاريخ، سياسي ۽ سماجي خدمتن جو تفصيلي ذڪر ڏنل آهي. ۽ فقير صاحب جي سوانح حيات بہ تفصيل سان لکيل آهي. هي ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ طرفان شايع ڪيو ويو. ان ساڳئي ڪتاب جو ٻيو ڇاپو پڻ بورڊ طرفان سال 1990ع ۾ ڇپيو. جنهن کي ٽيتيه سال گذري ويا آهن. هن وقت اِهيو ڪتاب ڪٿي بہ دستياب نہ آهي.

جيئن تہ حضرت فقير صاحب جن جو ڪلام سڄي سنڌ ۾ درگاهن تي مختلف ميلن ۽ ڏهاڙن تي نهايت ذوق ۽ شوق سان ڳايو ويندو آهي ۽ مقبول عام آهي. ان مقبوليت کي ڏسندي اسان فقير نواب ولي محمد سائين جي خاندان وارن اولاد، سندن فقراء،

عقيدتمندن ۽ ديگر اهل علم ۽ اهل قلم حضرات هن ضرورت کي محسوس ڪندي سندن ڪلام ۽ شاعري جيڪا مختلف ٻولين ۾ آهي ان کي نئين ترتيب سان الڳ ڪتابي صورت ۾ ڇپائڻ جو اهتمام ڪيو آهي. هن ڪتاب جي موجوده ترتيب کي جوڙڻ ۾ اسان جي بزرگ چاچا سائين فقير نواب بهاول صوفي (وفات 7 جنوري 1989ع) بنيادي ڪم ڪيو آهي. چاچا سائين پاڻ به شاعر ۽ اديب هئا. سندن شاعري جو ڪتاب بحرالفراق جي نالي سان ڇپجي چڪو آهي. هِن وقت سندن فرزند ادا فقير امداد علي لغاري، اُن ڪتاب واري قلمي مواد کي بنياد بنائي، نئين ترتيب مطابق فقير صاحب نواب ولي محمد سائين جي ڪلام، شاعري ۽ سوانح حيات کي ڇپائي رهيا آهن جيڪا هڪ نيڪ فال آهي. اُميد آهي تہ فقير صاحب جن جي سوانح ۽ ڪلام سان سينگاريل هي ڪتاب اهل قلم، اهل تصوف، راڳي فقراء، صوفيانہ درگاهن جي طالبن ۽ خاص طرح درگاهہ جهوڪ شريف سان تعلق رکندڙ حضرات لاءِ نهايت دِل پسند معلوماتي ۽ روحاني تعليم جو بيش بها خزانو ثابت ٿيندو.

اسان سڀئي ادا فقير امداد علي لغاري کي هِن ڪتاب کي احسن طريقي سان ڇپائڻ ۽ شايع ڪرڻ تي جَس ڏيون ٿا ۽ سندس هِن گرانقدر خدمت جو اعتراف ڪيون ٿا.

قبلا مرشد صاحب ڪريم صوفي عطاءُ الله شاهہ سجاده نشين درگاهہ جهوڪ شريف جن جا نهايت احسان مند آهيون جن هِن ڪتاب لاءِ دُعا جا ڪلمات لکي موڪليا ۽ نهايت قيمتي تاثرات سان هن ڪتاب جي حُسن ۾ اضافو ڪيو.

انکان علاوه هِن ڪتاب جي مختلف مرحلن ۾ ڪم ڪندڙ سڀني عقيدتمندن ۽ دوستن جو پڻ شڪريو ادا ڪيان ٿو. جن هر طرح سان هِن تاريخي ۽ روحاني تعليمات کي عوام الناس تائين پهچائڻ واري ڪم ۾ دِل جي ذوق ۽ شوق سان حصو ورتو ۽ سهڪار ڪيو. خاص طرح سيد مهدي شاهہ جو شڪريہ جنهن

هن ڪتاب جي تدوين ۽ ترتيب آرائي ۾ خاص دلچسپي ورتي ۽ ڪتاب جي ڇپائي واري سيني مرحلن ۾ پڻ مڪمل سهڪار ڪيو.

رَبّ ذوالجلال والاڪرام ڪان دُعا آهي تہ اسان ڪي هن نفسا نفسي واري دؤر ۾ هر طرح پنهنجي حفظ و امان ۾ رکي ۽ پنهنجون نعمتون ۽ رحمتون نازل فرمائي. آمين..

خادم الفقراء

فقير عنايت علي خاَن لغاري
سجاده نشين
درگاهہ حضرت فقير نواب ولي محمد سائين صوفي القادري
تاج پور شريف

# واعظ العشاق

## سلوڪ جي پانڌيئڙين لاءِ سونهون

سنڌ جي تاريخ جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو ته، 1784ع کان 1843ع تائين سنڌ تي ٽالپُر ميرن جي حڪومت رهي. ٽالپر خاندان سنڌ جي راڄڌانيءَ کي انتظامي لحاظ کان ٽن حصن ۾ ورهايو هو. ۽ ڪراچيءَ کان افغاني پٺاڻن جي تسلط هيٺ آيل شڪارپور صوبي تائين سنڌو درياهه جي اولهندي پاسي واري سنڌ تي شهزادائي ٽالپر ميرن جي حڪومت هئي. سنڌ انتظامي مرڪز حيدرآباد هو.

تاريخ جي اها به هڪ مجيل حقيقت آهي ته ڪابل جي افغان حاڪم تيمور شاهه وٽان سنڌ جي حڪومت جو پروانو مير فتح علي خان ٽالپر جي نالي جاري ٿيڻ، نواب ولي محمد خان لغاري جي ذهانت ۽ حڪمت عمليءَ جو نتيجو هيو. انهيءَ ڪري مير صاحبان خاص طور فاتح سنڌ مير فتح علي خان ٽالپر جو نواب ولي محمد خان لغاري تي ڀرپور اعتماد هو ۽ هن کيس پنهنجي حڪومت ۾ وزيراعظم جو اهم عهدو عطا ڪري کيس حڪومتي معاملات ۾ خود مختيار بڻائي ڇڏيو.

نواب ولي محمد خان لغاري پنهنجي ڏاهپ، دانائي، دليريءَ وارن ڪامياب عملن سان حڪومتي انتظام کي مضبوط بڻائي،

تالپر اميرن جي حڪومت کي محفوظ ۽ سگهارو ڪري، پاڻ کي "وزير بي نظير" ثابت ڪيو. هن انهيءَ سلسلي ۾ ڪوهستان ۾ پنهنجي نگرانيءَ ۾ "رني ڪوٽ" جهڙو مضبوط قلعو بہ تعمير ڪرايو تہ شڪارپور تي افغاني پناڻ حاڪمن جي تسلط سبب رعيت ۽ راهگيرن کان ٽيندڙ لٽ ڦر واري خطري کي ٽارڻ لاءِ نوشهري ابڙي ۾ پختي پناهہ وارو قلعو پڻ اڏايو هو.

اها بہ هڪ مجيل حقيقت آهي تہ واپار، هنر ۽ سونهن جي حوالن سان مُلڪان مُلڪ مشهور سنڌ جي شهر "شڪارپور" ۽ ان جي پسگردائيءَ کي رنجيت سنگهہ جي قبضي کان بچائڻ ۾ بہ نواب ولي محمد خان لغاريءَ جي دانائيءَ ۽ دليريءَ واري حڪمت عملي شامل هئي. جنهن جي نتيجي ۾ بنا ڪنهن رتو ڇاڻ جي شڪارپور واري هڪ وسيع علائقي تان افغاني پناڻن جو تسلط ختم ٿيو ۽ سنڌ تي رنجيت سنگهہ جي قبضي وارو خطرو بہ ٽري ويو. نواب ولي محمد خان لغاريءَ جي حڪومتي انتطامن سنڀالڻ وارن مرڪزن مان هڪ مرڪز لاڙڪاڻو بہ رهيو. جتي سندس وفات بہ ٿي ۽ سندس جسد خاڪي کي امانت طور دفن بہ ڪيو ويو هو. سندس عارضي تدفين واري جڳهہ تي اڄ تائين يادگار طور خوبصوت تجر جڙيل آهي. جنهن کي ثقافت کاتي حڪومت سنڌ ميوزيم ۾ تبديل ڪري ڇڏيو آهي.

اهي روايتون بہ مشهور آهن تہ نواب ولي محمد خان لغاريءَ جي شادين مان سندس بہ شاديون لاڙڪاڻي واري علائقي جي مشهور خاندانن مان ٿيل هيون. شايد انهيءَ ڪري بہ سندس اولاد جون هنن علائقن. لاڙڪاڻو، رتوديرو، ميهڙ، ڪڪڙ، ڏوڪري، نوشهرو ابڙو وغيره ۾ جاگيرون هيون. ضرورت ان ڳالهہ جي آهي تہ سنڌ جي هن نامور لغاري خاندان جي سياسي،

سماجي، علمي ادبي ۽ روحاني تاريخ جي ڇپيل ۽ اڻ ڇپيل ماخذن کي هڪ جاءِ تي سهيڙي هڪ جامع ۽ مفصل تاريخ مرتب ڪئي وڃي، جنهن سان هن خاندان جي تاريخ جو هر پاسو نروار ٿي سامهون اچي سگهي. ان سلسلي ۾ پهريون ۽ بنيادي قدم سنڌ جائي دنيا جي هاڪاري عالم ڊاڪٽر نبي بخش خان لغاري کنيون هو، جنهن ڪلام فقير نواب ولي محمد خان لغاري ترتيب ڏنو هو، جنهن جو پهريون ڇاپو 1968ع، ۽ ٻيو ڇاپو 1990ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ پاران شايع ڪيو ويو هو.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ هن مسودي جي مقدمي ۾ نوابيءَ مان فقيري اختيار ڪندڙ هن خاندان بابت تمام گهڻي معلومات فراهم ڪئي آهي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب، اهڙي مواد گڏ ڪرڻ ۾ ٻهاول خان بن امداد علي خان لغاري پاران وڏي مدد ڪرڻ جو اعتراف پڻ ڪيو آهي.

هي سردست رسالو فقير نواب ولي محمد لغاري "واعظ العشاق عرف توحيدي تجليات"، صوفي فقير ٻهاول خان جي جسماني ۽ روحاني فيض جي سرچشمي صوفي فقير امداد علي خان لغاري ئي ترتيب ڏنو آهي. جنهن ۾ مستند ڇپيل توڙي اڻ ڇپيل تاريخي ماخذات جي مدد سان تحقيق ڪري فقير نواب ولي محمد لغاري جي سوانحي تاريخ انتهائي خوبصورت اسلوب ۽ طريقي سان بيان ڪئي وئي آهي. فقير نواب ولي محمد لغاري جي ڪلام کي بہ فقير امداد علي سائين پڙهندڙن جي سانيءَ خاطر نئين ۽ عمده ترتيب سان رکيو آهي.

هتي بيحد خوشيءَ جي ڳالهہ هي بہ آهي تہ فقير نواب ولي محمد لغاريءَ جو هي رسالو درگاهہ جي سجاده نشين فقير نواب

عنايت عليٰ خانٰ لغاري جي خاص دلچسپيءَ سان سندس نگرانيءَ ۾ شايع ٿي رهيو آهي. بهرحال، خاطري سان چئي سگهجي ٿو ته، هي رسالو "واعظ العشاق عرف توحيدي تجليات" سلوڪ واري راهه جي پانڌيئڙن لاءِ رهبريءَ جو ذريعو ۽ سونهون ثابت ٿيندو.

دعائن جو طالب
مهدي شاهه ولد علي نواز شاهه
لونگاٽي - شڪارپور.

# پيش لفظ

حضرت فقير نواب ولي محمد لغاري صوفي جن جي شخصيت ڪنهن بہ تعارف جي محتاج نہ آهي. سندن قبيلو ۽ خاندان سنڌ جي تاريخ ۾ خاص طور تالپوري عهد حڪومت ۾ پنهنجي فوجي صلاحيتن، سياسي بصيرت، علمي و ادبي خدمتن، توڙي علم طب جي ڄاڻ جي حوالي سان نهايت اعليٰ وارفع مقام تي فائز نظر اچي ٿو. حضرت فقير صاحب جن جو ڏاڏو نواب ولي محمد خان "اول" تالپور دور جي ابتدا ۾ سرڪار مير فتح علي خان کان وٺي سرڪار مير مراد علي خان جي زماني تائين، سنڌ جو وزيراعظم ٿي رهيو آهي. پاڻ اٽڪل پنجاهہ سالن تائين پنهنجا فرائض منصبي ادا ڪندو رهيو ۽ وفات وقت بہ هُو لاڙڪاڻي (چانڊڪا) پرڳڻي جو گورنر هيو. سندس وفات سال 1832ع لاڙڪاڻي ۾ ٿي. حضرت فقير صاحب جن جو والد نواب احمد خان لغاري بہ مير صاحبن جي ٻي چوٻاري ۾ سرڪار مير نور محمد خان ۽ سرڪار مير نصير خان جن جو وزير ۽ وڏي عهدي جو خاص صلاحڪار ٿي رهيو. مگر سرڪار مير نصير خان جي زماني ۾ ڪن سياسي ۽ راجوڻي اختلافن جي ڪري ڪناره ڪش ٿي، لاڙڪاڻي طرف پنهنجي ذاتي زمينن تي رهڻ لڳو. مگر جڏهن انگريزن طرفان، مير صاحبن جي آزاد حڪومت سان بدعهدي ۽ تڪرار جي نوبت پئدا ٿي، تہ پاڻ پنهنجي سڄي راڄ سان مياڻي جي جنگ 1843ع ۾، توڙي مير شير محمد خان ماڻڪاڻي (ميرپورخاص واري) سان گڏ، ڊٻي واري لڙائيءَ ۾ هڪ سپہ سالار جي حيثيت ۾ لڙيو. انگريزن جي سنڌ تي قبضي ڪرڻ بعد هي آزادي جو متوالو، ٻين سردارن ۽ رئيسن وانگر انگريز حڪمرانن وٽ پيش ڪونہ پيو ۽ انگريزن کان مليل جاگيرون

ونڻ کان پڻ انڪار ڪيائين. نواب احمد خان 1870ع ۾ سندس ذاتي جاگير، ديه مرزانپور، موجوده تعلقه قاضي احمد. ضلع نواب شاهه ۾ وفات ڪئي. سندس جسد خاڪي کي اتي ئي دفن ڪيو ويو مگر ٿوري وقت کان پوءِ درياه جي اٿل پٿل ۽ پاوڪ جي ڪري سندس جنازي کي درگاهه جهوڪ شريف تي حضرت فضل الله شاهه "قلندر" جي چؤڪنڊي واري صحن ۾ مدفون ڪيو ويو.

سنڌ تي انگريزن جي قبضي ڪرڻ وقت فقير صاحب سنن اٺن سالن جا هئا. پاڻ پنهنجي والد صاحب جي زير نگراني تعليم ۽ تربيت حاصل ڪيائون. سندن رهائش پنهنجي آبائي جاگير ديه مرزانپور ۾ هئي. سال 1870ع ۾ سندن والد صاحب جي وفات کانپوءِ کين انگريز سرڪار طرفان "نواب" جو مؤروثي خطاب مليو ۽ گزيٽيڊ فرسٽ ڪلاس جاگيردار طور تسليم ڪيو ويو. پاڻ ننڍپڻ کان ئي دنياداري ۽ زماني سازي جي ڪمن ڪارين ۾ گهٽ دلچسپي رکندا هئا. ننڍي عمر ۾ ئي کين درگاهه جهوڪ شريف جي صوفي صاحبان جي صحبت نصيب ٿي ۽ انهن جا دست بيعت طالب ٿيا. ان ڪري سندن طبيعت تي سڄي ڄمار فقيري ۽ صوفيانه رنگ غالب رهيو. آخر وقت ۾ پاڻ صوفي القادري سلسلي جا ڪامل ولي ٿي گذريا آهن، کين درگاهه جهوڪ جي خاص خليفن ۾ شمار ڪيو ويندو آهي. پاڻ 80 ورهين جي ڄمار ۾ سال 1914ع ۾ وصال فرمايائون. سندن مزار جي مٿان سهڻي گنبذ سان روضو ٺهيل آهي ۽ سندن وفات جي تاريخ تي هر سال فقرائي ميلو لڳندڙ آهي. جيڪو پنهنجي راڳداري ۽ صوفيانه مجلسن جي حوالي سان سڄي سنڌ ۾ مشهور آهي.

حضرت فقير صاحب پنهنجي صوفيانه خيال جي اظهار لاءِ ڪجهه ڪتاب نثر ۾ لکيا آهن، مگر سندن شاعري ۽ ڪلام وڌيڪ مشهور ٿيا. پاڻ پنهنجي دور ۾ صَف اوّل جا بهترين صوفي شاعر ٿي گذريا آهن.

سنڌ جي ناماياري اديب، محقق ۽ عالم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب، سال 1968ع ۾ "ڪلام فقير نواب ولي محمد خان لغاري" جي عنوان سان هڪ ضخيم ڪتاب مرتب ڪيو، جيڪو سنڌي ادبي بورڊ جي طرفان ڇپايو ويو. جنهن ۾ حضرت فقير صاحب جي آباء و اجداد جي تاريخي احوال ۽ تفصيلي مقدمي سان گڏ سنڌن شاعري کي ڇپائي پڌرو ڪيو ويو. ان ڪانپوءِ سال 1990ع ۾، اهو ساڳيو ڪتاب سنڌي ادبي بورڊ طرفان دوباره شايع ٿيو. ٿوري عرصي ۾ اهو ڪتاب بہ ناپيد ٿي ويو. تقريبًا ٽيهن پنيهن سالن گذرڻ بعد، هن وقت حضرت فقير صاحب جي ڪلام جي مقبوليت کي ڏسندي ۽ وقت جي تقاضا کي محسوس ڪندي، اسان حضرت نواب فقير ولي محمد لغاري صوفي جن جي تفصيلي سوانح حيات ۽ سندن مڪمل شاعري کي دوباره نئين طريقي سان ڇپائڻ جو اهتمام ڪيو آهي.

حضرت فقير صاحب جن پنجن ٻولين ۾ شاعري ڪئي آهي. اسان سڄي ڪلام کي، نئين ترتيب سان ڇپائڻ جو ارادو ڪيو آهي. جنهن ۾ پهريائين سندن سنڌي ڪلام، غزل، ابيات، سي حرفيون، مولود، مرثيہ ۽ شاعري جي ديگر صنفن کي هڪ جاء تي ترتيب سان گڏ رکيو آهي. ان ڪانپوءِ سرائڪي ڪلام، ابيات، مثنويون ۽ ٻيون صنفون يڪجاء ڪيون ويون آهن. اهڙي طرح ٻين ٻولين ۾ ڪيل شاعري، جهڙوڪ هندي، اردو ۽ فارسي ۾ چيل غزل، شبد، مثنويون ۽ ٻي شاعري کي الڳ الڳ ٻولي وار حصن ۾ ورهائي ڇپايو ويو آهي تہ جيئن ڪلام پڙهڻ ۽ ڳولڻ ۾ آساني ٿئي.

هن ڪتاب جي تاليف ۽ اشاعت ڪرڻ مهل ڪجھ احوال ۽ حوالا مختلف قلمي توڙي ڇپيل ڪتابن تان ورتا ويا آهن. حضرت فقير صاحب عليہ رحمت جن جي شاعري ۽ ڪلام جي نئين ترتيب جيڪا، سنڌي، سرائڪي، هندي، اردو ۽ فارسي ٻولين ۾ آهي، اُها دراصل محترم نواب فقير بهاول خان لغاري

صوفي جي ڏنل آهي. جيڪا سندن دستخط قلمي ڪتاب ۾ اسان وٽ محفوظ آهي. اسان ان قلمي ڪتاب کي بنياد بنائي، هي ڪتاب ساڳي ترتيب سان شايع ڪيو آهي.

حضرت فقير نواب ولي محمد لغاري صوفي جن جي سوانح حيات اسان اڳ ۾ ڇپيل رسالي "وليءِ ڪامل" تان حاصل ڪري اتاري آهي. هي رسالو 4 رمضان 1432 هجري، مطابق 2011 عيسوي ۾ حضرت فقير صاحب جن جي سؤ ساله ورسي تي ڇپايو ويو هو. انڪان علاوه سنڌي ادبي بورڊ طرفان ڇپايل ڪتاب "ڪلام فقير نواب ولي محمد" جي مقدمي مان به فقير صاحب جن جي سوانح حيات بابت احوال ورتو ويو آهي.

هن ڪتاب ۾ شايع "تصوف جي حقيقت" جي عنوان سان ڇپيل مضمون ۾ پروفيسر سليم چشتي صاحب جي مضامين ۽ حضرت سيد احمد ڪبير الرفاعي جي ڪتاب "البرهان المويد" تان پڻ حوالا ورتا ويا آهن. هن ڪتاب جو اردو ترجمو مولانا ظفر احمد عثماني "البنيان المشيد" جي عنوان سان شايع ڪيو آهي ۽ ان اردو ترجمي تان سنڌي ٻوليءَ ۾ "عرفان جي واٽ" جي عنوان سان مرحوم ڊاڪٽر گل حسن لغاري پروفيسر سنڌ يونيورسٽي شعبه فارسي ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

اميد آهي ته اسان جي هي ڪاوش اهل علم، اهل تصوف ۽ تاريخ جي طالب علمن جي لاءِ نهايت دلچسپ ۽ معلوماتي ثابت ٿيندي. اسان پنهنجي طرفان احوال ۽ واقعات جي صحيح سند ۽ روايتن جي صحت کي قائم رکڻ لاءِ ڪوشش ڪئي آهي، پر تنهن هوندي به جيڪڏهن هن احوال يا ڪلام ۾ ڪٿي ڪا غلطي قارئين و ناظرين کي نظر مان گذري ته براءِ مهرباني اصلاح ڪن ۽ اسانکي پڻ ان ڀل چوڪ کان واقف ڪن ته سندن احسان مند رهنداسين.

هن ڪتاب کي ڇپائڻ لاء اُتساهه ڏيارڻ، همت افزائي ڪرڻ ۽ هر طرح تعاون ڪرڻ لاءِ اسين فقير صاحب جي موجوده گادي

نشين، نواب عنايت علي خان جا شڪر گذار آهيون. ان سان گڏ فقير صاحب جي خاندان جي ٻين معتبر افراد، نواب ولي محمد خان، نواب زاهد علي خان، نواب حاجي غلام قادر خان، نواب منصور عالم ۽ نواب نصرالله خان ولد ڊاڪٽر عبدالجبار عابد لغاري جا بہ وڏا وڙ ۽ لائق، جن وقت بوقت اسان کي سنا مشورا ڏنا ۽ تعاون ڪيو.

درگاهہ فقير صاحب عليہ رحمت جي طالبن ۽ معتقدن جو تفصيل وڏو آهي. هن ڪتاب جي ڪمپوزنگ پروف ريڊنگ ۽ ڇپائي واري مرحلي دوران، سيد غلام شبير شاهہ، محمد عظيم ڪوريجو، ڊاڪٽر نظر علي ڪوريجو (ٽنڊو ڄام)، پيارو دوست رفيق احمد ڪانڊڙو ۽ زوهيب احمد سولنگي (سن شهر)، پروفيسر امتياز علي ڪوريجو (ڄامشورو) محترم مشتاق احمد جويو صاحب (مورو)، غلام رسول پيرزادو (ٿارو شاهہ) ۽ محترم پروفيسر عطا بُلو صاحب (حيدر آباد) جي تعاون، دلچسپي ۽ مدد ڪرڻ جي لاءِ پڻ نهايت ممنون آهيون. سيد آفاق شاهہ ۽ محترم وقار علي جن لي آئوٽ ۽ ٽائيٽل ٺاهڻ ۾ تعاون ڪيو، سندن جا شڪر گذار آهيون.

آخر ۾ پنهنجي مرشد حضرت صاحب ڪريم قبلا عطاء الله صوفي صاحب ۽ ولي عهد حضرت قبلا زبيرالدين صوفي صاحب جن جا دل جي گهراين سان شڪر گذار آهيون. ان سان گڏ قبلا سائين صوفي سيف الله اڪبر ولد جنت مڪاني قبلا سائين صوفي غلام علي اڪبر رحمت الله عليہ جن جا پڻ صِدق دل سان احسانمند آهيون. جن جي دعائن ۽ فضل و ڪرم سان زندگيءَ جا سڀيئي مشڪل مرحلا آسان ٿي ويا آهن.

الراقم، طالب دعا
صوفي فقير امداد علي لغاري
تاجپور شريف، ضلع مٽياري

# تصوف جي حقيقت

دنيا جي قومن جي صوفيائي ادب ۽ صوفين جي قولن جي مطالعي مان اها ڳالهه واضع آهي تہ پنهنجي ماهيت (اصليت) جي لحاظ کان تصوف ان شوق جو نالو آهي، جيڪو هڪ صوفي جي دل ۽ دماغ ۾ خدا سان ملڻ جي لاءِ ان شدت سان مؤجزن هوندو آهي، جو ان جي پوري عقلي ۽ جذباتي زندگي تي حاوي ٿي ويندو آهي. جنهن جو لازمي نتيجو اهو نڪرندو آهي تہ صوفي، انهي کي يعني خدا جي ذات کي پنهنجي حياتي جو مقصد بڻائي ڇڏي ٿو. لامقصود في الدارين الا هو ( ناهي ڪو مقصد ٻنهي جهانن ۾ سواءِ هُن جي ) هو گفتگو ڪري ٿو تہ انهيءَ بابت. خيال ڪري ٿو تہ انهيءَ جو. ياد ڪري ٿو تہ ان کي ۽ جڏهن ڪلمو پڙهي ٿو تہ انهيءَ جو. شفق جي ڳاڙهاڻ ۾، دريائن جي رواني ۾، گلن جي خوشبوءِ ۾، بلبل جي آواز ۾، تارن جي چمڪڻ ۾، صحراء جي وسعت ۾، باغ جي شادابي ۾، مطلب تہ فطرت جي سمورن مظهرن، قدرتي نظارن ۾ هُن کي خدا جو ئي جلوو نظر اچي ٿو.

ڪلام الاهي ۾ فرمان آهي، فَاَيۡنَمَا تُوَلُّواۡ فَثَمَّ وَجۡهُ اللهِ ( توهان جيڏانهن بہ نظر نگاهہ ڪندئو تہ توهان کي رب ڪائنات جو حُسن ۽ جلوو نظر ايندو).

ڀٽائي صاحب فرمايو آهي،

جيڏانهن ڪيان پرک، تيڏانهن صاحب سامهون.

حضرت مصري شاهہ فرمايو،

شيخ قاضي پاڪ دامن، اي مشائخ مولوي،
ڪر نصيحت ڪي ڦِٽو، هر جاء حق حاضر ڏنم.

يا

سونهن تنهنجي سان پريل، سائين سڄو سنسار آ،
مظهر تو مولا سندو، عالَم عجب اظهار آ.

امداد لغاري

تصوف جي صاحبن جي ڪلام ۽ تصنيفات ۾ هڪ قول بيان ٿيل آهي "مَن عَرف نَفسهُ فَقد عَرفَ رَبهٗ" معنيٰ: جنهن پنهنجو پاڻ سڃاتو ان پنهنجي رب کي سڃاتو.

پنهنجي نفس کي سڃاڻڻ جو طريقو هي آهي تہ انسان هن حقيقت تي غور ڪري تہ انسان ڪهڙي شي جو نالو آهي؟ بدن ۽ جسم جو نالو انسان نہ آهي ڇو تہ جڏهن انسان چوي ٿو تہ آئون اهڙو آهيان ۽ هي ڪري سگهان ٿو تہ ان مان مراد جسم جو ڪو حصو نہ آهي بلڪ اها شي يا قوت ٻي آهي جيڪا هن جي جسم جي اندر حڪمراني ڪري رهي آهي. انسان پهرين ڪنهن ڪم جو ارادو ڪندو آهي پوءِ ان ڪم لاءِ جسم کي حرڪت ڏيندو آهي، اهو ارادو ڪندڙ ڪير آهي؟ يقينن بدن نہ آهي پر ٻي شي آهي جيڪا موت جي وقت بدن مان نڪري وڃي ٿي ۽ انجي نڪرڻ سان باقي جسم ۽ پٿر ۾ ڪو بہ فرق نہ آهي. انهيءَ جو نالو "روح" آهي. ۽ انهي انساني روح جو نالو بدن سميت انسان آهي. انهي روح جي ڪري، بدن جو حسن و جمال آهي، سندس وڏڻ ويجهڻ آهي، انهي جي ڪري بدن وڏا وڏا ڪارناما ڪري ٿو. انسان هاڻي غور ڪري تہ ڇا هو پنهنجي روح جي حقيقت کان واقف آهي؟ ڇا هن پنهنجي روح کي ڏٺو آهي؟. هرگز نہ. اهو ٺي

نڪتو آهي، جنهن جي راز کي سمجهڻ لاءِ صوفي پنهنجي وجود ۾ جهاتي پائي اصل حقيقت کي تلاش ڪن ٿا.

جي تون پاڻ سڃاڻ، تہ آهين قيمت سندو قطرو
ڪڍي ڇڏ قلب مان، مدائي جو ماڻ
پِري نهارڻ پرينءَ کي، آهي سندو ڇتن ڇاڻ
نت سائين توسان ساڻ، آهي راتو ڏينهان روحل چوي.

انساني جسم ۾ قلب کي وڏي حيثيت حاصل آهي. جنهن کي "بيت ربي" يعني الله جو گهر چئجي ٿو.

جوڙي قلب "بيت ربي" انسان ۾ سمايو،
ڏسي ذات کي صفت ۾ ملڪن تي سر نمايو.
ولي محمد سائين

تخليق آدم وقت، جڏهن سڄو جسم صفاتي پوش، يعني ڪڙڪندڙ مٽيءَ مان جڙي راس ٿيو. تہ ان جي سيني ۾ سمايل "قلب" ۾ ذات حق پنهنجي نور جو جزو پرده پوش ۾ لڪائي رکيو. قرآن حڪيم ۾ واضع فرمان آهي تہ. وَنَفَخْتُ فِيْهِ مِنَ الرُّوحِيْ فَقَعُو الَهٗ سٰجِدِيْنَ (۽ پنهنجو روح ان ۾ داخل ڪيان تہ پوءِ اوهان سڀ انجي اڳيان سجدو ڪجؤ) هن شرف جي ڪري آدم جو شان، سڀني مخلوقات کان نمايان ۽ اتاهون ٿيو. ان جي عظمت ۽ شان کي ظاهر ڪرڻ لاءِ ملائڪن کي آدم عليہ السلام جي آڏو تعظيم جي سجدي جو حڪم ٿيو.

تصوف جي ڪتابن ۾ هڪ عربي مقولو آهي، جنهن ۾ پڻ انسان جي شان ۽ رب ڪائنات طرفان عطا ڪيل، نعمتن، قربت

۽ فيض و فضل جي نشاندهي ٿئي ٿي. فرمايو رب ذوالجلال،
"الانسان سري وانا سره" يعني انسان منهنجو راز آهي ۽ آئون ان
جو راز آهيان. حضرت ڀٽائي صاحب سر آسا ۾ فرمائن ٿا،

هُو ڀِي ڪونهي هن ري، هي نه هُن هان ڌار،
الانسان سري وانا سره، پروڙج ڀچار،
ڪندا ويا تنوار، عالِم عارف اهڙي!

ٻين صوفين به پنهنجي ڪلام ۾ مٿي ڄاڻايل مقولي کي
جاء بجاء اشاري طور موضوع جي مناسبت سان، دليل طور پيش
ڪيو آهي. حضرت فقير صاحب ولي محمد سائينءَ جي ڪلام ۾
پڻ ڪافي جاين تي اهڙا حوالا ملن ٿا.

ٿلهه: ڏِس سير وجود جو ويهي، ڇڏي خام خيال سڀئي.
پيش پرين جي تون جڏهن ويندين، ڳالهه ڪندين اُت ڪيهي،
نحن اقرب تو وٽ آهي، يار تنهنجو آهي ڏيهي،
الانسان سري وانا سره، رمز انهيءَ دل ريهي،
ولي محمد حال انهيءَ ۾، ڪي طالب رهندا نيهي.

ڪلام جو مفهوم اهو آهي ته جيڪڏهن تون حقيقي محبوب
جو متلاشي آهين ۽ ديدار الاهي جو شائق آهين ته هن ماده پرست
دنياوي معاملن جا خام خيال ڇڏي توکي پنهنجي وجود جو سير
ڪرڻو آهي. پنهنجي اندر ۾ جهاتي پائي ان مطلوب کي ڳولهڻو
آهي. جيئن ته هُو تنهنجي ساهه جي رڳن کان به ويجهو آهي. پوءِ
تون هُن کي هِن دنيا جي ظاهري مسجدن، مندرن ۽ ٻين

عبادتگاهن ۾ تلاش نہ ڪر. اهو تہ تنهنجي اندر ۾ آهي. توسان هر دم ساڻ آهي. جڏهن هُو پاڻ فرمائي ٿو، انسان منهنجو راز آهي ۽ مان هُن جو راز آهيان، تہ پوءِ سچا عاشق، مرد مولا جا، دل جان جي بازي لڳائي، هن راز کي حاصل ڪرڻ لاءِ سر جي قرباني ڏيڻ کان بہ نہ مُڙندا آهن. انهن کي اهو الڪو هوندو آهي تہ، جڏهن آخرڪار محبوب ۽ مطلوب جي حضور ۾ اسان کي پيش ڪيو ويندو تہ اتي پنهنجي سچائي ۽ وفاداري جو ڪهڙو ثبوت پيش ڪندا سين. اي ولي محمد هن حال کي ڪي سچا مرد ۽ مولا جا طالب اختيار ڪندا.

انسان جي جسم ۾ قلب کانپوءِ صورت کي وڏي اهميت حاصل آهي. مذهبي ڪتابن ۾ روايت ڪيل آهي تہ آدم عليہ السلام جي جسماني بوتي جي بناوت ملائڪن مٿيءَ مان ڪئي. جڏهن سڄو جسم جڙي ويو تہ مٿي ۽ چهري جي بناوت ۽ نقش ناهڻ لاءِ ملائڪن وري بہ خالق اڪبر ڏانهن رجوع ڪيو. پوءِ ان وقت ملائڪن کي هڪ هر وَجَه ڪامل، سيني صفتن سان سينگاريل سهڻي صورت جو جلوو پسايو ويو. ۽ اهو فرمان ٿيو تہ هن صورت جي نقش تي آدم جي صورت بڻايو. تصوف جي صاحبن وٽ عربي ۾ هڪ مقولو آهي "خلق الآدم عليٰ صورته" يعني آدم کي خلقيائين، ۽ هُن کي پنهنجي پسنديده صورت عطا ڪيائين.

فقير خير محمد هيسباڻي صاحب، سندس ڪلام ۾ فرمائي ٿو تہ، جنهن ۾ شاعرانہ خوبين سان گڏ معنوي نڪتا بہ سمايل آهن.

جوڙ مصور صورت ڪُون، مُٺ خاڪ وچون ڪيتا مؤجود.
آدم انهين دا نام ڌريوني، خالق ويک ٿيا خوشنود.

ڀون ڀون ڪر نال بوتي دي، ساز وڳي هِن ڪيئي سرود،
حوران پريان ڏيون مبارڪ. مل ملائڪان ڳائي مولود.

حضرت فقير صاحب ولي محمد سائين جن جو هڪ ڪلام هن موضوع جي مناسبت سان تحرير ڪجي ٿو. جنهن ۾ انسان کي عطا ٿيل صورت ۽ ان ۾ سمايل معنويت جي وضاحت ڪئي وئي آهي.

ٿلهه: زلف جو رخ تي غلاف،
حُسن صورت ۾ سمايو

ڪَج ڪَمان ابروءَ جو وِچ، محراب برزخ ۾ تون ڏِس،
ڪيئن روا ٿيندو نه سجدو، ناهي ڪو تنهن ۾ خلاف،
ڇڏ فقہ رسمي جو رايو.

ڪعبہ قلب المؤمنين، حق ٿو چوي ظاهر ظهور،
تڏهن کهڙا در ٿو پڇين ٻيا. ڪر قلب کي تون طواف،
آهي تو تي فرض سعيو.

ٻئي اکيون فانوس جيئن، دائم ٻرن ڪعبي اندر،
لَبِ جو تِر آهي حجر اسود، سوا يائنج جيئن مُشڪ ناف،
جنهن جي خوشبوءِ جڳ نمايو.

خَلَقْتُ الْاِنْسَان مِنْ نُوري جي معني ڏي نهار،
انهي رمز تي سِر عاشقن جي، دؤر جي تڪليف معاف،
پير جن پوئتي نه پايو.

"ولي محمد" وَرق ڌوئي جا ڇڏ وساري تي شِتاب،
نائي سر صورت اڳيان، تحقيق تي صوفي تون صاف،
ويا شُبها پنڌ ٿيو سجايو.

تصوف جي صاحبن وٽ، سندن محبوب، مطلوب، مقصود، معبود ۽ مرغوب، صرف ذات باري تعالٰي آهي. اهو ئي قائم، اهو ئي باقي آهي. اهو ئي حقيقي معشوق آهي. انسان کي حڪمت، علم، فهم، شعور ۽ فراست عطا ٿي آهي. اُها ان خالق اڪبر جي خاص ڪرم ۽ فضل جي ڪري ملي آهي.

"ولقد ڪرمنا بني آدم" ۽ آدم جي اولاد تي خاص ڪرم ڪيو ويو. "لقد خلقنا الانسان في احسن تقويم" انسان کي نهايت سهڻي ۽ متناسب جوڙجڪ سان خلقيو ويو.

انسان جي جسم ۽ صورت ۾ ڪي خاص مقام آهن. جن کي تصوف جي ٻوليءَ ۾ لطيفا سڏيو ويندو آهي. مٿي ۾ تارون واري جاء، پيشاني ۽ ان ۾ خاص طرح ٻنهي ڀرن جي وچ واري جاء، سيني جي کاٻي طرف دل واري پاسي قلب واري جاء، جنهن کي دل صنوبري چوندا آهن. سيني جي ساڄي طرف واري جاء ۽ پيٽ جي ناف واري جاء، اهي جايون خاص آهن، جن کي ذڪر اذڪار جي ترتيب سان، ذڪر ذاتي، نفي اثبات، ذڪر سِري، ذڪر رُوحي توڙي خفِي اخفا واري ورد ۽ عمل ۾ مرشد هاديءَ جي ٻڌايل طريقي مطابق شامل ڪبو آهي. هن کان علاوه انساني جسم ۾ ٻين جاين تي پڻ لطيفا موجود آهن.

خاص نڪتو اظهار ڪرڻ جو اهو آهي ته قلب يا صنوبري دل کي انساني جسم ۾ مرڪزي حيثيت حاصل آهي ۽ مرشد هادي جي ٻڌايل ذڪر واري طريقي مطابق، اسم ذات کي قلب جي چوڌاري پاس انفاس سان طواف ڪرڻو آهي. اهو ئي سبب آهي جو صوفين پنهنجي ڪلام ۾ قلب کي "بيت الله" چئي اظهار ڪيو آهي. ۽ هردم ۽ هر پَساهه کي اسم اعظم جي ورد سان سجايو ڪرڻ جي تلقين ڪئي آهي. قلب کان علاوه مرشد جي صورت کي به ڪعبي شريف سان تشبيه ڏيئي، قلبي ۽ روحاني اذڪار ۾

شامل ڪيو آهي. حضرت فقير ولي محمد سائين فرمائن ٿا،

ڪعبہ رخ دلبر دا، هِن زلف غلاف جنهين ڪُون،
پي پيالي عاشق نيهي، ڪرن طواف تنهين ڪُون،
ڏيندي سجدا برزخ دي وچ، ڪر محراب اُنهين ڪُون،
"ولي محمد" تي مَحو حُسن وچ، اهيو ڏي نہ حال ڪنهين ڪُون.

جنين صورت کي حق سمجهي، دري پنهنجي قلب جي کولي
ذڪر ذاتي مؤن تي پئدا، معني جي ملڪ جي ٻولي
(فقير ولي محمد)

سنڌ جي مشهور صوفي شاعر سيد مصري شاهہ نصرپوري جي هڪ ڪلام جو ٿل بہ هتي تحرير ڪجي ٿو.

سجده گاهہ صورت ۾ ڄاڻي، سير جن سِر جو ڪيو،
مسجد، مڙهي، مئخان ۾ محبوب تن مُيَسر ٿيو.

فقير صاحب ولي محمد سائين جي سڄي ڪلام ۾ تصوف جي تعليم، حقيقت ۽ معرفت جي نڪتن ۽ ان ۾ سمايل رمزن جي نهايت سليس ۽ مؤثر انداز ۾ وضاحت ٿيل آهي. جنهن ۾ طريقت جي طالبن لاءِ وڏي رهنمائي آهي.

جيئن تہ فقير صاحب جن ظاهري علوم فقہ، حديث، فلسفي ۽ دينيات جا ڄاڻو ۽ عالم هئا. ان ڪري پاڻ تصوف جي نڪتن کي پڻ عالمانہ انداز ۾ بيان ڪيو اٿن. سندن سڄي شاعريءَ ۾ توڙي نثري ڪتابن ۾، شريعت ۽ طريقت کي اهڙي طرح پاڻ ۾ ملائي مدلل انداز ۾ پيش ڪيو اٿن جو سندن زماني ۾ يا ان کانپوءِ واري وقت جي ديني عالمن وٽ سندن ڪافين ۽

ڪلام نهايت مقبول ۽ منظور رهيا آهن. سندن ڪلام نموني طور تحرير ڪجي ٿو.

هِت آهيان اِنسانُ، هُت نہ ڄاڻان ڪير آهيان
وَطن ڇڏي هِتي سانگَ تي آيُس، ڏِينهَن ہہ ٽي مهمان.
آدم آهيان تا ہہ حَياتِي، پوءِ نَڪو نِيشان.
دِل سَندي اِسرار جي، ڪَلَ پَوي ٿِي ڪانہ.
"ولي محمد" اِنهي ڳالھ کي ڳولِجُ، صُوفِي سَندي اُهڃاڻَ.

هن ڪلام جي وضاحت آهي تہ، تون اصل ڪير آهين؟ هن روءِ زمين تي اچڻ کانپوءِ، تون آدميت جو جامو پائي انسان ٿي آيو آهين. اصل پنهنجو وطن ڇڏي هتي ٿوري وقت لاءِ مهمان بڻجي آيو آهين. جيئن مارو ماڻهو مينهن وسڻ کان پوءِ لڏو لاهيندا آهن ۽ وَس چري اُها جُوءِ مٿائي هليا ويندا آهن. تيئن تون بہ هن حياتي تائين آدم جي صورت ۽ جسم ۾ آهين، حياتي ختم ٿيڻ کانپوءِ تنهنجو ڪو بہ نشان نہ رهندو. البتہ تنهنجي جسم ۾ هڪ خاص شيءِ قلب يا دل آهي، اُهو لافاني آهي، ان ۾ مالڪ پاڪ جو اسرار سمايل آهي. جنهن جي ڪنهن کي ڄاڻ ناهي. جيڪڏهن تون ان اسرار جو واقف ٿيڻ چاهين ٿو تہ پوءِ صوفين جي صحبت اختيار ڪر، جو صوفين واري رستي سان ئي ان ڳالھ جو اهڃاڻ توکي ملندو.

خاڪ پاءِ صوفيان
خادم الفقراء
**صوفي فقير امداد علي لغاري**
تاجپور شريف، ضلع مٽياري

# حضرت صوفي ابراهيم شاهہ بنگلہ ڏٺي
## (فقير صاحب جو مرشد)

صوفين جي سرتاج حضرت شاهہ عنايت الله شهيد في سبيل الله جن، سال 1130 هجري جي صفر مهيني ۾ شهادت جو جام نوش فرمايو. سندن مزار پُر انوار مٿان عاليشان روضو هن وقت بہ شهر جهوڪ شريف ۾ زيارت گاهہ خاص و عام آهي. سندن فيض، روحاني تعليم ۽ لافاني فڪر سڄي دنيا ۾ پکڙيل آهي. هي سلسلو جاري و ساري آهي.

حضرت شاهہ عنايت صوفي رحمت الله عليہ جن جي شهادت کان پوءِ بہ بہ ٽي سال انوقت سنڌ ۾ مقرر مغلن جي صوبيدار ۽ سندس نوازيل جاگيردارن جي ڏاڍ ۽ سختين سبب صوفين جي خاندان لاءِ توڙي صوفي فقراه لاءِ ڪافي مشڪلاتون ۽ تڪليفون پيدا ڪيون ويون، جنهن ڪري ڪو بہ خاطر خواه خانقاهي سلسلو قائم نہ ٿي سگهيو. پوءِ هندستان جي مرڪزي گادي واري شهر دهلي ۾ مقيم، حضرت شاهہ عنايت صوفي صاحب جن جي خاص خليفن جي ڪوشش سان جڏهن اصل حقيقتون ان وقت جي مغل بادشاهہ محمد شاهہ رنگيلي کي سمجهايون ويون تہ هن نوان احڪامات جاري ڪيا. صوفي شاهہ عنايت شهيد جي وچين فرزند صوفي عزت الله شاهہ "اول" ملقب "گُند پير" کي درگاهہ شريف جو سجاده نشين مقرر ڪيو ويو. سندن نالي سان نوان پروانہ جاري ٿيا. صوفين کان کسيل زمينون واپس ڪيون ويون ۽ حڪومتي سختي بہ ختم ٿي.

صوفي عزت الله شاهہ "اول" اٽڪل 55 سال مَسند نشين رهيا ۽ تاريخ 12 جمادالثاني 1187 هجري تي وفات ڪئي. ڪين صرف هڪ معصوم نياڻي جو اولاد هئو. انجي شادي سندن سؤٽ جي پٽ صوفي محمد زاهد شاهہ ولد پير ابراهيم شاهہ "ڏڀ واري" سان ڪرايائون.

صوفي عزت الله شاهہ "اول" جي وفات کان پوءِ سندن نياٽو محمد زاهد شاهہ شرف دامادي جي ڪري درگاهہ جهوڪ شريف جو ٻيون نمبر گادي نشين ٿيو.

صوفي محمد زاهد شاهہ تاريخ 17 صفر 1216 هجري ۾ وفات ڪئي. ڪين ٽي فرزند هئا، پهريون صوفي ابراهيم شاهہ، ٻيون صوفي فضل الله "شاهہ قلندر" ۽ ٽيون صوفي نور الله شاهہ. سڀني ۾ وڏو صوفي ابراهيم شاهہ درگاهہ جهوڪ شريف جو ٽيون نمبر سجاده نشين ٿيو. قدرت الاهي صوفي ابراهيم شاهہ کي اولاد ڪونہ ٿيو. سندن ڀاءُ صوفي فضل الله شاهہ کي هڪ نياڻي جو اولاد ٿيو، سندن آخري ننڍي ڀاءُ صوفي نورالله شاهہ کي ٻہ فرزند ٿيا، پهريون عزت الله شاهہ "سخي پير" ٻيون نمبر رحمت الله شاهہ "جوڳي پير".

صاحب ڪريم ابراهيم شاهہ تاريخ 21 محرم 1229 هجري تي وفات ڪئي. سندن ننڍو ڀاءُ صوفي نورالله شاهہ کانئن اڳ ۾ 17 ذوالحج 1227 هجري تي وفات ڪري ويو هو ۽ پويان ٻہ صغير فرزند ڇڏي ويو هو. هاڻي درگاهہ جهوڪ شريف تي وڏي ڄمار وارن بزرگن مان صرف صوفي فضل الله شاهہ داتا پير جن حال حيات هئا، جيڪي انوقت ڪبير سيال جي ڪوهہ (موجوده ضلع سانگهڙ) طرف رهائش پزير هئا. درگاهہ جهوڪ شريف جي اڪابر فقراء ۽ خاص خليفن جي عرض ڪرڻ تي پاڻ واپس درگاهہ جهوڪ شريف موٽي آيا.

صوفي فضل الله شاهہ "داتا پير" پاڻ گاديءَ تي ڪونہ ويناء البتہ سندن صغير ڀائٽئي صوفي عزت الله شاهہ ولد صوفي نورالله شاهہ کي شاهہ شهيد جا حال ڏاڍا ڀارائي گادي نشين ڪيائون. ڪين ذڪر حق جي تلقين پڻ داتا پير شاهہ قلندر جن پاڻ ڪئي. وڏي ٿيڻ تي پنهنجي نياڻي جي شادي بہ صوفي عزت الله شاهہ سان ڪيائون. هن صاحب ڪريم کي سندن سخاوت جي سببان "سخي پير" ڪري سڏيندا هئا. پاڻ درگاهہ جهوڪ شريف جا چوٿون نمبر گادي نشين ٿيا.

صوفي فضل الله شاهہ قلندر تاريخ 27 جمادالثاني 1243 هجري تي وصال فرمايو. سندن مزار مبارڪ درگاهہ جهوڪ شريف جي چوڪنڊي واري عمارت ۾ موجود آهي. هر سال سندن ساليانو ڏهاڙو وڏي اهتمام سان ملهايو ويندو آهي. صوفي شاهہ شهيد جي سالياني عرس مبارڪ کانپوءِ هي وڏو ڏهاڙو آهي.

صوفي فضل الله شاهہ جي وصال کانپوءِ سڄو امانت جو بار توڙي ظاهري انتظامي معاملات جي سنڀال ۽ ذميواريون گادي نشين صوفي عزت الله شاهہ "سخي پير" جي ڪلهن تي پيون. سندن ننڍو ڀاءُ صوفي رحمت الله "جوڳي پير" زماني جي ڪار وهنوار کان آزاد، قلندرانہ صفات جو حامل هو، جيڪو سڄي ڄمار مجرد رهيو.

صاحب ڪريم صوفي عزت الله شاهہ "سخي پير" جن تاريخ 22 ربيع الثاني 1258 هجري تي وصال فرمائي وياء پاڻ اٽڪل 29 سال شاهہ شهيد جي گاديءَ تي سجاده نشين رهيا. سندن وفات کانپوءِ سندن فرزند صوفي ابراهيم شاهہ، حضرت شاهہ شهيد جا پنجون نمبر گادي نشين ٿيا. فقراء کين "بنگلي ڏڻي" جي لقب سان سڏيندا هئا. صوفي بنگلہ ڏڻي سائين، حضرت فضل الله شاهہ قلندر جا ڏوهٽا هئا.

# صوفي صاحبن جو شجرو



صاحبزاده صوفي ابراهيم شاهہ اجان ننڍي عمر جا هئا تہ شاهہ شهيد جا گادي نشين ٿيا، انڪري پاڻ پنهنجي والد صاحب حضرت صوفي عزت الله شاهہ "سخي پير" کان ذڪر حق جي صوفيانہ تعليم حاصل نہ ڪري سگهيا. ان زماني ۾ فقير صاحب محمد صديق سومرو حال حيات هئو جيڪو حضرت شاهہ قلندر "داتا پير" جو دستِ بيعت طالب، ڪامل مرد فقير هو. ڪيس درگاهہ جهوڪ شريف جي وڏي خليفي وارو رتبو عطا ٿيل هو ۽ مرشدن طرفان "صادق شاهہ" جو لقب مليل هو. صوفي ابراهيم شاهہ، خليفہ صاحب محمد صديق سومري عرف صادق شاهہ کان صوفيانہ ذڪر اذڪار جي تعليم حاصل ڪئي ۽ اسم ذات پاڪ جي ڪمائڻ جو رستو پڇيائون. ذڪر وٺڻ کانپوءِ سخت مجاهدا ڪيائون. ايتري قدر محنت ۽ جُهد ڪيائون جو خود فقير صاحب صادق شاهہ بہ سندن ساراه ڪئي تہ "ٿوري وقت ۾ پاڻ طريقت ۽ معرفت جون منزلون طئي ڪري ويا آهن". فقير صاحب فرمايو تہ "سائين جن مَتَ جو پاڻي تہ پي ويا آهن هاڻي جيڪو نِڪر ۾ آلاڻ ۽ رَس آهي اُهو بہ چوسي پيا ڪِين".

فقير صاحب محمد صديق سومرو، درگاهہ جهوڪ شريف جو نوازيل ولايت جو صاحب، اولياء الله هو. سڄيءِ حياتي پنهنجي مرشدن جو خدمتگار ٿي رهيو. سندس وفات 11 رمضان 1265 هجري تي ٿي. وفات وقت سندس عمر تقريباً 95 سال هئي. فقير صاحب جي وصال کانپوءِ سندس اولاد پڻ اج تائين اُها ساڳي حاضري ۽ خدمت برقرار رکيو اچن ٿا.

فقير صاحب محمد صديق سومري، صاحبزاده ابراهيم شاهہ جن جي ڏاڍي نياز ۽ ادب سان پرورش ڪئي، هر مرحلي تي ۽ هر مهل موقعي تي پاڻ صدق دِل سان خدمتون سرانجام ڏيندا رهيا. قبلہ صوفي ابراهيم شاهہ بنگلہ ڏٺي پنهنجي هڪ ڪافي ۾ ان ڳاله جو ذڪر نهايت سهڻن لفظن ۾ ڪيو.

صادق ساجن مين نون مليا، تنهن تي فضل الله دا رليا
نال فقير كرم كر چليا، بات عجب بتايا يار.

جڏهن صوفي ابراهيم شاهه جواني جي عمر کي پهتا تہ فقير محمد صديق صاحب، صوفي خاندان جي تجل شريف وارن مخدومن وٽ سڱ گهرڻ ويا. پهريائين تہ صوفي صاحبن انڪار ڪيو، پر فقير صاحب جي مسلسل اصرار ڪرڻ ۽ نصيحت ڪرڻ تي آخرڪار رضامند ٿيا. پوءِ صاحب ڪريم ابراهيم شاهه جي شادي تجل شريف مان مخدوم سلطان علي شاهه جي دختر نيڪ اختر سان ٿي. کين بہ فرزند پهريون صوفي محمد زاهد شاهه، ٻيون محمد يوسف شاهه ۽ هڪ معصوم پاڪ سڳورا اولاد ٿيو. جنهن مان محمد يوسف شاهه صغير سني ۾ وفات ڪئي، سندس مزار داتا پير شاهه قلندر جي چؤڪنڊي ۾ اولهندي پاسي آخر ۾ آهي.

درگاهه تجل شريف تي حضرت شاهه شهيد رحمت الله عليہ جن جي ٽئين فرزند صوفي سلام الله شاهه جو تڪيو آهي، اتي سندن امانت طور مدفون ٿيڻ واري جاءِ تي قائم ٿلهو نهيل آهي. ان ٿلهي جي مٿان خيرپور رياست جي والي مير سهراب خان ٽالپور مقبرو تعمير ڪرايو. ويجهڙائي ۾تجل شريف جي صوفي خاندان طرفان ان مقبري جي جديد تعمير پڻ ڪئي وئي آهي.

حضرت سلام الله شاهه ٿر ڏٺي 54 ورهين جي ڄمار ۾ تاريخ 25 ذوالحج سن 1183 هجري تي وصال ڪيو. سندن جسد خاڪي کي امانت طور اتي مدفون ڪيو ويو، ٿوري ئي وقت کان پوءِ سندن وڏا برادر صوفي عزت الله شاهه جهوڪ شريف مان آيا ۽ سندن جسد خاڪي کي پاڻ سان کڻائي شاهه شهيد جي روضي

اندر مدفون ڪرايائون. اهڙي طرح سندن پهرين مدفون ٿيڻ واري جاءِ جي ڪري ان ڳوٺ کي تجل شريف سڏيو وڃي ٿو.

صاحب ڪريم صوفي ابراهيم شاهه بنگلي ڌڻي اٽڪل 11 سال حضرت صوفي شاهه شيهد رحمت الله عليہ جن جي گادي تي مسند نشين رهيا. پاڻ تاريخ 27 رمضان 1269 هجري تي وصال ڪيائون. سندن مزار مبارڪ جهوڪ شريف داتا فضل الله شاهه واري چؤڪنڊي ۾ آهي. سندن وصال کانپوءِ سندن فرزند صوفي محمد زاهد شاهه درگاهه معليٰ جهوڪ شريف جا ڇهون نمبر گادي نشين ٿيا.

صاحب ڪريم صوفي ابراهيم شاهه لاءِ مشهور آهي تہ پاڻ هڪ ڪچي ڪوٺي ٺهرائي ان ۾ رهائش اختيار ڪيائون. ڪنهن اهم ضرورت کان سواءِ ٻاهر ڪونہ نڪرندا هئا. اتي چلا ڪَشي ڪيائون. فقراء کين عقيدت وچان "بنگلي ڌڻي" جو خطاب ڏنو. سخت مجاهدي ۽ چلہ ڪشي جي ڪري سندن طبيعت ناساز رهندي هئي. ڦوهہ جواني جي عمر ۾ ئي وصال فرمايائون. آخر ۾ پاڻ معرفت جي وڏي منزل ماڻيائون ۽ ولايت جي اعليٰ و ارفع مقام تي فائز هئا. سندن سجاده نشيني واري دؤر ۾، حضرت شاهه شهيد رحمت الله عليہ ۽ سندن ناني سائين صوفي فضل الله شاهه "داتا پير" جي صوفيانہ تعليم ۽ فيض کي جاري رکيائون. سندن گهڻا ئي دست بيعت طالب ٿيا. خود سندن سالو صوفي عبدالستار شاهه "اول" جيڪو تجل شريف تي رهندو هئو، انهن بہ اسم مولا پاڪ جو سائين بنگلہ ڌڻي کان پڇيو هو. روايت آهي تہ فقير قادر بخش "بيدل" روهڙي واري بہ ساڻن ملاقات ڪئي هئي ۽ اهو بہ سندن نظر فيض اثر سان مستفيض ٿيو هو.

صوفي محمد زاهد شاهہ ولد ابراهيم شاهہ بنگلہ ڏٽي جن سال1292 هجري ۾ لا ولد وفات ڪئي، جنهن کان پوءِ تقريبا ست اٺ سال گادي خالي رهي. آخرڪار صوفي خاندان جي معزز شخصتين ۽ خاص فقراء جي تجويز ۽ حمايت سان قبلا صوفي عبدالستار شاهہ "اول" سال 1301 هجري ۾ درگاهہ جهوڪ شريف جا ستون نمبر گادي نشين ٿيا.

حضرت فقير ولي محمد سائين بہ صاحب ڪريم صوفي ابراهيم شاهہ "بنگلہ ڏٽي" جا دست بيعت طالب هئا، جنهن جو ذڪر سندس ڪلام ۾ ڪيو اٿن. ان کان علاوه ٻيا بہ ڪافي درويش سندن دست بيعت طالب ٿيا.

صاحب ڪريم صوفي ابراهيم شاهہ بنگلہ ڏٽي جون ٿاهيل ڪافيون موجود آهن، شاعري ۾ سندن تخلص "فقير" آهي.

سندن هڪ ڪلام جو ٽل تحرير ڪجي ٿو، آخري نالي واري مصرع مان تخلص ظاهر ٿئي ٿو.

مونکي ساٿي نہ نين ساڻ، پينر جيڏيون آءٌ نماڻي ٿي مران.
قوڙائي ۾ " فقير" چئي وت هئي هئي ڪندي هاڻ،
پينر جيڏيون آءٌ نماڻي ٿي مران.

صاحب ڪريم ابراهيم شاهہ جن جا گهڻا ڪلام چيل آهن هتي بہ ڪلام نموني طور پيش ڪجن ٿا.

(١)

تو بن يار پيارا، ڏکيا ڏاڍا ڏينهن لنگهن ٿا.

گهوريا سک سرتين جا، قاف پلا ڪيچين جا،
ٻَن اوهي عيش ڏهاڙا، دلبر ڪڙن دم ڏور پون ٿا.

چاڻ جيڏيون جي هوند چاتو، هوند نہ لاتم ناتو،
جانب جيءَ جا جيارا، ڇپر ڇڏي مُئي کي وندر وجن تا.

ڌانهون درد وندن جون، ناز موهي نيڻن جون،
ڦِرن ”فقير“ ويچارا، تُنهنجي صورتَ لئي سوين سِڪن تا.

(٢)

حسن کی فوج لوٹے ہوں، کہاں جاواں میں فریادی،
ھِجر کی تیغ کُسے ہوں، ویکھو سجناں کی بیدادی۔

پیالا مئے الستی کا، دیا پُرجام مستی کا،
ھڈّیا کلُ وھم ھستی کا، کیا از قید آزادی۔

گدا ہوں وَہ پیا در کے، خزاں ساماں سکندر کے،
بجز دیدار دلبر کے، عمر جاندی ہے افرادی۔

بجُا تخت سلیمانی، چہ دم عیسیٰ ز سریانی،
وِسر گئے ماہ کنعانی، دیکھیا چوں شاہ بغدادی۔

صفا صوفی میں رلتے ہوں، جگر کے جوش جلتے ہوں،
"فقیراں" پاس چلتے ہوں، کیا مجھے عشق اُفتادی۔

# فقير نواب ولي محمد لغاري صوفي جي طريقت جو سلسلو

سرتاج صوفيان حضرت شاه عنايت الله شهيد في سبيل الله صوفي القادري
(درگاهه جهوڪ شريف)
سندن دست بيعت:
- حضرت مخدوم سيد اسماعيل شاه رحمت الله عليه (ٺٽو).

سندن دست بيعت:
- حضرت مخدوم ابراهيم شاه "ڏڀ والا" رحمت الله عليه (جهوڪ شريف)

سندن دست بيعت:
- حضرت مخدوم محمد زاهد شاه "ڪلان" رحمت الله عليه (جهوڪ شريف)

سندن دست بيعت:
- حضرت صوفي فضل الله شاه قلندر "داتا پير" رحمت الله عليه (جهوڪ شريف)

سندن دست بيعت:
- اولياء صاحب حضرت محمد صديق فقير عرف "صادق شاهه" رحمت الله عليه صوفي فقير عمر ڪوٽ

سندن دست بيعت:
- حضرت صوفي ابراهيم شاه "بنگلي ڏٽي" رحمت الله عليه (جهوڪ شريف)

سندن دست بيعت:
- حضرت فقير نواب ولي محمد خان لغاري رحمت الله عليه (تاجپور شريف).

# سوانح حيات حضرت فقير نواب ولي محمد سائين صوفي القادري

ميران پور جي ٻاجهه تي، غم وهم سڀ ويا
ذاتيءَ جي ذوق مؤن، ڪُلي قلب پيا
عُقدَه دؤر دُنيا جا، صوفي صاف ڪيا
"ولي محمد" مطلب ٿيا، وريا ورق وصال جا

سر زمين سنڌ جي سدا سوڀاري مِٽيءَ ۾ ڪيئي لڪيٺا لال ۽ گوهر لڪل آهن جن جي آب و تاب، چمڪ ۽ دمڪ نہ رڳو پنهنجي ديس وارن جي اکين کي پنهنجي مَلڪُوتي نُور سان روشن ڪيو بلڪ ٻاهرين ملڪن جي اهل نظر ۽ بصيرت رکندڙ انسانن لاءِ پڻ روحاني ڪشش جو باعث رهيا آهن. سنڌ سڳوري جي انهن اَمُلهہ جواهرن جي کاڻ مان هڪ ناياب موتي فقير نواب ولي محمد خان لغاري پڻ ٿي گذريو آهي.

هن عظيم انسان پنهنجي روايتي جاه و حشمت کي ڇڏي اميرانا عادات و اطوار کان منهن موڙي، ٿنا جي سبق کي هينئين سان هَنڊائي، پنهنجي دل کي فقيرانہ راهہ تي لڳائي، سچن صوفين جي صحبت اختيار ڪئي ۽ دنيا جي سڀني آسائشن هوندي اميري ۾ فقيري ڪئي جيڪڏهن کين سنڌ جو ابراهيم بن ادهم رحمت الله عليه چئجي تہ وڌاءُ نہ ٿيندو.

**خانداني پسمنظر:**

فقير نواب ولي محمد سائين سنڌ جي مشهور لغاري نواب خاندان جو نامور فرزند ٿي گذريو آهي، پاڻ نواب احمد خان لغاري

جو وڏو فرزند ۽ ٽالپوري عهد جي عظيم مدبر ۽ سالار وزير اعظم نواب ولي محمد خان (اول) جو پوٽو هئو.

**وزير اعظم نواب ولي محمد خان (اول):**

وزير اعظم نواب ولي محمد خان (اول) هالاڻي واري فيصلہ ڪن جنگ (١١٩٦ هجري مطابق ١٧٨٢ع) ۾ پنهنجي سڄي قوم لغاري سان سرڪار مير فتح علي خان جي لشڪر ۾ شامل هو. هِن جنگ ۾ ڪلهوڙن کي مڪمل شڪست ملي ۽ ان کانپوءِ سنڌ ۾ ٽالپور گهراڻي جي حڪمراني واري دؤر جو آغاز ٿيو. جنهن ۾ چار يائر مير فتح علي خان، مير غلام علي خان، مير ڪرم علي خان ۽ مير مراد علي خان گڏجي حڪومت هلائڻ لڳا. ميرن جو اهو پهرين چئوياري وارو دؤر سنڌ جي سونهري دؤرن مان ليکجي ٿو ۽ انهيءَ سونهري دؤر جي اهم چمڪندڙ شخصيت وزير اعظم نواب ولي محمد خان هو.

سرڪار مير فتح علي خان جي وقت ۾ ئي نواب ولي محمد خان (اول) کي وزارت خارجہ توڙي داخلي اَمور جا اهم عهدا ڏنا ويا. مير صاحب جي وفات کانپوءِ پوين ٽنهي اميرن جي وقت ۾ نواب صاحب جي عزت ۽ اختيارات ۾ برابر واڌارو ٿيندو رهيو. کيس ڪابل جي بادشاهہ سان سڌيءَ طرح لک پڙهہ هلائڻ جي اختياري مليل هُئي. سنڌ ۾ آيل انگريزن جي وفد يا شاهہ ايران طرفان آيل سفارتڪارن سان مذاڪرات ڪرڻ، سنڌ جي سرحدن جي حفاظت ڪرڻ، مُلڪي سطح تي قبيلائي جهيڙن ۽ تنازعات جا نبيرا ڪرڻ وغيره مطلب تہ مير صاحبن جي حڪومت جي هر معاملي ۾ سندس شرڪت لازمي هئي ۽ سندس راءِ کي نهايت احترام ۽ اعتماد سان قبول ڪيو ويندو هئو. پاڻ هر ميدان ۾ هڪ ماهر شهسوار وانگر ڪامياب ۽ ڪامران رهيو. نهايت غير معمولي ۽ خداداد صلاحيتن سان نوازيل انسان هو. مير ڪرم علي خان ۽ مير مراد علي خان جو مٿس گهڻو اعتبار هئو. مير صاحبن

طرفان ڪيس (وزير بينظير) جو خطاب مليو ۽ وزارت عظميٰ جو قلمدان سندس حوالي ٿيو جيڪو آخر دم تائين وٽس رهيو. وزير اعظم نواب ولي محمد خان پنهنجي دانائي دور انديشي ۽ سياسي حڪمت عملي سبب جهڙو پنهنجي اميرن وٽ سرخرو هئو تهڙو سنڌ جي عوام ۾ پڻ مقبول هئو، دشمن به سندس ساراهه ڪندا هئا. اهوئي سبب آهي جو انگريز آفيسر ڊاڪٽر جيمس بَرنس جڏهن نواب صاحب سان ملاقاتون ڪيون تڏهن سندس روشن دماغ ۽ اعليٰ صلاحيتن کي ڏسي چيائين ته جيسيتائين نواب ولي محمد خان جهڙي شخصيت سنڌ حڪومت ۾ موجود آهي، تيسيتائين ڪوبه ڏاريو سنڌ کي فتح نه ٿو ڪري سگهي.

وزير اعظم نواب ولي محمد خان (اول) اٽڪل اسي ورهن جي ڄمار ۾ سال ١٨٣٢ع ۾ وصال ڪيو. ان بعد سندس وڏو فرزند نواب احمد خان سندس جاءِ نشين ٿيو.

**سردار نواب احمد خان:**

سردار نواب احمد خان هڪ دلير، بي ريا ۽ دٻدٻي وارو امير هئو. مير صاحبن جي ٻي چئوياري ۾، سرڪار مير نور محمد خان، مير محمد نصير خان ۽ سندن سئوٽن مير محمد خان ۽ مير صوبدار خان جي گڏيل حڪومت ۾ وزير هئو. مير نور محمد خان، خاص طرح نواب احمد خان جو گهڻو خيال رکندو هئو سندس عزت ۽ مرتبي جو لحاظ ڪندو هئو. درٻاري معاملن ۾ توڙي راڄوٽي ۽ عوامي فيصلن ۾ نواب صاحب جي راءِ کي وڏي اهميت حاصل هئي. پاڻ لغاري قوم جهڙي طاقتور قبيلي جو اڳواڻ هئو. مطلب ته نواب احمد خان ٽالپوري درٻار ۾ وڏي وزير جو درجو رکندڙ هڪ با اثر شخص هئو. مگر مير نور محمد خان جي وصال کانپوءِ سرڪار مير نصير خان جي زماني ۾ مير صاحبن ۾ گهڻو نا اتفاقي ۽ بي اعتمادي جي فضا پيدا ٿي، اصل وفادار، باعزت ۽ بي ريا وزيرنْ ۽ صلاحڪارن جي جاءِ تي گهٽ درجي وارن اميرن ۽

ڪوتاهه انديش صلاحڪارن کي اهميت ملڻ لڳي. اهڙي نا عاقبت انديشي ۽ فضول درٻاري سيا ست واري ماحول ۾ نواب صاحب دل برداشته ۽ بيزار ٿيو. پاڻ حيدرآباد واري رهائش کي ڇڏي، لاڙڪاڻي طرف پنهنجي جاگير ۾ رهڻ لڳو. مگر جڏهن انگريزن سنڌ جي هن آزاد ۽ خود مختيار حڪومت کي غلام بنائڻ لاءِ بدنيتي ۽ عهد شڪني اختيار ڪئي ته هن بهادر سالار انگريزن سان مقابلي ڪرڻ ۾ شروعات ڪئي. پنهنجي اميرن، ملڪ ۽ عوام سان وفاداريءَ جو ثبوت ڏنو. مياڻي جي مشهور لڙائي توڙي دُٻي واري جنگ ۾ هڪ سپه سالار جي حيثيت سان انگريزن سان لڙيو. ١٨٤٣ع ۾ سنڌ تي انگريزن قبضو ڪيو، پاڻ ڏارين حڪمرانن وٽ پيش ڪونه پيو بلڪ لڙائيءَ ۾ شڪست کانپوءِ ديره جات ۽ پنجاب ۾ وڃي اُتي جي قبائلي سردارن ۽ بلوچ راڄن کي انگريزن جي خلاف جهاد ڪرڻ لاءِ آماده ڪرڻ لڳو. مگر حالات ناسازگار رهيا جنهن ڪري ڪا خاص ڪاميابي حاصل نه ٿي سگهيس. سنڌ ۾ انگريزن جي حڪومت وڌيڪ مستحڪم ٿيندي وئي. آخر سندس مٿن مائٽن ۽ راڄ برادري جي زور پرڻ تي ڇئن سالن جي جلاوطني ۽ مسافرين کانپوءِ انگريز حڪومت جي اجازت ۽ طلب نامون ملڻ تي واپس سنڌ موٽي آيو، انگريز گورنر جنرل سر چارلس نيپئر سان روبرو ڪراچيءَ ۾ ملاقات ڪيائين مگر قومي غيرت ۽ پنهنجن اصلي اميرن سان وفاداري جي ڪري انگريز حڪومت طرفان ڏنل جاگيرون (جن جي ايراضي اٽڪل سوا لک کن ايڪڙ هئي) وٺڻ کان انڪار ڪيائين.

نواب احمد خان ڪراچيءَ کان واپس اچي پنهنجي ذاتي جاگير ديه مرزاپور ۾ سڪونت پزير ٿيو. اهيا جاگير اڳ ۾ تعلقه سڪرنڊ ۾ هئي، هاڻي تعلقه قاضي احمد ضلعه نوابشاهه ۾ آهي. نواب صاحب پنهنجي جاگير ۾ نئون ڳوٺ ٻڌو جنهن ۾ پنج سئو گهر، پنج کوهه ۽ باغ هئا. تقريبن ٽيويه سال اتي گذارڻ بعد اٽڪل اسي ورهين جي ڄمار ۾ تاريخ ٢١ فيبروري ١٨٧٠ع تي

وصال ڪيائين. سندس جسد خاڪي کي امانت طور اتي رکيو ويو. سال ١٨٨٢ع ۾ درياه شاهه ڳوٺ مرزانپور جاگير کي پائي ويو انڪري نواب احمد خان ۽ سندس پياء نواب غلام حيدر خان جا نعش اتان ڪيڊرائي درگاهه جهوڪ شريف تي سندس مرشد شاهه فضل الله قلندر جي چئوڪنڊي واري صَحن ۾ مدفون ڪيا ويا.

نواب احمد خان کي ٻه فرزند ٿيا. وڏو ولي محمد خان (ثاني) ٻيو ننڍو بخش علي خان.

## درگاهه جهوڪ شريف سان تعلق:

سنڌ جي لغاري نوابن جو هي خاندان پهرياڻين ٻين درويشن ۽ اوليائن جو مريد ۽ معتقد هئو. مگر سرڪار مير مراد علي خان جي وقت ۾ پهريائين نواب احمد خان درگاهه جهوڪ شريف جي مشهور بزرگ حضرت شاهه فضل الله قلندر جن جو دست بيعت ٿيو. ان ساڳئي وقت ۾ نواب احمد خان جو سڳو چاچو نواب غلام الله خان لغاري اول جيڪو عمرڪوٽ جو مير صاحبن طرفان گورنر هئو اهو پاڻ ۽ سندس فرزند نواب غلام شاهه خان ۽ نواب جان محمد خان (اول) ٻه حضرت صوفي شاهه فضل الله قلندر جا دست بيعت مريد ٿيا.

## نواب احمد خان، مير مراد علي خان ٽالپور ۽ صوفي فضل الله شاهه قلندر:

جڏهن نواب احمد خان صوفي صاحبن جو مريد ٿيو ته ان وقت سنڌ جو حاڪم مير مراد علي خان هئو. نواب احمد خان مير صاحبن جو خاص وزير مقرر ٿيل هئو هڪ دفعي مير صاحب مراد علي خان، نواب احمد خان کي چيو ته مونکي پنهنجو مرشد ڏيکار. نواب صاحب بظاهر هاڪار ڪئي مگر دل ۾ اهيو خيال ڪيائين ته مير صاحب وقت جو حڪمران آهي ۽ منهنجو هادي مرشد صاحبِ ولايت بي پرواهه ذات فقير آهي. ملاقات جي دوران جيڪڏهن اتفاقن مير صاحب طرفان ادب آداب يا تعظيم بجا

آخرڻ ۾ ڪا ڪوتاهي ٿي وڃي ۽ مرشد ڪامل رنجيده ٿي پوي تہ مير صاحب لاءِ توڙي خود نواب صاحب لاءِ چڱائي ڪانہ ٿيندي، تنهن ڪري پاڻ مصلحتن ان ڳالهہ کان لنوائي ويندو هو. آخر هڪ دفعو مير صاحب شڪار جي شؤق ۾ دڙي ۽ ميرپور بنوري جي ڪچي واري علائقي ۾ اچي ڪئمپ هنئي. بہ چار ڏينهن اُتي رهڻ ٿيو. اُتي وري بہ مير صاحب، نواب احمد خان کي چيو تہ هاڻ تہ تنهنجي مرشد جي آستاني کي ويجها آهيون. اسان کي بہ صوفي صاحب جي زيارت ڪراءِ جواب ۾ نواب صاحب عذر پيش ڪيو تہ جيتوڻيڪ توهان وقت جا حاڪم ۽ صاحب اَمر آهيو مگر منهنجا مرشد بہ زماني جا قلندر ۽ صاحب ولايت آهن. پهريائين ڪانئن ملاقات لاءِ اجازت وٺڻي پوندي. آخر مير صاحب جي زور پرڻ تي نواب صاحب، درگاهہ شريف تي آيو. پنهنجي مرشد حضرت شاهہ قلندر سان قدم بوس ٿيو. مير مراد علي خان جي ملاقات ڪرڻ ۽ حاضري پرڻ واري ڳالهہ بہ خدمت ۾ پيش ڪيائين، پر صوفي صاحب جن فرمايو ”ابا امير ۽ فقير جي ملاقات نهي ڪانہ ٿي بهتر آهي توهان مير صاحب کي هتي نہ آڻيو“. مگر وري بہ نواب صاحب جي عرض ڪرڻ تي صوفي صاحب جن راضي ٿيا. ملاقات لاءِ ڏينهن ۽ وقت مقرر ٿيو. پوءِ نواب صاحب موٽي وڃي مير صاحب سان سربستو احوال پيش ڪيو.

آخر مقرر ڏينهن تي مير مراد علي خان، نواب احمد خان سان گڏجي درگاهہ جهوڪ شريف آيو. تمام مختصر ماڻهو ساڻس گڏ هئا. انهن ۾ هڪ مرزا صاحب جيڪو درباري امير هئو. اهو بہ گڏجي آيو.

حضرت شاهہ فضل الله قلندر پنهنجي وقت جا ڪامل اؤلياءَ هئا. سندن صورت مان نور جون لاٽون نڪرنديون هيون ۽ ڪوبہ عام ماڻهو سڌو سنئون سامهون صورت ۾ نهاري ڪونہ سگهندو هو. تمام سادگيءَ سان رهندا هئا. هڪ ڪچي ڪوٺي جنهن ۾

صوفي صاحب جن جو تڪيو هئو ۽ جتي پاڻ رهائش پذير هئا. اتي پاڻ هڪ سادي رَلي وڇاراياڻون. پاڻ پنهنجي تڏيءَ واري جاءِ تي ويٺا رهيا. جڏهن مير صاحب مير مراد علي خان نواب احمد خان سان گڏ، سندن زيارت ۽ ملاقات لاءِ ان ڪوٺيءَ ۾ داخل ٿيو ته اهو مرزا صاحب به پنيان گڏجي آيو.

صاحبن ڪريمن، مير صاحب کي پليڪار ڪئي ۽ کيس رَلي تي ويهڻ جي آڇ ڪياڻون. مير مراد علي خان نهايت ادب ۽ احترام سان ويٺو ۽ گفتگو ۾ آداب ملحوظ خاطر رکيائين. خوش خير و عافيت ۽ مختصر گفتگوءِ ٿي. صوفي صاحب پاڻ وڏي مير شهزاد خان ٽالپور جو حوالو ڏنو ته اُهو حضرت شاهہ شهيد رحمت الله عليه جن جي شهادت وقت ڪلهوڙي يار محمد جو سپہ سالار هئو ۽ صاحبن شهيدن سان ڪيل عهد انجام وقت موجود هئو. مگر ڪلهوڙي حاڪم ۽ ٺٽي جي گورنر اهو انجام نہ پاڙيو ۽ صوفي شاهہ عنايت شهادت جو رتبو حاصل ڪيو.

ميَر مراد علي خان سان آيل مرزا صاحب ڪجهہ بحث مباحثي جي شروعات ڪئي. پهريائين سوال پڇيائين تہ حضرت علي عليه السلام جي باري ۾ توهان صوفين جو ڪهڙو عقيدو آهي. صوفي صاحب فرمايو ”شاهہ سيني جو شاهہ آهي، بيو ڪل گدا آهي“ سائين جن جو هي فرمان حضور پاڪ جي حديث جي عين مطابق آهي جنهن ۾ سردار دو جهان فرمايو (مَن ڪُنت مولا فَهٰذا عليٌ مولا).

بيهر پڇيائين تہ يزيد لاءِ توهان جو ڇا خيال آهي؟ صوفي صاحب نهايت تحمل سان فرمايو ( ابا اسان جي اندر ۾ هڪڙو يزيد ويٺل هئو ان سان جهيڙو ڪري مس مس ان کي ماري مات ڪيو اٿئون بئي ڪنهن يزيد جي ڪا يادگيري ڪونہ آهي).

سائين جن هن جواب ۾ پنهنجي نفس جي سرڪشي ۽ ان کي مجاهدي ۽ رياضتن سان مغلوب ڪرڻ جو اشارو ڏنو آهي.

هاڻي ساڳئي مرزا صاحب وڏيڪ حجت اختيار ڪئي ۽ سوال پڇيائين تہ "قبلا اسان ٻڌو آهي تہ صوفي قيامت تي يقين نہ ٿا رکن" مير مراد علي خان، توڙي نواب احمد خان کي مرزا صاحب جي اها حجت ۽ آزاد رويو ناگوار لڳو مگر خاموش رهيا. حضرت شاهہ قلندر صاحب جن جواب ۾ فرمايو "آبا تون پاڻ ئي ڪٿي مُنصف ٿي، حاڪمن سان گڏ آهين اميرانہ لباس پوشاڪ پائين ٿو، نرم ريشمي بسترن تي سمهين ٿو، لذيذ طعام تنهنجي دسترخوان تي کائڻ لاءِ موجود آهن. هر طرح عيش ۽ آرام جي زندگي گذارين ٿو. هيڏانهن هن فقير جو هي حال آهي جو جسم کي سادو سوٽي لباس پهريل آهي. هيٺ پراڻي تڏيءَ تي نشست آهي. پويان پٽ ۾ ڪاٺ جا ڪلا نوڪدار لڳل آهن. جو جڏهن بہ آرام خاطر پٽ کي ٽيڪ ڏيڻ جو خيال ٿئي تہ اُهي پُٺن ۾ لڳن ٿا. ڪاٺ جا وهاڻا سيراندي کان رکيا آهن آرام ۽ ننڊ اکين مان نڪري وئي آهي. انين پهر هڪ بہ لقمو کاڌي جو جسم جي تندرستي خاطر کائجي ٿو. ورنہ فقر ۽ فاقو هِن فقير جي حال سان آهي. ابا هاڻي تون ئي انصاف ڪر تہ قيامت کي تو مڃيو آهي يا اسان صوفين مڃيو آهي".

حضرت صوفي صاحب جي فرمان مطابق، ربّ ذوالجلال جي خَشِيت ۾ ربّ جا سچا ٻانها هر وقت مالڪ جي رضا خوشنودي حاصل ڪرڻ لاءِ هن دنيا جي سڀني عيش عشرتن کي ٺُڏو ڪري پنهنجي مولا جي نام ڪمائڻ ۾ مصروف آهن ۽ جيڪي سک ۽ عيش جي زندگي گذارن ٿا، بي ڊپا ۽ بي فڪر ٿي هن دنيا جي لذتن جي حاصلات لاءِ جدوجهد ڪن ٿا اهي ئي غافل آهن.

جڏهن گفتگو اهڙي موڙ تي پهتي تہ مير مراد علي خان سندس امير مرزا صاحب کي هلڪي چيڀ ڪڍي ۽ خاموش رهڻ جو اشارو ڪيو.

موڪلائڻ کان اڳ ۾ مير صاحب عرض ڪيو "قبلا اسان سائين جن جي خدمت ۾ جاگير پيش ڪرڻ چاهيون ٿا قبول ڪندا". صوفي صاحب جن پڇيو "ابا اها جاگير ڇا آهي"؟ مير صاحب وراڻيو "قبلا هڪ زمين جو ٽڪرو آهي" وري جواب ۾ صوفي صاحب فرمايو "ابا اهو زمين جو ٽڪرو جيترو توکي مليل آهي اوترو اسان کي به مليل آهي" مطلب ته پاڻ قبول نه ڪيائون. حضرت شاهه قلندر جي هن جواب ۾ اهيا معنيٰ سمايل آهي ته هن دنيا ڇڏڻ کانپوءِ قبر واري زمين جهڙي وقت جي بادشاهه کي حاصل آهي تهڙي ڪنهن فقير يا عام ماڻهو کي به ملي ٿي.

بهرحال آخر ۾ مير صاحب دعا لاءِ عرض ڪيو پاڻ فرمايائون "فقير تنهنجي سڪرات جو ضامن آهي". اهڙي طرح نواب احمد خان، مير صاحبن کي مرشد جي حضور مان ملاقات ڪرائي واپس وٺي ويو.

## فقير صاحب جي ولادت ۽ ننڍپڻ:

حضرت فقير ولي محمد سائين جي ولادت سال ١٢٥٢ هجري بمطابق ١٨٣٦ع حيدرآباد شهر جي پاڙي ٽنڊي ولي محمد ۾ ٿي جيڪو سندس ڏاڏي وزيراعظم نواب ولي محمد "اول" جو ٻڌايل هو ۽ فقير صاحب جو والد نواب احمد خان اتي رهائش پزير هو. ان وقت سنڌ جو حڪمران مير نور محمد خان ٽالپور هئو.

سندس پرورش شاهانه نموني سان شروع ٿي. مگر پاڻ اڃان ڇهن سالن جا مس هئا، جو انگريزن سنڌ تي قبضو ڪيو، مير صاحبن جي حڪومت جو خاتمو ٿيو. ڊُبي جي لڙائي کانپوءِ فقير صاحب جو والد محترم نواب احمد خان، انگريزن وٽ پيش ڪونه پيو، پاڻ پنهنجي عيال ۽ قبيلي سميت سنڌ مان نڪري ڪوهستان، ديرا غازي خان ۽ سيتپور پنجاب جي ميدانن جو سفر اختيار ڪيو. چاليه هٿيار بند گهوڙي سوارن جو جٿو پڻ ساڻس گڏ هئو. فقير ولي محمد سائين ۽ سندس ننڍو ڀاءُ بخش علي خان به

پنهنجي والد صاحب سان همسفر هئا. ڪيترائي زماني جا لاها چاڙها ڏنائون آخرڪار ٽن چئن سالن جي جلاوطني ڪانپوءِ نواب احمد خان پنهنجي اهل و عيال سميت واپس سنڌ آيو ان وقت فقير صاحب جن جي عمر اٽڪل يارنهن سال هئي ۽ سندس ننڍو ڀاءُ بخش علي خان نَون سالن جو هئو.

**تعليم ۽ تربيت:**

سنڌ ۾ واپس اچڻ بعد، عزيزن، رشتيدارن سان ملڻ ڪانپوءِ، نواب احمد خان سڌو ڪراچي ۾ سر چارلس نيپئر سان ملاقات ڪئي. ساڻس گڏ ٻئي صاحبزادا ولي محمد خان ۽ بخش علي خان به هئا. چارلس نيپئر اڳ ۾ ئي نواب احمد خان جي شخصيت کان متاثر ٿيل هئو ۽ ملاقات دؤران انگريز حڪومت طرفان اٽڪل سوا لک ايڪڙن تي مشتمل جاگيرن جا پروانا نواب صاحب جي حوالي ڪيائين ۽ سندس صاحبزادن کي سرڪاري خرچ تي هندستان جي وڏي تعليمي ادارن ۾ پڙهڻ لاءِ پڻ اهڙا آسرا ۽ صلاحون ڏنائين. مگر نواب احمد خان، انگريز گورنر جنرل جي ٻنهي پيشڪشن ۽ تجويزن کي رد ڪيو ۽ جاگيرن وٺڻ کان انڪار ڪيو. صرف پنهنجي لاءِ سندس ذاتي جاگير ۾ رهائش جي اجازت ۽ پاڻ لاءِ توڙي سندس اولاد لاءِ خانداني وقار عزت قائم رکڻ جي خواهش ظاهر ڪيائين. انگريز آفيسر، نواب احمد خان کي مير صاحبن طرفان ڏنل جاگير بحال ڪئي ۽ سندس نوابي جو خطاب ۽ قوم جي سربراه واري حيثيت کي سرڪاري طور نه فقط تسليم ڪيو، بلڪ اهو حق سندس اولاد لاءِ به تسليم ڪيو ويو.

ڪراچي ۾ انگريز گورنر جنرل سان ملاقات ڪري واپس موٽڻ ڪان پوءِ نواب احمد خان، جاگير مرزاپور تعلقه سڪرنڊ (موجوده قاضي احمد) ۾ پنهنجو ڳوٺ ٻڌي اچي وينو ۽ مستقل رهائش اختيار ڪئي. ولي محمد سائين جن جي باقائدي تعليم

جو بندوبست ٿيو. سندن استادن ۾ آخوند غلام محمد، ميان صادق ۽ ڳوٺ سعيد ڪنڊي جي بزرگن، ميان لقمان، ميان مقيم ۽ ميون سجاول جا نالا ملن ٿا. پاڻ مروجہ فارسي ۽ عربي جي تعليم حاصل ڪيائون. سندن تربيت ۾ سندن والد صاحب نواب احمد خان جو وڏو هٿ هو. نواب صاحب موصوف وٽ پنهنجو ڪتب خانو موجود هئو جيڪو سفر مسافرين ۾ بہ پاڻ سان سنڀالي ڪنيو هئائين.

فقير ولي محمد سائين جن جي تصنيفات، نثر توڙي نظم جي پڙهڻ ڪانپوءِ معلوم ٿئي ٿو تہ پاڻ ديني تعليم، فقہ، حديث، فلسفي توڙي شاعريءَ ۾ گهڻي ڄاڻ رکندا هئا. کين روشن دل ۽ دماغ عطا ٿيل هئو. مثنوي مولانا روم سان خاص شغف رهندو هئن. فقير صاحب جي تحرير ڪيل نثري ڪتابن ۾ جا بجا ڪلام اِلاهي ۽ احاديث سيدنا خيرالبشر صلي الله عليه وسلم جا حوالا تمام مناسب عالمانہ انداز ۾ ڏنل آهن. سندن شاعري ۾ تصوف جي معنوي نڪات ۽ نظريہ وحدت الوجود جي سهڻي اُپٽار ٿيل آهي. پاڻ شريعت ۽ طريقت کي اهڙي نموني سان ملائي پيش ڪيو اٿن جو سندن ڪلام ٻڌڻ ڪانپوءِ وڏا وڏا صاحب شريعت ۽ ظاهري علوم جا ڄاڻو بہ داد ڏيندا رهن ٿا.

**مرشد وٽ دست بيعت ٿيڻ:**

ديه مرزانپور جاگير ۾ مستقل سڪونت اختيار ڪرڻ ڪانپوءِ نواب احمد خان پنهنجي مرشد جي آستاني تي حاضري ڏيڻ لاءِ درگاهہ جهوڪ شريف آيو. ساڻس گڏ ٻئي صاحبزادا بہ ساڻ هئا. ان وقت حضرت صوفي فضل الله شاهہ داتا پير جن برقعو مٽائي ويا هئا ۽ حضرت شاهہ شهيد رحمت الله عليه جن جي گادي تي قبلہ صاحب ڪريم صوفي ابراهيم شاهہ مسند نشين هئا. جن کي فقراءُ عام طرح ”بنگلہ ڌڻي“ جي نالي سان سڏيندا هئا. درگاهہ شريف تي قيام دؤران نواب احمد خان پنهنجن صاحبزادن کي

حق جي تلقين وني ڏيڻ لاءِ قبله صوفي ابراهيم شاهه بنگله ڏٿي جن کي عرض ڪيو۽ حضرت صوفي صاحب نهايت ڪرم نوازي فرمائي فقير ولي محمد سائين ۽ سندس ننڍي ڀاءُ نواب بخش علي خان کي اسم ذات جي تلقين ڪري دست بيعت ڪيو. ان وقت حضرت فقير ولي محمد سائين جن جي عمر اٽڪل ١٣ يا ١۴ سال ڪن هئي. اهڙي طرح ننڍي عمر ۾ ئي پاڻ پنهنجي رهبر هادي جي ٻڌايل طريقي مطابق طريقت جي راه تي گامزن ٿيا.

فقير صاحب هڪ ڪلام ۾ پنهنجي مرشد هادي جي نالي کي واضع ڪيو آهي جيڪو پيش ڪجي ٿو.

ٿلهه: مُونکي هوت نه ڪيو ڄاڻ پينر جيڏيُون،
آئُون اَڻ سُونهين ٿِي وَڃان.

جَتَن سَنجهيئِي وِڌا، چورِي اُنَن تي پَلاڻ.
ڏُونگر جي واٽـِن تي، مُنهنجِي ڪانهي ڄاڻ سُڃاڻ.
ڏيئِي باهِه ڀَنيور کي،وَوُڙُون ڏِينديَس ڪيڇين ڪاڻ.
صُورت ٻاروچَل جِي، اِهو ثَمَر اَتَم ساڻ.
لَڪَن جي لوڏِن ۾، ٿِيندو آري مُون اڳواڻ.
"ولي محمد" حامِي ٿِيندَم، هاٿي بَنگلي ڏَٿِي پاڻ.

هيٺ پيش ڪيل ڪلام ۾ پنهنجي مرشدن طرفان عطا ڪيل فيض ۽ فضل جو بيان ڪيو اٿن.

ٿلهه مِيرانپُور جي مِير، ڪئِي فتح فقير جِي.

"وَهُوَ مَعَڪُم اين ماڪُنتُم"، حَق ڏِني دِلڏِير.
ويا رَقيبَ خُوار خِجِل ٿِي، ڪا نه چَليَن تَدبِير.
ٿِيون واڌايُون گهر گهر شاديُون، کُلِي بَهارَ جِي هِير.
حَق پيارِيا خيرَ سان، هاٿي موڪ مَهيُون ۽ کِير.
"ولي محمد" ڪَر شڪر اِلاهِي، حامي ٿِيو دستگِير.

**جواني جو زمانو:**

فقير صاحب جن هڪ با اثر حڪمران گهراڻي ۽ اميراڻي گهر ۾ جنم ورتو هو. سندن پرورش شهزادن وانگر ناز و نعم سان ٿي هئي. مگر گردش زمانہ سبب سنڌ جي حڪومت غيرن جي قبضي ۾ اچي وئي، جنهن ڪري فقير صاحب جي خاندان تي انهي سياسي انقلاب جو تمام وڏو اثر پيو، پاڻ ننڍي عمر ۾ ئي مسافري ۽ غريب الوطني جون سختيون سنائون. تقريبن ٣، ۴ سال خانہ بدوش ٿي رهيا. واپس سنڌ آيا تہ انگريز سياه و سفيد جا مالڪ هئا. جتي ٽالپرن ۽ بلوچي سردارن جو حڪم هلندو هئو، اتي هينئر انگريز بهادر جو آرڊر قانوني حيثيت اختيار ڪري چڪو هو. مير صاحبان جيڪي سنڌ جا مقبول ۽ مهربان حاڪم هئا، سي قيدي جي حيثيت ۾ ڪلڪتي ۽ پونا ۾ نظربند هُئا. انهن مڙني ڳالهين جو فقير صاحب تي ننڍي عمر ۾ ئي گهرو اثر پيو. دنيا دورنگي جي بي وفائي ۽ بي ثباتي جو سندن دل تي چٽ نقش چٽجي ويو ۽ هن فاني جهان کان سندن دل مڙي وئي. پاڻ فقيري راهہ ڏي مائل ٿيا. مٿان صوفي صاحبن جي نظر ڪيميا اثر، سون تي سهاڳ جو ڪم ڪيو. پاڻ هن مانجهاندي جي ماڳ جي حقيقت کي سمجهي سک عيش سڀ ٿڏا ڪري انهي محبوب حقيقي جي راز کي پروڙڻ لاءِ برهہ جي بحر ۾ ٽاهي پيا. ذڪر فڪر ۽ مراقبي کي پنهنجو مشغلو بنايائون.

”ولي محمد“ جي ڄاڻين هن حال جي حقيقت
ڇڏ حرص جي بحر کي، گهڙ عشق جي نديءَ ۾

سندن ڪلام ۾ پاڻ هن طرح پنهنجي خيالات جو اظهار ڪيو اٿن.

تلهه: ڇڏي دَعويٰ اَميرِي جِي، پَسند ڪَيم رَمزَ درويشِي.

صُوفِي ڏيئِي جامُ وَحدَت جو، ڏيکارِيم سَير بيرَنگِي،
ڇَيائِين يادِ رَکُ دل تي، نہ ڪجُ هَرگز فراموشِي.

" وَفِيَ اَنُفُس" اَتئِي مَطلَب، سَيو گُجهہ قَلب جي اَندَر،
نِهارِجْ پاڻَ ۾ پَنهنجو، ڪري دِن رَين سَرجوشِي.

نَڪِي آهِين اَصُل آدَم، نَڪا تُنهنجِي ذاتِ ۾ نالو،
هِتي آهِين بَنِي آدَم، رَکج پَنهنجِي پَرده ۾ پوشِي.

"ولي محمد" نہ ڪَر ظاهِر، طرِيقَت جي ڪُفر جو گُجُهہ،
ڏِسي پَنهنجِي ذاتِ مَعنيٰ ۾، وِسارِجْ سَڱ ۾ خَويشِي.

تلهه: ٻُڌي رات وِصال جُون وايُون، لاهي ڇَڏيم لِباس اَمِيرِي.

شَمس حُسن جي ڪَئِي روشنائِي، وِسري وِيئِي ٻي سَيڪائِي،
اِچِي عشق ڏِنم واڌايُون، تُنهنجِي پِئِي مَقبول فقِيري.

بارَ بِرهہ جا اِيندا جَن تي، لوڪَ مَلامت رَکندا تَن تي،
پَرگُهور نيڻن جي گهايُون، سي تہ ڪهڙي ڪندا دِلگِيري.

عشق اِمام ٿِيو جَن اڳ ۾، هوڪو اَنَاالْحَق سُئو ساري جَڳ ۾،
ڪي تہ راز اکيون ڏِسي آيُون، کُليا گُلَ گُلزار ضَمِيري.

"ولي محمد" جيڪي عشق جا طالِب، تيا تَنِين جا سَيئِي مُطالب،
سي تہ ڪِين پُڇن ٻيون جايُون، ٻِينا اَمُر مَڃِي تَقدِيري.

سال ١٨٧٠ع نواب احمد خان جي وصال کانپوءِ، فقير صاحب جن، وڏي فرزند هئڻ جي حثيت ۾ قوم لغاري جي سرداري واريءَ پڳ جا وارث ٿيا، انوقت سندن عمر چوٽيه سال هئي. خود انگريز حڪمرانن وٽ ڪين با عزت رتبو ۽ مقام حاصل هئو. ڪمشنر صاحب سنڌ جي دربار ۾ پهريون ٿي ڪرسيون مير صاحبان جي اولاد کي ملنديون هيون ۽ چوٿين ڪرسي فقير صاحب نواب ولي محمد سائين کي ملندي هئي. ڪين اعليٰ سطحي سرڪاري گڏجاڻين ۾ جنهن جو سربراه بمبئي مان آيل گورنر يا سنڌ جو ڪمشنر هوندو هئو، خاص طرح دعوت نامه جاري ڪري شريڪ ٿيڻ لاءِ مدعو ڪيو ويندو هئو. فقير صاحب سان سرڪاري عملدار يا معزز امير ۽ خاندان جڏهن به لک پڙهه ڪندا هئا يا خط وغيره لکندا هئا ته سرنامه ۾ سردار نواب ولي محمد خان، فرسٽ ڪلاس جاگيردار، هيڊ فيملي ان سنڌ ۽ ٻين اعليٰ القابن سان لکندا هئا. مگر سندن طبيعت تي فقيري رنگ غالب هئو.

جڏهن چاليهن سالن جي عمر ۾ پهتا ته حڪومت جا معاملات توڙي جاگيرن جي سنڀال جو انتظام ۽ راڄ برادري سان نشست و برخواست پنهنجي ننڍي ڀاءُ نواب بخش علي خان جي حوالي ڪري ڇڏيائون، درويشي اختيار ڪيائون ۽ گوشه نشيني ڏي لاڙو رکيائون. اهڙي طرح سنڌ جو هي نوابزادو ظاهري تڪبر ۽ غرور کي ڇڏي، دنياداري جي لذتن ۽ خواهشن کان منهن موڙي، حقيقي عشق جي ميدان ۾ پير پائي، نينهن جو نغارو وڄائي سچو صوفي ۽ اهل دل درويش بنجي پيو.

### تاجپور ۾ سڪونت اختيار ڪرڻ:

سال ١٢٩٥هجري بمطابق ١٨٧٧ع ۾ جڏهن درياه، فقير صاحب جي ذاتي زمين جاگير مرزانپور واري وڏي ايراضي کي

پائي ويو تہ انجي عيوض انگريز حڪومت طرفان ڪين ديھہ جھوجھاڻ ۽ ديھہ سيرچا ۾ ڏھہ هزار جريب ٻي زمين ملي، جيڪا ايراضي هن وقت ديه احمد ٻگھيو ۽ ديه پٽ پيرل ۾ آهي. سال ١٣٠٠ هجري مطابق ١٨٨٢ع ڏاري مرزانپور جاگير ۾ فقير صاحب جن جي ڳوٺ کي بہ درياھہ پائي ويو. جنهن ڪري سندن ٻيا عزيز قريب جيڪي اڳيئي تاجپور ۾ رهائش پذير هئا. انهن جي خواهش ۽ اصرار تي پاڻ تاجپور ڳوٺ ضلع حيدرآباد (هاڻوڪو ضلع مٽياري) ۾ لڏي آيا. سال ١٣٠١ هجري مطابق ١٨٨٣ع ۾ پنهنجيون حويليون ۽ اوطاقون ٺهرائي مستقل طرح سڪونت پذير ٿيا.

## جھوڪ شريف ۾ مجاهدا ۽ رياضتون ڪرڻ:

تاجپور ۾ مستقل رهائش ڪانپوءِ درگاھہ جھوڪ شريف ڏي جلدي جلدي وڃڻ لڳا. اتي ڏھا ۽ چاليها ڪڍيائون. هڪ دفعي تاجپور کان تيار ٿي درگاھہ شريف ڏي روانا ٿيا، جڏهن گاجاھہ موري وٽ پهتا اتي درگاھہ جھوڪ شريف کان موٽي ايندڙ فقراء سان سندن ملاقات ٿي. فقير صاحب سان سواريءَ جا گھوڙا، سامان سان پريل اٺ ۽ خدمتگار ملازم بہ ساڻ هئا. ظاهر ۾ اميرانہ طور طريقو ڏسي انهن فقيرن اچي پڇا ڪئي تہ هي قافلو ڪنهنجو آهي؟ ۽ ڪيڏانهن وڃڻ جو ارادو آهي. جڏهن کين ٻڌايو ويو تہ نواب ولي محمد سائين پنهنجي مرشد جي درگاھہ تي وڃي رهيا آهن تڏهن هڪ فقير ٽوڪ طور چيو تہ درگاھہ جھوڪ شريف جي وڃڻ لائق ٿيا آهيو جو اوڏانهن وڃڻ جو قصد ڪيو اٿو؟ جڏهن ايها ڳالھہ خادمن فقير صاحب سان ڪئي تڏهن پاڻ گھوڙن اٺن تان سامان لهرائي اتي ئي ويهي رهيا، فرمايائون هاڻي جڏهن درگاھہ جھوڪ شريف وڃڻ جھڙا ٿينداسون تڏهن اوڏانهن ويندا سون. پاڻ عارضي طور چنا ڇپر ناهي اتي رهي پيا. تقريبن ٻارنهن مهينا اتي جوڳ ڪمايائون، پوءِ درگاھہ جھوڪ شريف

تان صاحب ڪريم قبلا عبدالستار شاهہ (اول) پنهنجو صاحبزادو موڪليو جنهن اچي فقير صاحب کي جوڳ مان اٿاريو ۽ پاڻ سان ونئي درگاهہ شريف ڏي روانہ ٿيا. جيئن جيئن سندن عمر وڌي ٿيندي وئي تيئن تيئن مٿن فقيري رنگ وڌيڪ چڙهندو ويو. چوونجاهہ سالن جي عمر ۾ زريدار(مرصع تاج) بدلائي فقيري تاج پاتائون.

فقير صاحب جن قدآور، ويڪري ڇاتي ۽ مضبوط جسم جا مالڪ هئا، خوبصورت چهرو ۽ ڪشاده پيشاني هئن، باوقار شخصيت جا حامل هئا. نهايت نرم طبيعت، بردبار، سنجيده مزاج ۽ حليم الطبع هئا. سندن محفل ۽ ڪچهريءَ ۾ امير ۽ فقير حاضري ڀريندڙ هئا. حسب مراتب سڀ ڪنهن سان گفتگوءِ ۽ حال احوال ڪندا هئا. جيڪڏهن ڪو سندن تعريف ڪندو هئو تہ انڪساري اختيار ڪندا هئا. سندن گفتگوءِعالمانہ ۽ مُدَلِل هوندي هئي. مطلب تہ سندن بود و باش ۽ روز مره جي طور طريقن ۾ فقيرانہ عادات ۽ بزرگن وارو عڪس نمايان نظر ايندو هئو.

مٿي ذڪر ڪيل آهي تہ فقير صاحب ولي محمد سائين درگاهہ جهوڪ شريف جي گادي نشين ،حضرت قبلہ ابراهيم شاهہ "بنگلي ڏٺي"جا دست بيعت طالب هئا. صاحب ڪريم حضرت ابراهيم شاهہ "بنگلي ڏٺي"، تاريخ ٢٧رمضان سال ١٢٦٩هجري جي وصال فرمايو. فقير صاحب ان وقت اڃان سترنهن سالن جا هئا. حضرت بنگلي ڏٺي کانپوءِ سندن فرزند صوفي محمد زاهد شاهہ عرف وسڻ شاهہ حضرت شاهہ شهيد جا سجاده نشين ٿيا.

قبلہ صوفي محمد زاهد شاهہ ان وقت اوائل جواني جي عمر ۾ هئا پاڻ پنهنجي والد صاحب کان اسم ذات پڇيو هئائون ۽ دست بيعت ٿيل هئا. ابتدا کان ئي ذڪر اذڪار کي ڪمايائون، مراقبي ۽ مجاهدي ۾ ايترو مشغولي اختيار ڪيائون جو ٿوري عرصي ۾ ئي سلوڪ جون ڪافي منزلون طئي ڪري پاڻ وڏي منزل جا صاحب ٿي پيا. فقير ولي محمد سائين جن جي صحبت، حضرت

صوفي صاحب جن سان گهڻي ٿي. فقير صاحب جن پنهنجي اولاد کي ٻڌائيندا هئا تہ اسان طالب دست بيعت حضرت بنگلہ ڏٺي شيخ ڪامل جا آهيون پر بعض ذڪرن جي سمجهاڻي ۾ روحاني راهہ جي پنڌ ۾ اسان کي سائين محمد زاهد شاهہ صوفي صاحب جن جي رهنمائي بہ حاصل ٿي آهي.

جڏهن سال ١٢٩٢هجري ۾ قبلہ صاحب ڪريم محمد زاهد شاهہ لا ولد وصال ڪيو تہ حضرت شاهہ شهيد جن جي گادي خالي ٿي پئي. انوقت حضرت محمد زاهد شاهہ جي همشيره صاحبہ (پاڪ سڳورا) حال حيات هئا. فقراء ۾ ڪين (خير شاهہ) جي نالي سان ياد ڪيو ويندو آهي. ست سال گادي خالي رهي، اندران حويلي مان پاڪ سڳورا احڪامات جاري ڪندا هئا ۽ ان وقت جا فقراء ۽ خليفا سندن حڪم مطابق عمل ڪندا هئا. انَ دؤر ۾ تاجپور جي فقير نواب غلام الله خان (اول) جو فرزند نواب دوست محمد خان باقائده درگاهہ شريف تي رهندڙ هئو ۽ هر معاملي ۾ خدمتون سرانجام ڏيندڙ هئو. حضرت فقير ولي محمد سائين گاهي بہ گاهي درگاهہ جهوڪ شريف تي اچي رهندا هئا ۽ درگاهہ جي ڪم ڪار ۽ خدمت ۾ حصو وٺندا هئا.

درگاهہ جهوڪ شريف جي وڏن خليفن ۽ فقراء جي اڪابرين ۾ هن عاليشان خاندان ۽ درگاهہ شريف جي مستقبل بابت غور ويچار ۽ تبادلہ خيالات ٿيندا رهندا هئا. ان ساڳئي زماني ۾ قبلہ عبدالستار شاهہ (اول) جيڪي صاحب ڪريم محمد زاهد صوفي صاحب ۽ سندن همشيره پاڪن سڳورن جا سڳا ماما هئا ۽ اندران حويلي تان پاڪن سڳورن جي احڪامات کي پاڻ روبرو ٻڌي، سمجهي ان مطابق فقراء کي هدايتون ڏيندا هئا.

آخر سال ١٣٠١هجري ۾ پاڪن سڳورن جي مرضي ۽ خاص فقراء جي حمايت سان قبلہ عبدالستار شاهہ (اول) حضرت شاهہ شهيد جي گادي تي حال ڏاڍا پهري رونق افروز ٿيا. هتي اهيو ڄاڻائڻ ضروري آهي تہ قبلہ عبدالستار شاهہ (اول) بہ صاحب

ڪريم قبلہ ابراهيم شاهہ بنگلہ ڏٽي جا دست بيعت طالب هئا. پاڻ جڏهن گادي تي وينا تہ هم مرشد هئڻ جي ناتي ۽ قدرتي طور طبيعت جي ميل جول سبب ان فقير صاحب ولي محمد سائين سان سندن قرب ۽ محبت جو گهرو ۽ گهاٽو تعلق قائم ٿيو. اڄان تائين ڪجه مڪتوبات ۽ ڪاغذات موجود آهن جن ۾ سندن درميان خط و ڪتابت جو ثبوت ملي ٿو.

هڪ دفعي درگاهہ شريف جو مريد ستار ڏنو فقير لوڌو، سندس ڳوٺ کان درگاهہ جهوڪ شريف اچڻ لاءِ روانو ٿيو. جڏهن دڙي شهر جي ويجهو آيو تہ نماز جو وقت ٿيو. فقير اتي قائم ٿيل وڏي مسجد ۾ نماز جي ارادي سان داخل ٿيو. فقير کي سادو لباس پهريل هئو ۽ مٿي تي صوفين طرفان عطا ٿيل گيڙو رنگ جو پٽڪو بہ ٻڌل هئو. جڏهن وضو ڪري مسجد ۾ نماز ادا ڪرڻ لاءِ اچي بيٺو تہ اُتي مسجد ۾ ان وقت جو وڏو عالم مولوي حميد الله صاحب بہ ويٺل هئو. اُن فقير ستار ڏني کي سڏي چيو تہ ”گيڙو رنگ واري ڪپڙي سان تنهنجي نماز ڪانہ ٿيندي تون ٻيو ڪپڙو مٿي تي ڪري نماز پڙهہ“. فقير ستار ڏني کي ڏاڍو ڏک ٿيو مگر اڳيان بہ وڏو عالم هئو ان ڪري بنا ڪنهن بحث مباحثي جي ٻئي ڪپڙي سان مٿو ڍڪي نماز پڙهي اڳتي روانو ٿيو ۽ سڌو درگاهہ جهوڪ شريف اچي پهتو. سائين عبدالستار شاهہ صوفي صاحب جن محفل ڪيو وينا هئا. فقير ستار ڏنو اهو گيڙو پٽڪو ڪڇ ۾ ڪنيو آيو ۽ سڌو سائين جن جي اڳيان ڪڇ مان ڪڍي ڪٽي سامهون رکيائين ۽ چيائين قبلہ جنهن گيڙو سان نماز نٿي ٿئي اهو گيڙو اوهين طالبن کي پاڪر ڪري ڇو ٿا ڏيو. سائين عبدالستار شاهہ (اول) جن ڪيس ويهاري آرام سان حال احوال ورتا. پوءِ پاڻ فرمايائون تہ ”جيڪڏهن ڪو عام ماڻهو گيڙو رنگ واري ڪپڙي تي اعتراض ڪري ها تہ ان کي مناسب جواب ڏجي ها. هاڻي وقت جي هڪ عالم هي اعتراض ڪيو آهي انڪري انکي عالمانہ

ثبوتن سان جواب ڏبو". صاحبن ڪريمن جلد ئي درگاھ جھوڪ شريف جي وڏن خليفن، پڙھيل لکيل فقيرن ڏي اھڙي قسم جا خط لکيا ۽ کين مناسب جواب ڏيڻ لاءِ تاڪيد ڪيائون. ڪجھ وقت اندر مختلف فقراء ۽ خليفن وٽان اھڙي قسم جا جوابي مضمون سائين جن کي موصول ٿيا.

حضرت فقير ولي محمد سائين جن بہ مرشدن جي امر مطابق ان سلسلي ۾ ھڪ تحرير رقم ڪئي جنھن ۾، ڪلام اِلاھي، حديث پاڪ رسول خدا صلي الله عليه وسلم ۽ بزرگان دين جي قولن، مثنوي مولانا روم جي چيده چيده اشعارن سان گيڙو رنگ بابت ۽ عالمن جي نامناسب بغض ۽ حسد واري رويي بابت دليل ڏنا اٿن.

صاحبن ڪريمن حضرت فقير ولي محمد سائين واري تحرير ڪيل مضمون کي پسند فرمايو ۽ ڪنھن معتبر ماڻھو ھٿان اھو تحرير ٿيل مضمون مٿي ذڪر ڪيل آخوند مولوي حميدالله ڏي ڏياري موڪليائون. جڏھن مولوي حميدالله صاحب دڙي واري اِھو مضمون پڙھيو تہ فقير صاحب طرفان ڏنل مضبوط دليلن جي ڪري ايتري قدر قائل ٿيو جو چيائين تہ "ھاڻي آئون پاڻ گيڙو رتو ڪپڙو پائڻ لاءِ تيار آھيان". حضرت صاحب ڪريم عبدالستار شاھ جن ڏاڍو خوش ٿيا ۽ جڏھن فقير صاحب جن درگاھ جھوڪ شريف آيا تہ روبرو صوفي صاحب جن کين آفرين فرمايو ۽ دعا سان نوازيو.

سال ١٣١٨ھجري مطابق ١٩٠٠ع ۾ حضرت قبلہ عبدالستار شاھ (اول) جن وصال فرمايو، ڪانئن پوءِ سندن وڏو فرزند قبلہ صوفي شھاب الدين صاحب، حضرت شاھ شھيد جا گادي نشين ٿيا. عام طرح کين فقراء ۾ سائين غوث بخش شاھ جي نالي سان سڏيندا آھن. ان وقت فقير صاحب ولي محمد سائين حال حيات ھئا ۽ سندن عمر تقريبن ٦٦ سال ھئي. پاڻ سنڌي ۽ فارسي ٻوليءَ

۾ صوفي صاحب جي گادي نشينيءَ واري خاص موقعي کي ڪلامن ۾ اظهار ڪيو اٿن.

ٿلهه: ڏسو قُدرت رَمز اِلاهِـي، جَنهن ۾ جاءِ عقل جِي نہ ڪا ئِي

شُهاب الدِين صُوفي صاحِب جي، قُدرت جوتِ جَڳائِي،
شاهہ شَهِيد عَطا ڪَيُس سِر تي، تاج مُبارڪ شاهِي.

مَعرفَت جواُپرِيو تارو، جنهن ڪيڏِي ڪئِي روشنائِي،
جُتي توب مَنادِي ڪيائِين، تِيو آواز سَمائِي.

تِي سَجاده نَشِينِي ظاهر، مُلڪن ۾ اِها وائِي،
ويٺو مَسندِ مَرد مُڪمل، ڪُل وِلايَت آئِي.

"ولي محمد" هلِي مِيرانپُور ۾، ڏي سَجدا دِلجائِي.
جهوڪ شَهر کي جهوڪ مَنجهُون، ڪٿي حَق عَرفاتِ بَنائِي.

اهڙي طرح فارسي ۾ جوڙيل غزل ۾ بہ قبلہ صوفي شهاب الدين شاهہ جي سجاده نشيني جو ذڪر نهايت خوشي ۽ دعائن سان ڪيو اٿن، پيش ڪجي ٿو.

اَيا وَسيله مُريداں تُرا بِشارَت باد،
هزار بار بِشارت زحقِ عنايَت باد.

عَطا نمُود خُدا بَر تو تاج شاهِ شَهِيد،
گرفت جَلوۀ تَلقِين با اِستقامَت باد.

زَهے نَصیب ز دَرگاہِ حَق شُدہ بَر تو،
رَسید اَوجِ کَرامَت بَتو سَلامَت باد.

شَنیدَہ اَم کہ تو مَسنَد نُمودَۂ قائم،
اَزیں جُلوسِ حَقِیقِی بَتو کَمالَت باد.

بہ حاسِدانِ ترا کرد حَق خَرابِ خِجل،
نِفاق وار ترا ھم بَدر زَوالَت باد.

دُعائے اَھلِ دِلاں مُستَجاب کَرد خُدا،
بُود بَشامِلِ حالَت بَتو ھدایَت باد.

ندا رَسید ز غیبم شُھابُ الدّین صُوفی،
کُنَد ظھور چُو مھدی بَتو اِمامَت باد.

تِرا سجادَہ نَشِینِی ز حَق شُدہ حاصِل،
چو تختگاہِ سلیمان بَتو اَمانَت باد.

"وِلی" قَدِیم مُرِید اَست بَندَۂ دَرگاہ،
دُعائے نِیم شَبِ او تُرا حِمایَت باد.

**فقير صاحب جا صُحبتي ۽ همعصر:**

فقير ولي محمد سائين جن جي زماني ۾ فقير صاحب محمد صديق سومرو عرف صوفي صادق شاهه (خليفو درگاهه جهوڪ شريف) وصال فرمائي ويا هئا البت سندن پوين سان فقير صاحب

جن جون ملاقاتون هيون. ان زماني ۾ فقير قادر بخش "بيدل" روهڙي وارو بہ حال حيات هئو ۽ فقير صاحب کان عمر ۾ ڪافي وڏو هئو. بيدل سائين پنهنجي دؤر جو وڏو شاعر، عالم ۽ صوفي درويش هئو. فقير ولي محمد سائين جن سان سندس ملاقات ڪانہ ٿي آهي.

حضرت مخدوم نوح عليه رحمت جا گادي نشين مخدوم محمد امين صاحب فقير صاحب جي زماني ۾ مشهور بزرگ هئا، وڏا عبادت گذار، عابد، زاهد انسان هئا. سياسي ۽ سماجي اثر رسوخ رکندڙ وڏي مريدي خادمي وارا هئا. شاعري بہ ڪئي اٿن، سندن ڪي ڪلام گهڻو مقبول ۽ مشهور ٿيا. فقير صاحب جن سان سندن گهري شناسائي هئي.

فقير خيرمحمد هيسباڻي ڪرونڊي وارو، حضرت شاهہ نصير نقشبندي نوشهري وارو، سائين روشن علي شاهہ جهانيان پوٽو حيدرآباد وارو، هي سڀئي بزرگ ۽ شاعر بہ ان ساڳئي دؤر ۾ مشهور ۽ معروف هئا.

هنن سڀني بزرگن کان وڌيڪ قبلہ فقير ولي محمد سائين سان محبت، صحبت ۽ قريبي تعلق نصرپور واري سائين مصري شاهہ جو هئو. سائين مصري شاهہ جڏهن تاجپور جي آسپاس وارن مريدن ڏي مسافري لاءِ سنبرندو هئو تہ پهرين ڳوٺ تاجپور ۾ هڪ بہ رات فقير ولي محمد سائين وٽ اچي مهمان ٿيندو هئو. پاڻ ۾ ڏاڍي روح رهاڻ ۽ ڪچهريون ڪندا هئا. هڪٻئي جي شاعري ۽ ڪلامن کي ٻڌندا هئا ۽ داد ڏيندا هئا. فقير ولي محمد سائين جن جي شاعري ۾ خاص طرح سنڌي ڪلامن تي سائين مصري شاهہ جي بعض ڪلامن جو اثر ڏسڻ ۾ اچي ٿو. حضرت سائين مصري شاهہ، فقير ولي محمد سائين کان ست اٺ سال اڳ ۾ وصال فرمايو.

تاجپور ۾ فقير صاحب جي عزيزن مان فقير نواب غلام الله (ثاني) پنهنجي زماني جا اولياء الله ٿي گذريا آهن. فقير ولي محمد

سائين ان زماني ۾ ديه مرزانپور جاگير ۾ رهائش پذير هئا پر عزازت ۽ رشتيداري جي ڪري پنهي بزرگن جي پاڻ ۾ صحبت ۽ قرابت قائم رهي. فقير غلام الله سائين سنا صوفي شاعر ٿي گذريا آهن سندن ڪلام ڀٽائي صاحب جي رسالي وانگر سُر وار ترتيب ڏنل آهي. تازو ان ڪلام کي "بحرالاسرار" جي نالي سان ڇپايو ويو آهي.

آخر عمر ۾ جڏهن فقير صاحب جي اکين جي نظر ضعيف ٿي وئي ته پاڻ درگاهه جهوڪ شريف ڏي وڃڻ گهٽائي ڇڏيائون. سندن فرزند نواب غلام حيدر خان، نواب حاجي سردار خان ۽ سندن پوٽا ۽ ٻيو اولاد درگاهه شريف تي حاضري ڀريندا هئا.

هڪ دفعي ميلو حضرت شاهه شهيد جو آيو تڏهن پنهنجي وڏي فرزند نواب غلام حيدر خان کي سنبرائي درگاهه جهوڪ شريف موڪليائون ۽ خاص طور کيس سائين رکيل شاهه فتح پور ڀاڳناڙيءَواري ۽ فقير صاحب نصير محمد جلالاڻي کي تاج پور ۾ اچڻ جي دعوت ڏيڻ جو تاڪيد ڪيائون. صفر مهيني جي ١٩تاريخ ختمي ڪانپوءِ، ٻئي بزرگ سائين رکيل شاهه ۽ فقير نصير محمد جلالاڻي، تاجپور آيا، فقير ولي محمد سائين سان مليا، روح رهاڻ ڪيائون. سائين رکيل شاهه، فقير صاحب جن جي شخصيت، سندن روحاني مجاهدي ۽ باطني ڪمال کان ڏاڍو متاثر ٿيوءِ ڪڏهن فقير صاحب جن سان ڪيل روحاني ڪچهري جو ذڪر سندن اولاد سان ملڻ دؤران ڪندو رهندو هئو. فقير صاحب نصير محمد سائين جن فرمائيندا هئا ته "ولي محمد سائين درگاهه جهوڪ شريف جي ڪامل فقيرن مان آهن ۽ مٿن حضرت ٿر ڏڻي بادشاهه جي باطني مهرباني آهي".

فقير صاحب جي صحبت ۽ محبت مان گهڻا درويش فيضياب ٿيا. سندن دست بيعت طالبن مان گهڻو مشهور محمد فقير ڪنياڻ ٿيو. فقير صاحب محمد ڪنياڻ اصل مائٽن کان حضرت پير صاحب پاڳاري جن جي درگاهه جا مريد هئا، مگر

جڏهن ولي محمد سائين جن سان ملاقات ٿيس تڏهن ڏاڍي سڪ ۽ اڪير مان فقير صاحب جن جي هٿ تي بيعت ڪيائين ۽ صوفين جي سلسلي ۾ باقائده داخل ٿيو.

سندس هڪ بيت هتي درج ڪجن ٿا جن ۾ فقير ولي محمد سائين کي پير مغان ڪري سڏيو اٿس.

صوفين سندي سُنگ سان، جڏهن ڪيم روح رهاڻ،
هينئڙو اُت حيران ٿيو، ٻُڌي احديت اهڃاڻ،
ولي محمد مهر مان، بره ڏيکاريا ٻاڻ،
ڪلي ات ڪتياڻ، ڪٺي ڪمند پاتو قرب جو.

***

ولي محمد وحدت جي وات ڏَسي وينجهار،
سبق ڏنائين سِڪ جو، احديت اظهار،
پير مُغان جي پرت جي، پيدا ٿي پچار،
"احمد پور" انوار، آيو اڱڻ عيد تي.

(نوٽ: احمد پور ان پاڙي جو نالو آهي جتي فقير ولي محمد سائين ۽ سندن پاءُ نواب بخش علي خان ١٣٠١هجري ۾ ڪوٽ جايون نهرائي ڳوٺ تاجپور ۾ اچي وينا هئا).

فقير صاحب محمد ڪتياڻ جي صحبت ۾ سائين مهدي شاهه جهانيان پوٽو به فقير ولي محمد سائين جن جو مداح ۽ معتقد ٿيو. فقير صاحب محمد ڪتياڻ سنو شاعر ٿي گذريو آهي ۽ سندس مجموعه ڪلام کي "منطوق محمدي" جي عنوان سان ڇپائي پڌرو ڪيو اٿن. جڏهن فقير صاحب محمد ڪتياڻ جي صحبت ۽ محبت، حضرت مخدوم غلام محمد سائين عرف گل سائين هالن واري سان ٿي تہ مخدوم صاحب غلام محمد سائين خود فقراء سميت تاجپور آيا ۽ فقير صاحب عليه الرحمت جي درگاهه تي

نواب غلام حيدرخان جا مهمان ٿي رهيا. اهو سلسلو قبلہ حضرت مخدوم محمد زمان طالب الموليٰ تائين قائم رهيو.

فقيرصاحب جي اولاد ۾ سندن وڏو فرزند نواب غلام حيدر خان ۽ ٽيون نمبر فرزند نواب حاجي سردار خان بہ فقيرانہ ۽ صوفيانہ حال خيال رکندڙ بزرگ ٿيا آهن. مٿن سندن والد صاحب ولي محمد سائين جي صحبت جو وڏو اثر هئو.

فقير صاحب پنهنجي جواني واري وقت کان شاعري ۽ موسيقي سان وڏو شَغف رکندا هئا. پاڻ ستار وڄائيندا هئا ۽ محفلن ۾ گوين تي راڳڻين جي فرمائش رکندا هئا. پاڻ صوم و صلوات جا پابند هئا ۽ مرشدن جي درگاهہ ميرانپور (جهوڪ) ۾ ڏها ۽ چاليها پڻ ڪڍيائون.

فقير صاحب سنڌي ڪلامن کي پنهنجي صوفيانا خيالات جي اظهار جو ذريعو بنايو. حاجي طاهر فقير يڪتاري وارو ۽ دائم فقير دلو وڄائندڙ هميشہ سندن حاضري ۾ رهندا هئا ۽ سندن ڪلام ڳائيندا هئا. سندن فرزندن مان نواب بهاول خان پڻ مٿين فقيرن سان گڏ سندن ڪلام ڳائيندو هو. فقير صاحب پنهنجي فقراء کي چوندا هئا تہ: ”ابا اول اميد علي شاه جو ڪلام پڙهو“. جيئن مٿي ذڪر ڪري آيا آهيون تہ نصرپور جا مشهور شاعر سيد مصري شاهہ سندن وڏا صحبتي هئا ۽ اڪثر اچي فقير صاحب وٽ مهمان ٿيندا هئا. مصري شاهہ فقير صاحب کي هڪ ننڍڙي ڪشتي تحفي طور ڏني، جا اڄ تائين فقير صاحب جي اولاد وٽ محفوظ آهي. پاڻ وري فقير صاحب کان گيڙو رنگ وارو ڪپڙو پاڪر طور ورتائون، جيڪو اڄ تائين سيد مصري شاهہ جي پوين وٽ احترام سان رکيل آهي. خانپور (لڳ تاجپور) ۽ انجي پسگردائي ۾ ”ناهيان“ قوم جا ماڻهو سيد مصري شاهہ جا مريد هئا. جن کي پاڻ چوندا هئا تہ: ”جيڪو فقير نواب ولي محمد کي ڪامل فقير ڪري نٿو سمجهي ۽ سُڃاڻي سو منهنجو مريد ئي نہ آهي“.

فقير نواب ولي محمد صاحب جي صحبت مان گهڻن کي فيض پهتو، جن ۾ محمد فقير کٽياڻ، فتح علي کٽياڻ (محمد فقير کٽياڻ جو سؤٽ)، قاضي حسام الدين (کٽياڻن وارو)، احمد فقير لاکو پيڏين وارو (لڳ پريا، ضلع نوشهرو فيروز)، ديوان خان چند حيدرآباد وارو ۽ ٻيا سندن صحبتي ۽ طالب هئا. سندن عزيزن مان خاص طرح نواب گدا علي خان ۽ نواب عرض محمد خان ٻئي ياتر، فقير صاحب جا صحبتي هئا ۽ فقير صاحب جن جي پڻ ساڻن گهڻي محبت هئي. نئون ڪلام ٺاهيندا هئا ته نواب گدا علي خان کي لکي ڏيندا هئا. خود پنهنجي وڏي فرزند نواب غلام حيدر خان تي پڻ سندن نظر عنايت هئي.

فقير نواب ولي محمد صاحب نهايت ئي نرم طبيعت ۽ سنجيدا سُڀاء جا مالڪ هئا. ٻاهر مجلس ۾ ايندا هئا ته مٿي ڪٽ تي گوڏا اُڀا ڪري هٿ ٻڌي ويهندا هئا ۽ اڪيون ڍاري ڇڏيندا هئا. اهڙي طرح ڪلاڪن جا ڪلاڪ ٻنا چرڻ پرڻ جي مراقبي جي حالت ۾ وينا رهندا هئا.

### چوٿين مقرر ڪرڻ ۽ وصال:

آخر عمر ۾ پنهنجي طالب، محمد فقير کٽياڻ ۽ وڏي فرزند نواب غلام حيدر خان کي سڏي چيائون ته اسان وٽ صحبت وارا فقير ۽ معتقد جدا جدا وقتن تي اچن ٿا، انهي ڪري اهڙي ڪا تاريخ مقرر ڪيو جو هر مهيني جي انهيءَ تاريخ تي سيئي طالب، فقراء ۽ سنگت وارا اچي گڏ ٿين، جو اسين به ساڻن ڪچهري ڪيون ۽ فقراء جو پاڻ ۾ به ميل جول ٿئي. نواب غلام حيدر خان ۽ محمد فقير پاڻ ۾ صلاح ڪري ستين ۽ يارهين تاريخ مقرر ڪئي. پوءِ فقير صاحب کان سندن رايو پڇيو ويو، پاڻ فرمايائون "ابا چوٿين (چنڊ جي) ڪٽي مقرر ڪيو". اهڙي طرح چوٿين جي رات مقرر ٿي ۽ سندن طالب، صحبتي ۽ راڳي فقير هر مهيني جي چوٿين جي رات اچي تاجپور ۾ فقير صاحب وٽ گڏ

ٿيندا هئا. راڳ، محفلون، ڪچهريون ڪري واپس ويندا هئا. تقريبن سوا سال کن هر چنڊ جي چوٿين جي رات فقير صاحب وٽ فقراء ايندو رهيو، تان جو رمضان شريف سال ١٣٣٢ هجري مطابق سال ١٩١٤ع جي چوٿين جي رات، خميس ڏينهن وڏي اسر مهل هن دارالفنا مان برقعو مٽائي، راهه رباني وٺي دارالبقا ڏي راهي ٿيا. اِناﷲ واِنااِليه راجعون.

وفات وقت سندن عمر اٽڪل ٨٠ ورهيه کن هئي. سندن خاڪي جسم کي غسل ڪفن ڪانپوءِ سينگاري ڪنيو ويو. غسل ڏيڻ دؤران هڪ ڪڪر آسمان مان هلڪي برسات وسائيندو رهيو. چوٿين جي رات آيل فقراء پنهنجا ساز سنوان ڪيا، يڪتارن وارا فقير توحيدي، رندي ڪلام ڳائيندا رهيا. آخر اهو جلوس جنهن ۾ فقير صاحب جو اولاد، شهر تاجپور جا عزيز، رشتيدار، سٽن راڄن جا چڱا مڙس ۽ فقراء سڀ شامل هئا، سندن جنازي کي آٽي ڳوٺ تاجپور جي رستي لڳ سندن ذاتي قائم ڪيل خانقاه ۾ دفن ڪيو ويو جتي سندن مقبره زيارت گاهه خاص وعام آهي، سندن شعر آهي ته

چہ حاجت از ڪفن دارم، شهيدِ خنجرِ عشقم،
زيارت گاهه روا باشد بہ پيشِ آستانہ ما.

ترجمو: آءٌ عشق جي خنجر سان شهيد ٿيل آهيان، مونکي ڪفن جي ڪهڙي ضرورت آهي،

منهنجي آستاني (مزار) تي اچڻ ۽ زيارت ڪرڻ جائز آهي

سندن ٽيون نمبر فرزند نواب حاجي سردار خان ۽ ٻيا بزرگ ٻڌائيندا هئا ته فقير صاحب وصال کان اڳ ۾ ئي اسان کي سڄي صورتحال سمجهائي ڇڏي هئي. جڏهن چوٿين رمضان جي رات آڌيءَ جي ويل ٿي تڏهن پاڻ پڇيائون ته آسمان تي نهار ڪري ڏسو ته ڪو جهُڙ وغيره ته ڪونهي. ان

وقت آسمان صاف هئو. آخر وڏي اسر مهل ڪين ٻڌايو ويو تہ ذڪر طرف ڪان هڪ ڪڪر ظاهر ٿيو آهي. فقير صاحب جن بيماري ۽ ضعيفي سبب کٽ تي ليٽيل هئا. مٿان گيڙو چادر پيل هئن. پاڻ منهن تان چادر لاهي فرمايائون "تہ اسان کي اٿاري وهاريو. مرشدن جي واعدي پاڙڻ وارو وقت اچئي ويو آهي" ڪين سهارو ڏيئي سڌو وهاريو ويو. پاڻ وڏي آواز سان اسم ذات جو ذڪر شروع ڪيائون جيئن درگاهہ جهوڪ شريف تي سماع جي راڳ ڪانپوءِ ٿيندو آهي. ساڻن گڏ ان ذڪر جي حلقي ۾ موجود پٽ، پوٽا ۽ ڏهٽا بہ شامل ٿيا، فقير صاحب جو آواز سيني ڪان بلند هئو. ڪي گهڙيون اِهو ذڪر هليو. تان جو جڏهن اها ڪڪري بلڪل ان جاءِ جي مٿان اچي بيٺي جنهن ۾ پاڻ ليٽيل هئا. تڏهن آهستہ آهستہ فقير صاحب جو بلند آواز گهٽجڻ لڳو ۽ آخر "هُو" جو نعرو هڻي وصال فرمايائون.

حضرت فقير ولي محمد سائين روشن ضمير بزرگ هئا. پاڻ هڪ ڪلام سندن وصال کان ڪجهہ وقت اڳ ۾ جوڙيائون جنهن ۾ نهايت وضاحت سان مرشدن جي واعدي نپائڻ ۽ صوفي صاحبن جي مهرباني جو تذڪرو ڪيو اٿن. قارئين جي دلچسپي ۽ معلومات لاءِ هتي لکجي ٿو.

وطن وڃڻ جي ڪا جا، رات مليم خوشخبري.

وقت فجر جي آيو، ڪانگل پار پرين،
چيائين اچن تا تو وٽ، تون اٿي ويهہ سنبري.

پلي آئين جيءُ آئين، ڪوڙين ڪيان قربانيون،
تنهنجي وصال جي واين، گوندر ويا مون وسري.

ڏاڍي شوق منجهان، ويٺي نهاريم دم دم،
پانڌي ادا ڪڌهن ايندا، منهنجي اڱڻ دوست وري.

”ولي محمد“ صوفين جا ڳُڻ تورا ياد رکجان،
محبت ذاتي جَن جي، ويندا دَم تو گذري.

فقير صاحب جي وصال کانپوءِ سندن فرزند نواب غلام حيدر خان سجاده نشين ٿيو. ان جي زماني کان حضرت فقير صاحب جو ساليانو ميلو وصال واري تاريخ تي شروع ٿيو ۽ تا حال تاجپور ۾ اِهو ميلو لڳندو رهندو آهي.

**شاديون ۽ اولاد:**

فقير صاحب جن ڪل ٽي شاديون ڪيون، ڪين گهٽو ئي اولاد ٿيو. ڪل ست فرزند ٿيا، جن مان پنج فرزند هر هڪ (١) نواب احمد خان عرف ٻچل خان (٢) فقير نواب غلام حيدر خان (٣) نواب بهاول خان (۴) فقير نواب حاجي سردار خان (٥) نواب غلام رسول خان، سيئي وڏا اولاد وارا ٿيا. سندن ڇهون فرزند نواب درويش محمد خان جوانيءَ ۾ ئي لا ولد وصال ڪري ويو. سندن وڏي فرزند نواب احمد خان عرف ٻچل خان پڻ پنهنجي والد صاحب جي حياتي ۾ ئي وفات ڪئي ۽ سندن هڪ فرزند گل حسن صغير سني ۾ گذاري ويو.

**حضرت فقير ولي محمد صوفي جي درگاهه جا سجاده نشين:**

فقير صاحب جن جي وصال کانپوءِ سندن پهريون سجاده نشين نواب غلام حيدر خان ٿيو جنهن تاريخ ١٨صفر ١٣٦٢هجري مطابق ٢۴فيبروري ١٩۴٣ع تي وصال ڪيو.

کانئس پوءِ ان جو وڏو فرزند نواب دوست محمد خان ٻيون سجاده نشين ٿيو. جيڪو تاريخ ٢٩ذيقعد ١٣٧٥هجري مطابق ٩جولاءِ ١٩٥٦ع تي وصال ڪري ويو. کيس ٻه فرزند پهريون

ولي محمد خان ۽ ٻيون فتح علي خان ’تولد ٿيا جيڪي پنهنجي والد صاحب جي حياتيءَ ۾ ئي وفات ڪري ويا.

تنهن ڪانپوءِ نواب غلام حسين خان (وصال ١٣جمادالاول ١٣٩٠هجري مطابق ٢٨جولاءِ ١٩٧٠ع) گادي تي ويٺو پاڻ زماني سازي طرف مائل هئو، ان ڪري فقيري حال ڏاڍا پنهنجي خوشي سان سندس پٽ نواب احمد خان کي ڏنائين.

نواب احمد خان عرف الله بچايو خان جيڪو درگاهہ جو چوٿون سجاده نشين ٿيو. پاڻ تاريخ ١٥ربيع الاول سن ١٤٠١هجري مطابق ٢٢جنوري ١٩٨١ع تي لاولد وفات ڪري ويو.

تنهن ڪانپوءِ اهي فقيري حال ڏاڍا سندس سڳي سؤٽ نواب غلام شبير خان ولد نواب درويش محمد خان کي پارايا ويا ۽ کيس فقير ولي محمد سائين جو پنجون نمبر گادي نشين تسليم ڪيو ويو. جنهن تاريخ ١٤ جمادي الاول ١٤٣٦ هجري مطابق 05 مارچ 2015 عيسوي تي وفات ڪئي.

سائين فقير نواب غلام شبير خان پنهنجي حياتي جي آخري سال ۾ فقير صاحب جي ساليانې ميلي جي موقعي تي فقيري حال ڏاڍا سندس وڏي فرزند نواب عنايت علي خان جي حوالي ڪيا. گيڙو ۽ تاج پارائڻ جي رسم درگاهہ معليٰ جهوڪ شريف جي گادي نشين قبلا صوفي عطاء الله شاهہ جي دست مبارڪ سان ادا ڪئي وئي ۽ پاڻ درگاهہ جا ڇهون نمبر گادي نشين فائز ٿيا.

موجوده گادي نشين فقير نواب عنايت علي خان جو ڏاڏو، نواب درويش محمد خان سندس والد نواب حاجي غلام حيدر خان جو چوٿون نمبر فرزند ۽ فقير ولي محمد سائين جو پوٽو هئو. سندس ولادت سال 1909ع ۾ ٿي، پرائمري تعليم ڪانپوءِ کيس ۽ سندس ننڍي ڀاءُ اميد علي خان کي وڌيڪ تعليم لاءِ سنڌ مدرسة الاسلام ۾ داخل ڪيو ويو مگر اها تعليم اڳتي جاري نہ رهي سگهي، سندس شادي سڳي چاچي نواب حاجي سردار خان جي

دختر نيڪ اختر سان ٿي ڪيس ٻه پٽ نواب غلام شبير خان، نواب غلام حيدر خان ۽ ٻن نياڻين جو اولاد ٿيو. ظاهر ۾ پاڻ زماني سازي جو ڪاروبار هلائيندڙ راڄ برادري ۽ آفيسرن سان تعلقات رکندڙ هڪ بااثر انسان هئو. سال 1941 ع ۾ پنهنجي والد صاحب نواب غلام حيدر خان ۽ ننڍي ڀاءُ اميد علي خان سان گڏ بحري جهاز ذريعي حج جي سعادت حاصل ڪيائين. پاڻ درگاهه جهوڪ شريف جو صادق اليقين مريد هئو ۽صاحب ڪريم قبلا حاجي عبدالستار شاهه ثاني کان ذڪر جي تلقين پڻ ورتي هئائين. عام طرح سنڌ جي مشهور خاندانن سان سندس ذاتي مراسم هئا مگر درگاهه سيوهڻ شريف جي بزرگ سيد حاجي موتيل شاهه سبزواري سان خاص عقيدت ۽ محبت جو تعلق هئوجيڪو اڳتي سندس اولاد سان ٻه جاري رهيو. انکان علاوه سندس خاص دوستن ۾ سيد علي مدد شاهه سنڌ هاءِ ڪورٽ جو جج ٻه شامل هئو. سيد علي مدد شاهه سنڌ جو نگران وزير اعلٰي ٻه رهيو. قاضي احمد جي مشهور خانداني شخصيت وڏيرو فقير رسول بخش انڙ، وڏيرو غلام رسول مهڙ ۽ سندس فرزند قادر داد مهڙ، ماسٽر منظور پنجابي ريلوي ماسٽر ۽ سيد عبدالحليم شاهه محبت ديرو جتوئي وارو سندس خاص دوستن ۾ شامل هئا. پاڻ سال ١٩٦٣کان ١٩٦٨ع تائين يونين ڪائونسل نٽ (نواب ولي محمد) جو پهريون چئرمين ٿي رهيو. سال ١٩٧٠، ١٩٧١ع ۾ قبله ارشاد عباس صوفي صاحب سان گڏ هوائي جهاز ذريعي حرمين شريفين ڏي ٻيو حج ٻه پڙهيو هئائين. سندس ڀائيٽي نواب احمد خان جي وفات کان ٽن مهينن بعد اپريل سال ١٩٨١ع ۾ پاڻ ٻه وصال ڪري ويو. سندس جسد خاڪي کي حضرت فقير صاحب نواب ولي محمد جي درگاهه واري احاطي ۾ مدفون ڪيو ويو.

**تصنيفات:**

فقير نواب ولي محمد سائين، عربي، فارسي جا عالم ۽ وقت جا اهل دل صوفي بزرگ ٿي گذريا آهن، درگاهہ جهوڪ شريف جي سلسلي صوفي القادري سان تعلق رکندڙ ۽ نظريہ وحدت الوجود جا قائل آهن، پنهنجي صوفيانہ خيالات ۽ نظريي جواظهار ڪرڻ لاءِ قلم کنيو اٿن. ڪافي ڪتاب نثر توڙي نظم ۾ تحرير ڪيا اٿن.

هتي سندن تحرير ڪيل مشهور تصنيفات جو ذڪر ڪجي ٿو.

**(١) اَنيسُ الموحِدين:**

هي ڪتاب فارسي ٻولي ۾ تحرير ٿيل آهي، فقير صاحب جن سال ١٢٩٧هجري ۾ هن ڪتاب کي مڪمل ڪيو. سڄو ڪتاب وڏي تختي، ويڪرن پَنن وارن تقريبن ساڍا ست سؤ صفحن تي مشتمل آهي ۽ هٿ اکر خود فقير صاحب جا آهن، ڪتاب جي فهرست ۾ جيڪي عنوان چونڊي تحرير ڪيا اٿن انهن جو تفصيل ڪافي طويل آهي. سڄو ڪتاب ڪلام الله شريف، احاديث نبوي ۽ بزرگن جي قولن ۽ احوال سان ڀريل آهي. تصوف انجو بنيادي مضمون آهي. هي ڪتاب پاڻ ديه مرزاڻپور واري ڳوٺ ۾ رهائش دؤران مڪمل ڪيو هئائون. پوءِ فقيرصاحب جن جڏهن تاجپور ۾ مستقل طور رهائش پذير ٿيا اتي هڪ دفعو ڳوٺ تاجپور ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر جي منزل ٿي، حسن علي آفندي کنهن ڪيس جي وڪالت ڪرڻ لاءِ تاجپور ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر وٽ ڪچهري ۾ پيش ٿيڻ آيو حضرت فقير صاحب ولي محمد سائين جن سندن تحرير ڪيل ڪتاب "انيس الموحدين" انجي حوالي ڪيو، حسن علي آفندي مذڪوره ڪتاب سنڌ مدرسة

الاسلام ڪراچي جي ڪتب خاني ۾ شامل ڪيو. هن ڪتاب جو هڪ مڪمل قلمي نسخو جامع راشديہ ”پير جو ڳوٺ“ واري ڪتب خانہ ۾ محفوظ رکيل آهي. سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو جي سينٽرل لائبريري ۽ سنڌالاجي وارن ان مذڪوره ڪتاب جو عڪس مائڪرو فلم ڪيائي پاڻ وٽ رکيو آهي ۽ ڪتاب جي فوٽو اسٽيٽ ڪاپي، تاجپور ۾ فقير صاحب جي اولاد وٽ موجود آهي. هي ڪتاب اڃان اڻ ڇپيل آهي. ڪتاب جا ڪجهہ اوراق ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي قلمي زخيري ۾ موجود هئا، جن تي ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو ۽ محترم ارشد بلوچ صاحب تحقيق ڪري رهيا آهن.

### (٢) واعِظُ العشاق:

هي فقير صاحب جن جي ڪلامن ۽ شاعري جو ڪتاب آهي. پاڻ سنڌي، سرائڪي، هندي، اردو ۽ فارسي ۾ شاعري ڪئي اٿن. شعر جي ڪافي صنفن تي طبع آزمائي ڪئي اٿن. سنڌي، اردو ۽ فارسي ۾ غزل جوڙيا اٿن، هندي ۾ ڪُجهہ شبد بہ چيائون مگر سندن ڪافيون وڌيڪ مشهور ٿيون، جيڪي سنڌي ۽ سرائڪي زبان ۾ جوڙيل آهن. سرائڪي ۽ فارسي ۾ مثنويون ناهيائون. اهل بيت جي شان ۾ مداحون، منقبت چيائون ۽ شهداء ڪربلا کي نذرانۂ عقيدت پيش ڪرڻ لاءِ مرثيہ بہ چيا اٿن.

فقير صاحب جي سڄي ڪلام کي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ترتيب ڏنو ۽ سنڌي ادبي بورڊ طرفان هي ضَخيم ڪتاب سال 1968ع ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو. هن ڪتاب ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب تاجپور جي لغاري نواب خاندان بابت نهايت قيمتي تحقيقي مقدمو تحرير ڪيو آهي. جنهن ۾ ٽالپوري عهد

حڪومت ۾ ۽ ان ڪانپوءِ هن خاندان جي مشهور بزرگن جو گرانقدر تفصيلي احوال ڏنل آهي. هن ڪتاب جو ٻيو ڇاپو سال 1990ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ طرفان ڇپايو ويو آهي.

**(٣) گيڙو بابت تحرير:**

فقير صاحب جي سوانح عمري واري احوال ۾ اسان ذڪر ڪري آيا آهيون تہ جڏهن حضرت صاحب ڪريم خواجہ عبدالستار شاهہ اول درگاهہ جهوڪ شريف جي گادي تي رونق افروز هئا تڏهن شهر دڙي ۾ هڪ عالم مولوي حامد الله نالي سندس قائم ڪيل مدرسي ۾ درس ڏيندو هو. اهو مولوي، فتويٰ جو صاحب هئو. ان زماني ۾ مولوي صاحب جو درگاهہ جهوڪ شريف جي مريد فقير ستارڏني ذات لوڌو سان گيڙو رنگ واري لباس بابت تڪرار ٿيو. جنهن ڪري قبلا خواجا عبدالستار شاهہ (اول) جن ان وقت جي درگاهہ جي معتبر خليفن ۽ پڙهيل لکيل فقيرن کي انجو خاطر خواه جواب لکڻ لاءِ پيغام موڪليو.

ٻين درويشن وٽان بہ ڪُجهہ لکتون صاحبن ڪريمن کي موصول ٿيون ۽ فقير ولي محمد سائين جن بہ هڪ تحرير ان سلسلي ۾ رقم ڪئي. ۽ اها تحرير درگاهہ جهوڪ شريف ڏياري موڪليائون. حضرت خواجہ عبدالستار سائين جن اُها فقير صاحب طرفان لکيل تحرير، ان مولوي حامد الله ڏي ڏياري موڪلي، جنهن انکي غور سان پڙهي، فقير صاحب جن جي دليلن کي تسليم ڪيو ۽ گيڙو رنگ واري ڪپڙي کي پائڻ جائز قرار ڏنو.

هي تحرير فقير صاحب جن تاريخ ٩ ربيع الاول ١٣١١ هجري تي لکي مڪمل ڪئي آهي ۽ انجو نقل پڻ پوين وٽ قلمي صورت

۾ موجود آهي. تازو هي ڪتاب "تحرير گيڙو بابت" جي عنوان سان ڊاڪٽر اين اي بلوچ انسٽيٽيوٽ آف هيريٽيج اينڊ ريسرچ، ڄامشورو سنڌ طرفان سال 2020ع ۾ ڊاڪٽر عبدالغفار سومرو صاحب جي تحقيق سان ڇپجي چڪو آهي.

### (۴) خاندان جو تاريخي احوال:

فقير صاحب جن پنهنجن بزرگن جي احوال کي قلم بند ڪيو خاص طرح سندن والد صاحب نواب احمد خان لغاري جي ڪارنامن بابت تفصيلي طور احوال پنهنجن هٿن سان لکيائون. هن دستخط ڪتاب ۾ نهايت قيمتي ۽ مستند تاريخي حوالا ملن ٿا جن کي بنياد بنائي ڊاڪٽر بلوچ صاحب ۽ ٻين مصنفين تحقيقي مقالا لکيا آهن.

### (۵) ڪلام الله شريف پنج پارہ (قلمي):

فقير ولي محمد سائين جن جا هٿ اکر لکيل قرآن شريف جا پنج سيپارا بہ اولاد وٽ موجود آهن.

ان کان علاوه هڪ وظائفن جو ڪتاب ۽ احاديث نبوي جا چند ورق ۽ متفرقہ عنوان تحت هڪ ڪتاب سندن هٿ اکرن ۾ لکيل جنهن ۾ طب جا نسخہ آهن، پڻ اولاد وٽ موجود آهن. هن ڪتاب ۾ طب کان علاوه انشاءَ پردازي، اردو جي نامور شاعرن جا غزل ۽ مختلف احوال پڻ تحرير ڪيا اٿن.

### فقير ولي محمد لغاري صوفي جي شاعريءَ تي همعصر شاعرن جو اثر:

فقير صاحب نواب ولي محمد صوفي شاعري جي مختلف صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي ۽ ڪلام چيا آهن. سنڌي ۽

سرائڪي ۾ وايون، ڪافيون، غزل، بيت، بحر طويل، مداحون، منقبت، مرثيہ ۽ سي حرفيون جوڙيائون. اردو ۽ فارسي ۾ غزل چيا اٿن. انڪان علاوه سرائڪي ۽ فارسي ٻولي ۾ مثنويون ناهيون اٿن. هندي ٻولي ۾ ڪجهہ شبد بہ لکيا اٿن. سندن سچو ڪلام علم عروض مطابق جوڙيل آهي. علم موسيقي جي ڄاڻ هئڻ سبب مختلف راڳ، راڳڻين ۾ ڪلام ۽ ڪافيون چيا اٿن جيڪي سُر تار ۽ لئي جي بندش ۾ درست ۽ پورا آهن.

فقير ولي محمد سائين جي زماني ۾ يا ٿورو اڳ ۾ جيڪي مشهور صوفي شاعر ٿي گذريا هئا جن جا ڪلام ۽ ڪافيون عام طور ميلن ۽ محفلن ۾ مقبوليت سان ڳايا ويندا هئا، هتي ڪجهہ شعراءِ ڪرام جا نالا پيش ڪجن ٿا جن جي ڪلامن کان متاثر ٿي پاڻ انهن جي تتبع تي ڪلام جوڙيا اٿن.

| | |
|---|---|
| حضرت صوفي ابراهيم شاهہ بنگلي ڏٺي | درگاهہ جهوڪ شريف |
| مخدوم صاحب محمد امين پڪن ڏٺي | هالا شريف |
| سيد مهدي شاهہ | مير واهہ گورچاڻي وارو |
| فقير محمد صديق سومرو عرف صادق شاهہ | عمر ڪوٽ صوفي فقير |
| سيد اميد علي شاهہ رضوي | ٽنڊو محمد خان |
| فقير عبدالوهاب فاروقي عرف سچل سائين | درازا شريف |
| فقير قادر بخش بيدل | روهڙي شريف |
| فقير خير محمد هيسباڻي | ڪرونڊي خيرپور |
| پير اشرف شاهہ | ڪامارو شريف |
| سيد مصري شاهہ رضوي | نصرپور شريف |

هتي مثال طور ڪجھ چونڊ ڪلام قارئين ۽ ناظرين جي مطالعي لاءِ تحرير ڪجن ٿا.

**ڪلام : حضرت صوفي ابراهيم شاهہ بنگلي ڏٺي تخلص "فقير"**
**( درگاهہ جھوڪ شريف )**

مونکي ساٿي نہ نين ساڻ،
پينر جيڏيون آئون نماڻي ٿي مران.

ڪاڻو پنيور سُج ٿيو، هاڻي ويهان ڪنين ڪاڻ.
مون سان چِني هليا، هُت رَتي رات رهاڻ.
پئِي آهي پريَن جي، لَڪَن ۾ لاڏاڻ.
جَڏِي مار نہ جبلين، مون کي آريچن اُماڻ.
روئي رهايان سُپرين، هوند ڏاگهن ڏيئي ڏاڻ.
قوڙائي ۾ "فقير" چئي، وَت هَئي هَئي ڪندِي هاڻ.

**ڪلام : فقير نواب ولي محمد صوفي (تاجپور شريف)**

مُونکي هوت نہ ڪيو ڇاڻ پينر جيڏِيُون،
آئُون اَڻ سُونهِين ٿِي وَجان.

جَتَن سَنجهيئِي وِڌا، چوري اُٺَنِ تي پَلاڻ.
ڏُونگر جي واٽَنِ تي، مُنهنجِي ڪانهي ڇاڻ سُڃاڻ.
ڏيئي باهِ پَنيور کي، وَؤڙُون ڏِيندِيَس ڪيچين ڪاڻ.
صُورت پاروچَل جِي، اِهو ثَمَر اَتَم ساڻ.
لَڪَن جي لوڏَنِ ۾، ٿِيندو آرِي مُون اڳواڻ.
"ولي محمد" حامِي ٿِيندَم، هاڻي بَنگلي ڏَٺِي پاڻ.

## ڪلام : حضرت پير صوفي ابراهيم شاهه بنگلي ڏٽي تخلص "فقير" (درگاهه جهوڪ شريف)

تلهه : متان ٿئين ماندِي، اٿئي ويجها وڻ تہ وندر جا.

ڪاهه تہ پهچين ڪيچ کي، ڇو پُڇين پانڌي.
سگهي ٿيندينءَ سسئي، وِرهن ڪؤن واندِي.
متي مَيت مُئيءَ جي، ڪيچي ٿيندا ڪانڌِي.
ڦوڙائي ۾ "فقير" چئي، ٿيان هيڪر هيڪاندِي.

## ڪلام : فقير نواب ولي محمد صوفي (تاجپور شريف)

تلهه : سسئي سي سڪ ٿيا الا، ويجهي آهين وطن کي.

تنهنجا پورهيا پرت جا، پُنهل صاب ڪيا الا.
هاٿي پاءِ نہ جتن لاءِ، لَڪَن منجهه لِيا الا.
سِگها ڏِسندينءَ ڪيچ جا، نُوري ٻرندا ڏِيا الا.
سُور وسارج ڪين کي، جي پلئہ تنهنجي پيا الا.
"ولي محمد" هل اوڏهيِن، جيڏانهن وَڳ ويا الا.

## ڪلام : حضرت صوفي محمد زاهد شاهه تخلص "مشتاق" (درگاهه جهوڪ شريف)

تلهه : بنائي بيک بازي ۾، عجب اسرار ٿي آيو.

جاني جنسار سان جهاتي، خيمي خاڪي منجهان پاتي،
ڪري هٿ ڪاريگر ڪاتي، برهه بردار ٿي آيو.

پاتائين خاڪ جو چولو، رڪيائين رمز ۾ رولو،
يڳائين ميم جو پولو، سپہ سالار ٿي آيو.

ٿيو سرمد جو ساقي، اندر عطار اوطاقي،
ڪڏهن مجنون زهر ذاقي، ڏولهہ درڪار ٿي آيو.

ڪٿي معشوق، ڪٿ عاشق، ڪٿي "مشتاق" ڪٿ مالڪ،
ڪٿي خلقيل ڪٿي خالق، آخر اظهار ٿي آيو.

## ڪلام : فقير نواب ولي محمد صوفي (تاجپور شريف)

ٿلهہ : ڪري سينگار سَب سهڻو، آدَم جي پوش ۾ آيو.

آهي مَعنيٰ ۾ خُود مالِڪ، ڏِسِي سَمجهي ڪو اُت سالِڪ،
ڪٿي خَلقِيل ڪٿي خالِق، ڏِبو ڪِيئن عَبد جو رايو.

ڪٿي بي مثل ڪٿي بي چُون، ڪٿي خَتمُ النَبي ڏِس تون،
ڏوٽي ڪي ڪَيو اَندر دل مَؤن، آهي آدَم سَندو ڇايو.

مُلن کي مسجد ۾ ڏِٺي گوڏو، مشاخيءَ کي ڏِٺئين لوڏو،
رِنديءَ وارن کي ڏِٺيو اوڏو، پَسي دِل سي ڪَنهِين مايو.

ظاهِر وارن کُفر ڄاتو، مشاخيءَ سان رَکِي ناتو،
رِنديءَ ۾ پير جن پاتو، "ولي محمد" کي حَق ڀانيو.

**كلام : حضرت مخدوم محمد امين صاحب "پکن ڏٺي" (درگاهه هالا شريف)**

تلهه: بانگ الست ربي، چئي عشق جن تي آيو،
ميدان معرفت ۾، ڪڙنتل تنين ڪُڏايو

ڏسي عشق جا اشارا، وِهندا سي ڪيئن ويچارا،
نيڻن وهائي نارا، هَئي هَئي جو هُل مَچايو.

قالو بليٰ ڪهاڻي، ساڳي صحيح سڃاڻي،
ان وقت کي جي ڄاڻي، تنهن جي روح کهڙو رايو.

آڙاهه ڪان اُپائي، رايي ڪنهن سان رهائي،
پُٽ پيءُ هٿان کُهائي، بطحا ۾ گهر بنايو.

ڪٿي مصر ماهِ ڪِنعان، لائي پريت پنهان،
ڏاڍو بِرهه بار بنيان، مالڪ تي مُلهه چُڪايو.

ڪربل ۾ خيما کوڙي، ڪنڌ ڪات ڪان نہ موڙي،
تيغ و تبر سان توري، تہ بہ سينو سِپر سنيايو.

لاشڪ لباس لائي، ڪثرت ۾ پير پائي،
احمد اچيو سڏائي، محمد امين تي آيو.

**كلام : فقير نواب ولي محمد صوفي (تاجپور شريف)**

تلهه: جوڙي قَلب بَيت رَبي، اِنسان ۾ سَمايو،
ڏِسي ذاتِ کي صِفت ۾، مَلڪن تي سر نِمايو.

ڏٺي حُسن جو ڏيکارو، وري پاڻ ٿيو نِيارو،
سُوري جو ڪيئين اِشارو، سِر عاشقن سَنيايو.

آدَم جو پوش پائي، آيو پاڻ کي لِڪائي،
مَچُ عشق جو مَچائي، خُود عشق بَنجِي آيو.

اَصلئُون هو سِر حَقانِي، لاريب لامڪاني،
مَنجِهه رَمز "لَنۡ تَرانِي"، وري طُور ڪَنهن جلايو.

"ولي محمد" سَنيارِج، ذاتِي نہ دَمُ وِسارِج،
پَنهنجو پاڻَ مِ نِهارِج، صُورَت سان پيچ پايو.

**ڪلام : حضرت صديق فقير سومرو عرف صادق شاه صوفي**
**(صوفي فقير عمرڪوٽ)**

ٿلهہ: مون کي مارين سجڻ اُهي ڳالهڙيون،
هوتن هلندي جي ڪيون.

اسان پرين جي وچ مِر،
آهن اکڙيون عشق دلالڙيون.
ڪڏهن اسان جي اڱڻ تون ايندين،
آئون ويني پايان نِت ڦالڙيون.
اوهان وٽ هيڙيون، مونسان نہ ڪيڙيون،
اُهي پيري هٿي ويا پالڙيون.
ڪيف ڪڪوريون قُرب جي قابو،
سي تہ رات رتيون رنگ لالڙيون.
"صادق" سُورن، گهايَس گهورن،
آهن عشق جون اهڙيون اهڙيون چالڙيون.

## ڪلام : فقير نواب ولي محمد صوفي (تاجپور شريف)

ٿلهه: پائي ڏِس وُجُود ۾ جهاتڙيون، توکي ٿئي معلوم سَيڪا يار.

جنهِين پَنهنجو پاڻ سُڃاتو، هِي ڇڏي ڪياٿون نينهن سان ناتو،
هلِي بُتِ تنهين جُون باتڙيون.

هَلڻ توکي جَلد جُڳائي، هُتِ وَڃڻ جي ويرَم آهي،
ڪنهن جُون ڪين پُڇَن ٿا ذاتَڙيون.

ڇَڏي خواب رَکِج هوشِياري، دَم دَم ۾ اُٿي ڪر بيداري،
ڪيهُون وَڃن وِهامِيون راتَڙيون.

جتي واءُ وِصال لڳي تو، "ولي محمد" اهو پنڌ اڳي ٿيو،
جنهن جِي خَب ڪري ٿِي لاتَڙيون.

## ڪلام : حضرت فقير قادر بخش "بيدل" (درگاهه روهڙي شريف)

ٿلهه : سِڪ رمز وجود وِڃاوَڻ دي، نهين حاجت پڙهڻ پڙهاوَڻ دِي.

اڪران دي وِچ جو ئي اڙيا، عشق دِي چاڙهي مُول نه چڙهيا،
اثباتي دا علم جو پڙهيا، هي موج انهان سر ساوَڻ دِي.

بارش برهه دِي جنهن سِر آئِي، سوز عشق وِچ جالي سدائين،
بي دردان نُون ڪَل نه ڪائِي، درد دي دُونهه دُکاوَڻ دِي.

نال دليل نه ليسئي دلبر، عقل نه اوڏاهين ٿيسئي رهبر،
سمجهي مام کو صوفي بي سِر، شاهي طبل وڄاوَڻ دي.

بحر عميق ۾ جوئي پؤسِي، دِين ڪفر دا دفتر ڌوسي،
ساري سُڌ اُنهين ڪون هوسي، ذات صفات سماوَڻ دِي.

بيدل ڳالهه وحدت دِي من تون، طِلسم وهم دُوئي دا ڀن تون،
وچ عروج نزول دي گهن تون، لذت آوڻ جاوَڻ دي.

## ڪلام : فقير نواب ولي محمد صوفي (تاجپور شريف)

ٿلهه: گِهن رمز تُون نينهن نِياوَڻ دي، نَهين بات اها ڪا لِڪاوَڻ دي.

ڇوڙ مشاخيءِ والا ڪَشالا، بيخُودي دا پي تُون پيالا،
ويک تَماشا اناالُحَق والا، شاهِي طَبل وڄاوَڻ دِي.

دامُ دُوئِي دا طِلسُم چِن تون، ڪَر اَندَر دي صاف صَحَن تون،
مُورَت گم ڪَر صُورَت بَن تُون، ذاتِ صِفاتِ سَماوَڻ دِي.

اِلا اَنا دِي بولِي بولِين، ٻاهر هَرگِز مول نہ ڪولِين،
قَلَب اَندَر دي ساز تُون چولِين، انحد بِين بجاوَڻ دِي.

”ولي محمد“ هُڻ مار تون نعرا، سمجهه نَفِي اثباتِ اِشارا،
دَم دَم حُسن دا ڪَر تُون نظارا، مَحبت مَچ مَچاوَڻ دِي.

## ڪلام : حضرت فقير قادر بخش ”بيدل“ (روهڙي شريف)

ٿلهه : ڪوئي عاشق بي سر بي پا، اس رستي ۾ آويگا،
دو جگ اپنا جوئي گنوائي، سوئي مطلب پاويگا.

عقل علم دي جاء نہ کائي، دين کفر جل جاويگا،
جس ويلي عشق کي آتش، ڦوک آڙاھ مچاويگا.

مذھب دي باتيان نون برھا، ايک پل وچ اڑاويگا،
صوفي لامذھب مَستي وچ، اناالحق الاويگا.

سُني شِيعَا تيون سؤکا، صوفي کؤن سڏاويگا،
بي سري دا منصب پاکر، سولي سر چڙھاويگا.

بيدل جوني وحدت دي وچ، وھم وجود وڃاويگا،
جا بجا انھين کون جائي، ماھي مُک وکلاويگا.

## کلام : فقير نواب ولي محمد صوفي (تاجپور شريف)

ٹلھ: کو طالب بيخود بي سِر، اِس دَم کي بات بَتاويگا،
دِين کُفر کي حاجَت ناھين، بار بِرھ سِر چاويگا.

رَمز مشاخي دامر دُوئِي کا، کيسا سانگ رَساويگا،
صُوفِي صاف صِفَت گم کر کي، اَنّاالحَق اَلاويگا.

لَيس مِثل کا مِثل نا پُوچو، رَنگ ۾ رَنگ مِلاويگا،
اِنّي اَنااللّه کي مَعني ۾، آپي آپ سَماويگا.

عَبدِيت کا پوش بَنا کي، جو ئِي آپ چُپاويگا،
قَلب اَندر جَب لاگِي ڌُن، تَب اَنحد بين بجاويگا.

" ولي محمد" اِس حالت ۾، جُزوي عَقل پُل جاويگا،
مُوتُو ماڱ ۾ جوئي آوي، سوئِي منصب پاويگا.

**كلام : سيد اميد علي شاه رضوي (مزار ٽنڊو محمد خان)**

ٿلهه : جنهن جو ناز وارن سان ناتو، سا مشهور مڏهن ٿيندي.

اهڙي تي جڏهن اکڙيون اڙايئين، جهاتي ۾ سا جهاتي پايئين،
تنهن جو چاڻ ويو سڀ چاتو، سا وري ڇو نہ ڇڪن ٿيندي.

لؤن سڄڻ مون تو سان لاتي. ڪنڌ قبوليم ڪُسڻ ء ڪاتي،
جڏهن پيچ پنهون اچي پاتو، لڳس عشق، پڌر پاٿهي پوندي.

ناز وارن ڪو ناز ڏيکاريو، پنهي جهانن منجهہ جياريو،
يوري ماءُ پليو تو ماتو، هي مُني او مري ويندي.

وس اميد علي جو ڪهڙو، يار مليو جنهن کي اصلئون اهڙ ،
ناز ڪري اِهو ڏينهان راتو، سا دل رڙين ڪان ڪيئن مِنا رهندي.

**كلام : فقير نواب ولي محمد صوفي (تاجپور شريف)**

ٿلهہ: جنهن جو عشق حُسن سان ناتو،
سي تہ ڇو نہ اَنَاالْحَق چَوندا مِيان.

بي خُودِي جو بحر اِلاهِي، دِين ڪُفر جي جاء نہ ڪائِي،
ڇَڏي شڪ جِنهِين هٿ لاتو.

هِي جَهان آهي نَقل اَصُل جو، ظاهِر باطِن عشق عَقل جو،
ڪيو پاڻ جَدا حَق ڪاتو.

مشاخيءَ جي مَنزل اوري، حَرف رِندِي تؤن گهوري گهوري،
جِنهِين پانڻ ۾ پانڻ سُجاتو.

"ولي محمد" اِها مُشڪل بازِي، ويا ڪَٽِي هِن دَؤر مان غازِي،
جِنهِين پير نہ پوئتي پاتو.

## ڪلام : حضرت سيد مصري شاھ رضوي (نصرپور)

ٿلھ: پکيئڙا تون تہ پرڏيهي، ڪهڙي وه ڪؤن وطن ڇڏيئي،
بهاريل باغ فردوسي، چئو ڇؤ ڇو چمنْ ڇڏيئي.

اِرم کان تون هتي آئين، ڪهڙي سانگي سْکل سَر ۾،
طرحين طرْحين جا گل طوطا. ڪتي گلشن عدن ڇڏيئي.

قبوليئي ڪربلا ڪوڏئون، امام الله جيئن اڄ تو،
ذبيح الله تي ظاهر، پاڻهي پنهنجو ڪفن ڇڏيئي.

جڏهن حب الوطن آيئي، مِن الايمان سچ سمجهيئي،
ڪري پرواز پيچ پيچرو، اڏر لالا سمن ڇڏيئي.

اُڪنڊ آشيان جي رک تون، وني واهيري جون ويلون،
برابر مْشڪ جي مصري، سدا سهڻو صحن ڇڏيئي.

## ڪلام : فقير نواب ولي محمد صوفي (تاجپور شريف)

تلهه: ٻِڪي آهِين مُلڪ معنيٰ جو، اُڏرُ اوڏاهين ڪري سَعيو،
نِڪرُ هِن قيدَخاني مان، وَڃي شهه عشق جو رايو.

سُجاڻين پاڻَ جي پنهنجو، تـہ آهي تُنهنجي ذاتِ مَنجهه ذاتي،
نَڪو شَڪُ ڪو شُبهو تُنهن ۾، اِئين حق پاڪ فرمايو.

مَعنيٰ جا رَبّ اَرنِي جِي، ظاهِر ٿِي لَنّ تَرانِي ۾،
تَجلِي جي تَجلي مُؤن، اِسم ذاتِي ٿي ڳالهايو.

لَقاء جي ڪاڻِ بيخُود ٿِي، عاشق ٿا پاڻَ ڪن ظاهر،
ڇڏي سانگا سَييئِي سر جا، اَچن سُوري مٿي ڪاهيو.

"ولي محمد" اِنهي حد ۾، وَفي انفس ڪي سَمجهي ڏس،
نـہ ڳولِهج پاڻَ کان ٻاهر، حُڪمُ فُرقان ۾ آيو.

## ڪلام : حضرت سيد مصري شاهه (نصرپور)

تلهه: يلا پير تنهنجو پيرو نـہ ميرو،
سوالين جا سڏ سڻ سيد سگهيرو.

سڻ فرياد ڪر داد دلشاد دلبر،
ڏي اڙين ڪي اَڏر صدر پير سرور،
ڇيهن ڪان ڇڏائي ترت نام تيرو.

خراسان ايران افغان اوري،
مَکر ۽ ملتان، تڳن کين توري،
قدم ڪُل تي قادر اوهان جو اڳيرو.

شهنشاه، بي واه جي واه ڪر، تون،
پلئه پير پينار جو پُر پاند پر تون،
گدا، گنج تنهنجي مان گُهري تو گهٽيرو.

ڏئي ديد تي عيد توحيد تَن کي،
هدايت لڳي هِير مصري جي مَن کي،
ڪُلئي ڪَس لهي ويا ڏيکڻ ساڻ ڏيرو.

## ڪلام : فقير نواب ولي محمد صوفي (تاجپور شريف)

ٿل: پرهه جو سَوالي، وَڃان ڪِيئَن خالي،
تُون ڏي دانُ داتا، صاحب سَويرو.

مُنهنجا سوالَ ڪرِ تون سائين سَجايا،
عُمر ڏِينهَن سَيِيئِي گُذاريم اجايا،
هائي بي سَمَر بيو گناهن ۾ ميرو.

کهڙو پَروَسو آئون ڪريان سيم ۽ زر تي،
جَڏي ماڳ بِيا سَپ آئُسر تنهنجي در تي،
ڏاڍي ڪَنهن سَبب ڪَرِ جو پهتَس اَويرو.

ملي رِزقِ تو مُون جو دائِم مُقرر،
آهِيان راضي تنهن تي گهڻو خُوب خُوشتَر،
هاڻي گهرجي بَرڪت تہ ٿِئي مُون گهڻيرو.

" وِلي محمد" سان ڪرم ڪرِ تُون سائِين،
پَسِي ويل سڪراتِ پان پَسائِين،
تَنهن سانَ ڪَرِ تون فَضُل جو ڪو پيرو.

# شجره نسب

## اولاد حضرت فقير نواب ولي محمد لغاري




ورق اٿلايو


نواب غلام شبیر خان ولد نواب درویش خان
۱ عنایت علي خان
موجوده سجاده نشین
۲ بشارت علي خان عرف
دوست محمد خان
۳ تراب علي خان
۴ زاهد علي خان
۵ عارف علي خان
۶ درویش محمد خان
شاهزیب احمد خان
شایان علي
غلام حیدر خان ولد نواب درویش خان
ذوالفقار علي خان
غضنفر علي خان
اظفر علي خان
اوصاف علي
عشاق علي
معراج علي
غلام حیدر عرف خضر علي

## نواب احسان علي خان ولد نواب غلام حيدر خان




نواب روشن علي خان ولد نواب غلام حيدر خان
حاجي غلام قادر خان
وزير حسين خان
غلام مصطفى خان
ظهور حسين خان
فدا حسين خان
الطاف حسين خان
ضياء الحق
نور الحق
سراج الحق
حق نواز
علي نواز
احمد خان
الطاف حسين
روشن علي
مشتاق علي
شمس الدين
حسن مصطفى
نياز علي
اياز علي
فياض علي
ياسين
غلام حسنين
غلام سرور
غلام اصغر
غلام اكبر
غلام مرتضى مدني
مصور مهدي
غلام مجتبى
محمد طه
غلام علي



نواب بهاول خان شهيد ولد حضرت فقير نواب ولي محمد لغاري
نواب امداد علي خان عرف وريل خان
فقير نواب بهاول صوفي
امداد علي خان لغاري
فتح علي خان
عرف مير سائين
(لاولد فوت)
مكرم علي
معظم علي
فتح بهاول
اكرام علي


نواب حاجي سردار خان ولد حضرت فقير نواب ولي محمد لغاري
1. نواب محب علي خان
2. نواب مولاداد خان
١ عبدالقادر خان (پروفيسر)
٢ عبدالجبار عابد (ڈاکٽر)
٣ عبد الخالق (حڪيم)
٤ عبد الڪريم (حافظ)
٥ عبدالرحمان خان (استاد)
٦ عبدالواحد خان
٧ عبد الماجد
٨ عبد العزيز
٩ عبد الستار
محمد جرير
محمد حسان شمائل حسن
مصعب محمد جريج
محمد لطيف يحيٰ
زين العابدين شمس العارفين نور العارفين
معين الدين
حنيف
محمد مجيب محمد زوهيب
زبير احمد شعيب احمد نويد احمد عتيق احمد شفيق احمد
نصر الله ظفر الله اسد الله سيف الله
رجب علي عباس
عزير منيب ياسين
نظام الدين صلاح الدين حبيب الله نعمت الله
صبغت الله
رواح خان
2. نواب مولاداد خان نواب حاجي سردار خان
مقبول حسين خان منصور عالم خان
شرجيل عديل گل ريز نبيل عاشق علي
وارث مقبول
مولاداد


نواب غلام رسول خان ولد حضرت فقير نواب ولي محمد لغاري
نواب خدابخش خان
نواب ولي محمد خان
غلام رسول
عمير
وقار
نوشاد احمد
محسن علي
ثاقب حسين
عبدالحادي
محمد مهد
عبد الواسع
حماد الله
شهباز علي

No: 41    Political Department 187.

To,

This Highly honoured and most revered and highly esteemed Nawab Mian Wali Mahomed Khan and Mian Bukshali Khan

may the hand of Almighty be upon them.

I am much grieved to hear the sad news of the death of your much revered father but -- this is the path that every body has to travel and there is no other go but to observe silence. I am therefore writing you to be patient and to resign to the Will of the Almighty Lord.

Dated 10th March 1870.

By order of the Commissioner in Sind.

Sd/- Assistant Commissioner in Sind.

Sd/- Khudad Khan Head Munshi.

<u>True Copy.</u>

جناب ڪمشنر صاحب سنڌ جو بتاريخ مارچ 1870 ع ۾
نواب احمد خان جي وفات تي سندن فرزندن
فقير نواب ولي محمد خان ۽ نواب بخش علي خان
ڏي موڪليل عذر خواهي جو خط

No. of 1915.

Political Department,

Office of the Commissioner in Sind,

Government House, Karachi, July 1915.

Memorandum.

In reply to his petition dated the 25th May 1915 submitted through the Collector of Hydérabad, Nawab Ghulam Hyder Khan walad Nawab Wali Mahomed Khan is informed that the use of the complimentary title of 'Nawab' by him will be recognized and that the Commissioner has also been pleased to give him his father's seat in his Darbar.

By Order,

Acting Assistant Commissioner in Sind.

To

Nawab Ghulam Hyder Khan walad Nawab Wali Mahomed Khan.

Through

The Mukhtiarkar of Tando Allahyar.

W.K.T.1/7.

[illegible]

[illegible]

جناب ڪمشنر صاحب سنڌ جي آفيس مان بتاريخ مئي 1915 ع تي نواب غلام حيدر خان ولد فقير صاحب نواب وليّ محمد خان ڏي موڪليل ياداشت نامون


وصیت نامه

وصيت نامون
سردار نواب احمد خان لغاري
بن وزير اعظم نواب ولي محمد خان



سردار تجيو خان لغاري ديره غازي خان واري
جو خط بطرف فقير نواب ولي محمد خان



سردار تجيئي خان لغاري جي موڪليل خط
جي لفافي مٿان سرنامہ


بسم الله الرحمن الرحیم

فهرست کتاب انیس الموحدین تفصیلوار که هر چه در هر چند ورق است بقلم
ذکر آیته ولا تطرد الذین یدعون ربهم در ورق ۵ تا ۶ ذکر آیته
لن تنالوا البر در ورق ۶ ذکر آیته یا ایها الذین امنوا قاتلوا الذین
یلونکم من الکفار در ورق ۶ تا ۷ چند احادیث از ورق ۷ تا ۹
ذکر آیته مثل الفریقین کالاعمی در ورق ۹ تا ۱۰ ذکر آیته
کهیعص در ورق ۱۰ تا ۱۱ ذکر آیته واصبر نفسک مع الذین
یدعون در ورق ۱۱ ذکر آیته ان فی ذلک لایات للمتوسمین
در ورق ۱۱ تا ۱۲ ذکر آیته وان تدعوهم الی الهدی لا یسمعون
در ورق ۱۱ [illegible] از لباب مثنوی در ورق ۱۲ ذکر آیته لیس بامانیکم
ولا امانی [illegible] شروع شد از ورق ۱۲ تا ۱۳ [illegible] احادیث در ورق
۱۳ تا ۱۸ ذکر سلطان العارفین شیخ بایزید بسطامی رحمة الله علیه در ورق ۱۸ تا ۱۹
نقل از کتاب بحر کرامات در [illegible] در ورق ۱۹ تا ۲۰ ذکر شیخ منصور
علیه در ورق ۲۰ چند احادیث از رساله [illegible] میان عبد الرحیم گروهری در ورق ۲۱
ذکر آیته بما فعل المبطلون در ورق ۲۱ فذکرونی اذکرکم در ورق ۲۱ تا ۲۲

فقير نواب ولي محمد خان جي تصنيف ڪيل .

ڪتاب انيس الموجدين (قلمي)

جي فهرست واري پهرين صفحي جو عڪس

ذکر آیه ولقد رآه بالافق المبین در بیت ۴۲ ذکر آیه الم تر ان الله انزل من السماء

ماء [illegible] در بیت ۴۲ تا به ۴۳ ذکر آیه ولا تحسبن الذین قتلوا فی سبیل الله امواتا در بیت

منقول از رساله محبوب العارفین [illegible] در بیت ۴۳ تا به ۴۸ دفعه احادیث در بیت ۴ تا به ۴۳

حدیث در باب رنگ طین احمر یعنی گل سرخ [illegible] در بیت ۴۳

تا به نقل عجیب روزی ذوالقرنین که بخدمت حکیم افلاطون رفت گفت در بیت ۴۳

از بحر سعادت از حضرت یحیی ابن معاذ که چهار هزار کتاب خوانده بودم از آن چهار نکته قبول کردم

در بیت ۴۴ حدیث در باب گریه کردن بر ماتم حضرت امام حسین علیه السلام در ثواب در بیت ۴۳

[illegible] منقول [illegible] عجب اندازه پنج چیز [illegible] ۴۴ ذکر حضرت امام

امام جعفر صادق علیه السلام در بیت ۴۵ ذکر حضرت اویس قرنی در بیت ۴۵ ذکر حضرت

امام حسن بصری در بیت ۴۵ تا به ۴۶ نقل مالک دینار رحمة الله علیه در بیت ۴۶ نقل حبیب عجمی

در بیت ۴۶ ذکر عتبه بن غلام در بیت ۴۷ ذکر حضرت بی بی رابعه بصری [illegible] در بیت ۴۷

چند [illegible] کننده که تصنیف کرده حضرت شیخ [illegible] رحمة الله علیه از تصنیف

[illegible] در بیت ۶۱ تا ذکر فضیل عیاض در بیت ۶۱ ذکر حضرت ابراهیم ادهم

در بیت ۶۱ تا به ۶۲ ذکر بشر حافی رحمة الله علیه در بیت ۶۲ ذکر ذوالنون مصری

در بیت ۶۲ تا به ۶۳ چند احادیث از کتاب کنز العبرت در بیت ۶۳ ذکر شیخ

## فقير نواب ولي محمد خان جي تصنيف ڪيل
## ڪتاب انيس الموحدين (قلمي)
## جي فهرست واري ٻئي صفحي جو عڪس



رب یسر بسم الله الرحمن الرحیم و تمم بالخیر

حمد بی حد و ثنای بی عد در حضرت واجب الوجود جل کبریاءه که آفتاب جهانتاب رتبی است از
منشور مطول قدرت او و فلک الافلاک ورقی است از کتاب عظیم صنعت او و درود نامعدود
بران صاحب مقام محمود که لولاک لما خلقت الافلاک بوئی است از گلستان کمالش وانک
لعلی خلق عظیم روحی است از بوستان جمالش صلی الله تعالی علیه وآله واصحابه وعلینا معهم اجمعین
والحمد لله رب العالمین میگوید مقر حقیر خادم الفقراء ولیمحمد خلف مرحوم مغفور نواب احمد خان لغاری
مرید درگاه حضرت صاحبان مرتبت القادری علیه الرحمه به موجب عقل ناقص خود قیاس نمودیم
که بیرون درد و جفا لیلی وجودی هرگز نخواهد شد چراکه رسم اهل فقرای الحقیقت برابر است
آنچه میگویند و میکنند درست و بجا است همای خیال بر خاطر جانان گرفته بس آیات مصحف شریف
واحادیث خیر البشر و بعض اقوال اولیاء مکمل که بزبان فارسی اند در معانقه اوقات
آسایش و زینت دنیا منسوخ می کند درد و جفا جلوه می گردانند نموده کتاب انیس الموحدین

كتاب انيس الموحدين (قلمي) هٿ اکر
فقير صاحب نواب ولي محمد خان.
(شروعات واري پهرين صفحي جو عڪس)



دل مؤمن قرانیست ... دل بزبان حال همه این گوید روزت بسر رده همی دانستم
شب باتو غنودم نمیدانستم ولی برده بجوم بخود گرم بودم من جمله تو بودم نمیدانستم
از پیش ما بردار وحدت بر خود بنشین دیدۀ تا تجلی دائم در رحمت
تمام شد کتاب انیس الموحدین از دست فقیر حقیر ولیمحمد خان نواب مرید درگاه
حضرات صوفی القادری بتاریخ یازدهم ماه ذی قعده سنه ۱۲۹۷ هر کسی اهل
مطالعه کنند این کتاب را بعرض میرسانم که از سهوی و یا خطائی بوقوع رسیده باشد
اورا ... بپوشند و فقیر را بدعای یاد فرمایند امید که این کتاب سینه خاطر اهل دلها
خواهد شد

کتاب انيس الموحدين (قلمي) تصنيف
فقير صاحب نواب ولي محمد خان (ثاني).
(سن ڪتابت ماه ذي القعد ۱۲۹۷ هجري
آخري صفحي جو عڪس)

بسم الله الرحمٰن الرحيم

# روپ ڪلياڻ

(١)

سَڏائي عَبۡد تيو ظاهر،
پَهري پوشاڪ اِنساني.

ڪري آيو مِيم جو اولو، مشاخيءَ ڪي ڏِنئين رولو،
رِنديءَ وارن يَڳئين پولو، چَئي نِروار مَنۡ رَاٰنِي .

ساري مَنجھ لوڪ پيو غوغا، تِيو خَتمُ النَّبي پيدا،
ڏِنو جن صاف مَنجھ مَعنيٰ، تنهِين ڪئي جان قُربانِي.

مْلان قاضِي جوڙي مَسلا، وينا پَنهنجي ڪري تَسليٰ،
وِسارين عشق سَڀ وَسلا، جيڪي ها مَنجھ فقه خوانِي.

سُجاتو عاشقن جاڳي، حُسن مَحبوب جو ساڳي،
تِيا مَنجھ دوُر بيراڳِي، پَسي دِيدار سُبحاني.

”ولي محمد“شريعَت کي، تون ڳولي ڏِس طريقَت ڏي،
حَقيقت حال سَمجِهين جي، تہ ڪر شبهات سَڀ فانِي.

(٢)

ڪري سِينگار سَڀ سهڻُو،
آدَم جي پوش ۾ آيو.

آهي مَعنيٰ ۾ خُود مالِڪُ ڏِسي سَمجهي ڪو اُت سالِڪ
ڪٿي خَلقِيل ڪٿي خالِق ڏِٺو ڪِيئن عَبد جو رايو.

ڪٿي بي مثل ڪٿي بي چُون، ڪٿي خَتمُ النَبي ڏِس تون،
دُوئيءَ ڪي ڪَڍِ اَندر دل مَؤن، آهي آدَم سَندُس جايو.

مَڙهِي مَسجد ۾ ڏٺِي گوڏو، مشاخيءَ ڪي ڏِٺئين لوڏو،
رِنديءَ وارن ڪي ڏِٺو اوڏو، پَسي دِل سيِ ڪَنهِين مايو.

ظاهِر وارن ڪُفر ڄاتو، مشاخيءَ سان رَکي ناتو،
رِنديءَ ۾ پير جَن پاتو، ”ولي محمد“ ڪي حَق پانيو.

(۳)

"قَالُوابَلىٰ" جي قول جا، صُوفِين امرَ پورا ڪيا،
مَقبُول ٿِيا دَرگاهه حَق، ڏِيدار ٿِين دَارُالبَقَا.

ٿِين شَهادَت جو شَرف، داخِل ٿِيا شُهداء جي فوج،
سِر سَندن نيزَن مٿي، اَسريٰ جي آيت ٿي پَڙهِيا.

اَنا اَحمَد کي بِلا مِيمِي، ڇَئِي ڪيائُون سجُود،
عَبد کي اَحَد سُڃاڻي، اَلاَمُرَ ۾ ٿي رَهيا.

فِقه جا وَرقَ وِساري، اَناالحَق ۾ ٿِيا مُحِيط،
بي خُودِي جو پِي پيالو، سِر سُولِي مَنصُور ٿِيا.

"ولي محمد" کي مَ ڇَئو، "بَشَرٌمِّثل" مَنجهه رَهه صَبُر،
قَلب جي ڪعبي ۾ ڏِس ٽون، مُنهن وِڃهي سارو لَقا.

(۴)

ڏِٺو سون يارَ جو جَلوو،
عَجب صُوَرت پَرستِيءَ ۾.

ڪُفر اِسلام کي تون ڇَڏ، قَلب "قَالُوابَليٰ" سان گَڏِ،
دُوئي جي مُلڪ مؤن تون لَڏِ، ڪري سَجدو اَلستِيءَ ۾.

سِريءَ جي سَير ۾ ٿِي گُم، اِلا اَنا کي وَٺِي با دَمُ،
وِساري غَير جا سڀ ڪَمَ، مَحو ٿِي موجَ مَستِيءَ ۾.

نہ رَک دل تي ذرو ماضِي، پَنهنجو تي پاڻ ۾ قاضِي،
ٿيندو حَقُ تو مَتي راضِي، اَتِئِي نُقصان هَستِيءَ ۾.

"ولي" محمد کي ڏِس ظاهر، بِلا مِيمِي سان ٿِي ماهِر،
نِهارج ٿُون اَندر ٻاهر، نہ ڳولج بُوالهَوَستِيءَ ۾.

(۵)

تُنهنجو تو ڙِي ساڻُ،
ٻيا ڇو ماڳ نِهارِئين.

عِشق سَنديئِي پَنڌ ۾، هَلج وِڃائي ڄاڻُ،
دَمِ دَمِ ۾ ڪج پاڻُ ڪي، حيرَت ۾ حيران.

فَذڪرونِي اَذڪُرڪُم، آهي اِهو فَرمان،
ويهِي ڪج وجود ۾، سَندِي رُوح رِهاڻُ.

"اَلاِنسان سِرّي وَاَنا سِرُّهٗ"، رَمز اِها تون سُڃاڻُ،
جي مَرِين مرڻا اڳي، تان ٿِئين اِنسان.

"ولي محمد" عشق جو، اُونهُون آهي بَيان،
حاصل ٿِيندو تن کي، جِنهِين سِر قُربان.

(٦)

چڏي سَڀ شِرڪ جُون جايُون،
دُوئِي جا بارَ لاهيا سي.

ٻُڌي شيطان جو قِصو، دِلَم هَلِي سِر نِواياسي،
ڪعبو صُورت ڪري اڳ ۾، سَجدا تَعظِيم جا ڪياسي.

تُهمَت جنهن تي جِنهِين جِي هُئِي، سَيئِي سِر تي چاياسي،
گِلا غِيبَت لَقب ڄاڻي، پوئي گُل هارَ پايا سي.

دُنيا جا عَيش سَڀ دل کي، طَرحين طَرحين وِڪاياسي،
يقِين کي ڪَيائِين جڏهن ثابِت، تَڏهن اِسلام آياسي.

عَقل ڄي جاءِ هت ناهي، اچي عشق جڳاياسي،
”ولي محمد“ جِي هِمَت سان، حُسن نيئِي مِلاياسي.

(٧)

ڳالهيون مُحبن واري ديسَ جُون،
ڪَن اسان جي پيُون.
ڳُجھ اَندر جُون خبرون،
ڪانگل آڻي ڇَپُون.
واتُون وِصال جي پَندَ جُون،
عشق ڪيُون اچي نيُون.
جي نِشانيُون حُسنِ جُون ڏِيوسين،
سَي صُورت مَنجھ ٿِيون.
"وَلي محمد" اُهي پارِ لَنگھنديُون،
جي صُوفِي سُنگ رَهيُون.

(٨)

ساري ڏيج پيغام،
پانڌِي اَدا پيش پريَن.
آئُون تہ اُوهانجَڙِي آهيان اصل کون،
گوليڇِي ۽ غُلام.
پارِجُ پَنهنجا قول سَيئِي،
مِيرَ مَدِيني جا جام.
ڏي ڪو دِلاسو مُحب اَچڻ جو،
سارِيان وِينِي مُدام.
هِي نِماڻِي تُون پاڻ سُجاڻي،
لاهِ دُوئِي جا دام.
"وَلي محمد" چئي روز اَلَستم،
آهيان تُنهنجَڙي سام.

(۹)

هوت وَنِي ويا زورَؤن زور،
كيڏِي كري وِيا ڏيرَ جُدائِي.

دوستَ بِنا هاٿي ويهَڻ اَجايو، راهه اِنهي سِر ڏِيڻ سَجايو،
گهورِيو هِي يَنيور.

ڏُونگر ڏاڍا لَڪَ سُجهن تا، واٽَ وِندُر جِي هُل بُجَهن تا،
كيچ وِيندِيَس كنهن طُور.

هِن نَنگري ۾ داد نه كوئِي، كنهن سان كريان حالُ سَيُوئِي،
رَنگپُور ساري پُرشور.

"ولي محمد" وَٽ عشق جِي دامن، نَرمِيُون گرمِيُون زيبُ عُشاقَن،
صاف صُوفِي ٿِي سِر گهور.

مون کي مارُوئڙن جا جيڏيُون،
تا پَل پَل پُورَ پوَنِ.

ظاهِر مَحلن ۾ آهِيان، باطِن خُب وَطن.
پَکا پَنهوارَن جا، ڏِسان شال اکِيُن.
دُعا ڪريو جيئري مِلان، شَل پَرم ساڻ ڪَکِن.
هِڪڙي سِڪ ساٿيهه جِي، ٻيو سِڪان سَرتِين.
" ولي محمد" هِن حال جِي، لَڄَ آهي تَر ڏَٽِيَن.

(١١)

ڪَربَلا جي واقِعي ڪان،
پوءِ رَهڻ خوش ٿِيو ڪُفر.

دوَر دُنيا جو سَيبئِي، جانُ ماتَم جو مَڪان،
خيالِ رَک " يَبڪُو ڪَثِيرا " ، وِجهه شَهِيدَن جو پَتر.

ڏِس هَلِي اِحرام صُوفِين، جي گُذر گُذران جو،
جن رَهي شُهداء جي مُحبت ۾، بَجاء آندو اَمُر.

تَحقِيق ڪئِي تن رسم پوري، ٿِيا شَهادَت ۾ رَفِيق،
سِر سَندن نيزَن تي جُهولِيا، تين عَطا نَبوِي سَفَر.

" ولي محمد" ياد رَک، آيَت " وَلا تَفرَح" مُدام،
ڇڏ خوشي دل تان وِساري، ڏِس لَقاءُ تُون مَنجهه صَبر.

# روپ تلنگ

(١)

جوڙي قَلَب بَيت رَبّي، اِنسان ۾ سَمايو،
ڏِسِي ذاتِ کي صِفت ۾، مَلکَن تي سِر نِمايو.

آدَم جو پوش پائي، آيو پاڻ کي لِکائي،
مَچُ عشقَ جو مَچائي، خُود عشق بَڻِجي آيو.

اَصلَئُون هو سِر حَقانِي، لاريب لامَکانِي،
مَنجِهه رَمز "لَنَ تَرانِي"، ورِي طُور کَنهن جَلايو.

ڏَئِي حُسن جو ڏيکارو، ورِي پاڻ ٿِيو نِيارو،
سُورِي جو کَيَئِين اِشارو، سِر عاشقَن سَنيايو.

"ولي محمد" سَنيارِج، ذاتِي نہ دَمُ وِسارِج،
پَنهنجي پاڻ ۾ نِهارِج، صُورَت سان پيچُ پايو.

(٢)

جَنهن کي مُلڪ عَدَم تا چون،
اُتي صُوفِي تا سَير ڪن.

ٻي ڪنهِين جِي حاجَت ناهي، اِها مَنزل مُشڪل آهي،
ٻِنان عُشاقَن.

ذاتِي اِسم کي ڪيائُون ثابِت، اَنَاالُحَق جو ڏيئِي پاهَت،
تِيا عَدَم ساڪن.

لاهي پوش صِفت تِيا آجا، شاهِي طَبَل وَڄائي واڄا،
رِندِي رَمز رَکَن.

”ولي محمد“ جي پائِين گَڏجان، اِنهي بَحَر جو طالِب سَڏِجان،
ڏي مشاخيءَ ٻَن.

(٣)

عشق ڏِنو اِهو رايو،
چُنا قِيدِي قيدَ مان.

مَلَڪَ الّموتُ سَندَس آهي نالو، ڏِيندو وِصال جو پُر ڪري پيالو،
ڪَر ڪو هَلڻ جو سعيو سعيو.

بي مِثلي جو مِثل نہ ڳولج، ڳالِھ ڳُجھي اِها مُور نہ ڦولجُ،
پانڌ ڳجِي جنهن پايو پايو.

وِسرِيا خامَ خيال دُنيا جا، وَڃَن دَم دَم باجا بِرھ جا،
بي رَنگِي رَنگ لايو لايو.

"ولي محمد" اِها تُون سَمجھي، جانِب سان شَل اِيندِي رَھجِي،
دِل کي دلاسو آيو آيو.

(۴)

عشق جي مَنزل دُور،
تنهن کي سَمجهن کي مَنصُور.

اَنَاالْحَق جو هُل هُلائي، نَفِي ذاتِي سان لئُون لائي،
پوءِ نُورِي ٿِيا وِچِي نُور.

صُوفِي سَير تا ڪن سُبحانِي، نَعرو هَڻِي مَا اَعَظَم شَانِيْ،
ڇڏيو دُوئِي جا سَي مَذڪُور.

هَلن حَق ڏي حَق ٿِي ظَاهِر، لامَڪان جا ٿِيا وَچِي ماهِر،
ڪيا رَمز رِندِي مَشهُور.

بارَ بِره جا آين بارِي، رِند رَکَن تا رَمز نِيارِي،
ڪيا حُسن حَقِي مَخمُور.

"ولي محمد" آهي مُشڪل بازِي، گوءِ کَڻِي وِيا عاشِق غازِي،
مُڙيا ڪِين ڪنهين دَستُور.

(۵)

ڇَڏِ سانگا سِر جا لاهي،
ڏي سِر تہ ڇُٽين هِن قيدَ مان.

جوڙي رَک تُون لا ڇي ڪاتِي، جيئَري رَک تُون حال مَماتِي،
اِنهي رَمز ۾ پئو تُون ڪاهي.

لا وجُودِي سان دَم رَک تُون، ذائِقو فِراق وِصال جو چَکُ تون،
جنهن ۾ قَطرو غَير جو ناهي.

هلِي عشق جي پئو تُون پَناري، دِين ڪُفر کي ڇَڏ تُون وِساري،
اِهو نامُ ، ڇَڏِيندُئِي تاهي.

"ولي محمد" تِي صُوفِي طالِبُ گولِي لَهُ پَنهنجو اَصلي قالِبُ
جو آدَم کان اڳ آهي.

(٦)

مُحب مُنهنجي خَمُدار،
سارو مُلڪ نوايو.

راتو ڏينهان وينِي نِهاريان، مُحبَ ايندين ڪَنهن وار،
آهي مُحبت مَڄ مَچايو.

جانِي اسان سان ڪَر نہ جُدايون، دمَ تي ڪونهي اَعتبار،
ڏسان توڪي اگڻ آيو.

لاهِ نِقابُ تہ حُسن تِئي ظاهِر، عاشقن لاءِ دِيدار،
وينا آهِن سِرُ سَنيايو

اَلفِراقُ اَشَدّ تو ماري، جِيئڻ آهي لاچار،
ڪر وِصال جو يار سَعيو.

"ولي محمد" سان روز الَستِي، پارِج قول قَرار،
دلبر دِل جا پيچ پايو.

زُلف جو رُخ تي غِلاف،
حُسن صُورت ۾ سَمايو.

ڪج ڪَمان اَبرُو جو وِچ، مَحراب بَرزُخ ۾ تُون ڏِس،
ڪِيئن رَوا ٿِيندو نہ سَجدو، ناھ ڪو تَنھن ۾ خِلاف،
ڇَڏ فقه رَسمِي جو رايو.

ڪَعبہ قَلبُ المُومِنِين، حَقُ تو چَوي ظاھِر ظھُور،
تڏھن ڪَھڙا دَر تو پُڇين پِيا، ڪر قَلب ڪي تون طَواف،
آھي توتي فَرض سَعيو.

بَڻي اڪِيُون فانوس جِيئن، دائِم بَرَن ڪعبي اَندر،
لَب جو تِر آھي حِجرِ اَسوَد، سو پانئِج جِيئن مُشڪ ناف،
جنھن جِي خُوشبوءِ جَڳ نِمايو.

خَلقَت الاِنسان مِنَ النُوري، جي مَعنيٰ ڏي نِھار،
انھي رَمز تِي سِر عاشقَن جي، دَؤر جي تڪليف معاف،
پير جن پوئتي نہ پايو.

"ولي محمد" وَرق ڏوئي جاء ڇَڏ وِساري تِي شِتاب،
نائي سِر صُورت اڳيؤن، تَحقِيق تِي صُوفِي نُون صاف،
ويا شُبہ پَنڌ ٿِيو سَجايو.

(٨)

تُنهنجي حُسن ڪيو مُونکي حيران،
مُحبَ وِصال جِي ڏي دِلدارِي.

قَلَب اَندَر ۾ ڏِين تو دِلاسا، پوءِ ڪرين تو ڇا ڪان پاسا،
ناهي اِهو شاهِي تُنهنجو شان، ڪَر ڪا اَسان جِي پِرين پوئِوارِي.

ساڻ يَتيمَن ڪَر نہ تُون ماٽا، آهِيُون اَسين تُنهنجي دَر جا وِڪاٽا،
ڇو تو ڇَوين آهيان لامَڪان، ڳَالِهِ وِسار نہ اَقَرب وارِي.

ليليٰ مَجنُون ڪِيئن گُذارِيو، پِنهين مِجاز ڪي ڪِيئن سِينگارِيو،
اسان جِي دِل تي اِهو اَرمان، مُفت آهي سِر تي لوڪ مَيارِي.

"ولي محمد" چئي يارَ پيارا، تُنهنجي ڏِسَڻ لاءِ آهِيُون نِهارا،
روزو سِڪي لَئي آذان، تِيئَن تا سِڪون تو لاءِ رات سارِي.

(۹)

اُتي سسئي . تِي رواني،
پنهل پاجهُون ڪِينَ سَرندِي.

سَڱَ سِياپا عشق وساريا، سِر ڪري قرباني،
جَهڙي تَهڙي وڃ تَرندِي.

ذاتِي وارِي اَندر ۾ تَند وڃائج، خيال ڇَڏي سَپ فانِي،
اِها بولِي وَڃج ٻُرندِي.

ڪيچ ٻُجهي تو پَراهون ثمر سِڪ جو ڪَٺج ساري، نِياڻج نِينهن نِشانِي،
وَڃج نالي سان وِندرندِي.

”ولي محمد“ وَس ناهي ڪنهن جو، لِکيل تَقدِير رَبانِي،
اِها هَرگِز ڪِين ٽَرندِي.

(١٠)

ويسَلِي ويهُ نہ سَسئِي،
آهِين پَنيور ۾ کو دَمُ.

ڪر ڪو ثَمَر جو سَعيو، آيو ڪِي چاڻ آيو،
آخِر هَلندِي سَيڪا، موٽِي مُلڪ عَدَم.

عَين وِصال مَنجهُئُون، ٿِيندو فِراق پيدا،
دؤر دُنيا جِي زِينَت، آهي نِسورو طِلسَم.

ڏير نہ يانئِج پَنهنجا، تا ڪن وَڃَڻ جُون وايُون،
ڄامُ پُنهَل ڪي نِيندا، پَوندن ڪونہ شَرم.

تا ڪوه قاف ٻُجَهن، ڏُونگر جا پَنڌَ بارِي،
تَوَڪَل جو ٻَڌُ سَندرو، ڪيچ وِينديِنءَ سانُ يَرَم.

”ولي محمد“ ڇَڏِ غِفلَت، عشق جِي وَٺ تُون دامَن،
صُورَت سان ٿِي شامل، رَمز رِندِي رَک محڪم.

(١١)

وِرچي نہ ويھ سَسئي، رَک ڪبچ ڪي نَظر ۾،
ساجِھر ڇِڏي پَنيور ڪي، اُتِي وَؤڙ ڏي وِندُر ۾.

سُک عيش سَڀ وِساري، ڪَنُ ڪو ثَمَر تُون ساري،
ڏِس هوت ڪي نِهاري، پاسو نہ ڏِج پَهر ۾.

جَفُ الّقَلَم وَهِي ويو، نَهٹُون سو سَڀ ئَهِي ويو،
تِي شام سِج لِهي ويو، صابِر تِي رَھ صَبر ۾.

وَرَ سان تُون نِينهُن لائي، مُحبت جو مَچ مَچائي،
صُورت سان پيچُ پائي، چَلِي پيھ تون ڇَپَر ۾.

لَنگِهيو ڏِينهُن رات پيئِي، پَؤ پَنڌ ۾ سَنجِهيئِي،
ٿِيندو سوجِھرو سِگهيئِي، وَالّيَل وَالّقَمر ۾.

"ولي محمد" فَهم ڪَر، دِل تي نہ ڪوئِي غَم ڪرِ،
بِيا خيال سڀ خَتم ڪَر، رَھ عشقَ جي اَمُرَ ۾.

(١٢)

مَتان مُونکي جَهل پائي،
هيڪر وِينديَس ڪيچ ڪاهي.
هيءَ نِماڻِي عيبَن هاڻِي،
سِينو تن سان ڪِيئن ساهي.
سڱُ سُجاڻي پَنهنجو،
پُنهون مَنَ پاڻ پَسائي.
سِڪ سَچِي سان جيڪي هَلنديون،
ڏُکيو ڏُونگر تِنهين چاهي.
"ولي محمد" کي حُب هادِي جِي،
تنهن کي ماڻَ پُڄائي.

(١٣)

يانئِين جي پَسان پرَ کي،
رَک خيال اَنَاالحَق ۾.

دُوئِي جا وَرق ڌوئي، صُوفِي صَفا تِي رَهه،
خِرقو مَشاخيءَ لاهي، ڳُولح رِندِي دَلَق ۾.

سِر جو تُون سانگو لاهي، تِي اَحدِيت جو ماهر،
وَحدَت وجُودِي رَک تُون، نِروار تِي خَلق ۾.

هِن حال جِي حَقِيقت ظاهر نه ڳول تون،
دل جو ڪِتاب کولي ڏِس قَلب جي وَرقَ ۾.

" ولي محمد" وِصال جِي معني کي ڪَر صَحي،
مَنصُور جو تي طالِب اَتئي رَمز اِنهيَ سَبقَ ۾.

(١۴)

عشق سارو ڳُجھ آھي آھي،
معنيٰ ۾ ڏِس تنھنکي سَمجھِي.

جَنھن جو مِثل ھِت ناھي کوئِي، تڏھن تون ڄاڻ تہ صُورَت سوئِي
خيال ڏُوئِي جا ڇَڏ لاھي لاھي.

مُلک ساري تي آھي غالِب، ڪتي مَطلُوب ڪتي طالِب،
کير تنھن سان سِينو ساھي ساھي.

اَحَدِيَت جا حُڪم ھَلائي، حُسن ساڻ تو پاڻ مِلائي،
طَرحين نام تو ناھي ناھي.

"ولي محمد" ٿِي حُسن جو شائِق سانگو سِر جو لاھي ٿِي عاشق،
جاءِ عَقل جي ناھي ناھي.

(١٥)

ذات صِفت ڪري ڏار،
پوءِ ٿي مُنصف تہ ڪير آهي.

دِين ڪُفر کي ڇڏ تون وِساري، عشق جو مَڪتبُ ڏِس تون نِهاري،
ناهي معنيٰ تڪرار، صُورت ۾ قند قير آهي.

بي خُودي جي بابَ کي ڳولِج، اِلا اَنا جِي ٻولي ٻولِج،
منجهہ اِنهيءَ اسرار، اَنَّاالحَق جو سَير آهي.

عَبّدِيَت جو پوش مَٽائي، رَمز رِندي ۾ هُل هُلائي،
لاهِ دُوئي جا بار، مشاخيءَ ۾ غير آهي.

"ولي محمد" کي اَحد سڃاڻي، بِلا مِيمي قلب ۾ ڄاڻي،
رهِج سان اَعتبار، ظاهر وارن وير آهي.

## روپ بروو

(١)

جنهن جو عشق حُسن سان ناتو،
سي تہ چو نہ اَنَاالْحَق چَوندا مِيان .

بي خُودِي جو بَحر اِلاهِي، دِين کُفر جِي جاءِ نہ ڪائِي،
ڇَڏي شَڪ جِنهِين هَٿ لاتو.

هِي جَهان آهي نَقل اَصُل جو، ظاهِر باطِن عشق عَقل جو،
ڪيو پاڻ جَدا حَق ڪاتو.

مِشاخيءَ جي مَنزِل اوري، حَرف رِندِي تؤن گهوري گهوري،
جِنهِين پاڻ ۾ پاڻ سُڃاتو.

”ولي محمد“ اِها مُشڪل بازِي، ويا ڪَٽِي هِن دؤر مان غازِي،
جِنهِين پير نہ پوئتي پاتو.

(٢)

جِنهِين صُورت کي حَق سَمجِهي، دَرِي پَنهنجي قَلب جِي کولِي،
ذِکَر ذاتي مؤن تي پيدا معنيٰ جي مُلک جي ٻولي.

طَرِيقَت جي کُفر ٻاجَهتُون، آهي مُشکل اُتي پُهچَڻ،
جِتي اهي عُشاقَن جِي، اَنَاالْحَق جِي سَدا ٻولِي.

آدَم ۾ سَير جي سانگي، وِڌائِين رُوح مِنَ الرُّوحِي،
ڏئِي ڏَسُ نَحنُ اَقرَب جو، لاتائِين بِره جِي هولِي.

سَوين عاشق ٿِيا ظاهِر، وَڻي اِنهي ڳالهه جِي غِبرَت،
پيالو بي خُودِي جو پِي، سارِي جِند جان تن گهولِي.

"ولي محمد" ڪجي اِنصاف، سَچَن جي دَم سَچائِي جو،
لاڳاپا لوڪَ جا لاهي، جَهلِي جن عشق اڳِيَئُون جهولِي.

(٣)

جِني عاشق تا ڪن مَنزِل، عَقل جِي جاءِ اُتِ ناهي،
نَڪو سِج چَندِ نَڪِي تارا، نَڪو ڏينهن رات اُتِ ناهي.

اَلَستِي عَهدَ ڪيا قابُو، بَدا قَالُوابَليٰ جي قَول،
مُحبت جي بَحَر ۾ پيا، لاڳاپا لوڪَ جا لاهي.

اوري سَمجِهي عُشاقَن ميان، آدَمَ جِي حَد اُنهِي حَد ڪان،
ڏِناڻُون ذاتِ مَنجهه ذاتي، مَعنيٰ مَخفِي وِڌا ڳهائي.

ڏاڍي ڪنهن شوقَ ۾ پيهي، مُوتُو قَبل اَنتَ مُوتُو تِيا،
مَحَو ڪيا حُسنِ مَحبُوبِي، ڏِنُن ڏَسُ ڪنهن وڏي ڏاهي.

"ولي محمد" مشاخيءَ کي، وِساري ويهُ مَئخاني،
اُتي آهي عشقَ جو مَڪتَبُ، جِتي ٿو سڀ ڪنهن ٿاهي.

(۴)

پَکي آهِين مُلک معنيٰ جو، اُڏُر اوڏاهِين ڪري سَعيو.
نِڪرُ هِن قيدَخاني مان، وَٺِي شَهه عشق جو رايو.

سُجاڻِين پاڻ جي پنهنجو، تہ آهي تُنهنجِي ذاتِ مَنجهه ذاتِي،
نَڪو شَڪُ ڪو شُبهه تَنهن ۾، اِئين حَق پاڪ فرمايو.

مَعنيٰ جا رَبّ اَرنِي جي، ظاهِر تِي لَنْ تَراٰنِي ۾،
تَجلِي جي تَجلي مَؤن، اِسم ذاتِي تي ڳالهايو.

لَقاء جي ڪاڻِ بيخُود ٿِي، عاشق ٿا پاڻَ ڪن ظاهر،
ڇَڏي سانگا سَيِيئِي سِر جا، اَچن سُوري مَٿي ڪاهيو.

"ولي محمد" اِنهي حَد ۾، وَفِي اَنْفسڪم ڪي سَمجهي ڏِس،
نہ ڳولِج پاڻَ ڪان باهِر، حُڪمُ فُرقان ۾ آيو.

(۵)

پَٽ اکيون ـ تُون ہيئِي،
عِبرت ۾ پؤ ڪاهي.

وَڳَر وَڃن تا وَهندا ـ ڪَلَ نہ پَيَرِي ڪائِي،
سَنجه صُبح تون بہ هَلندين رَک ٿَمَر ڪو ٿاهي.

ڏاڍي ـ غِفلت ۾ عُمر ويئِي گُذري،
شَمسُ حَياتِيءَ جو هاٽي لَهڻ ۾ آهي.

وَهُوَ مَعَڪُم سَمجِهي جن، اَيۡنَما ڪُنتُم ۾ ڏِٺو،
حَق چوي ٿو جيڪي تنهن ۾ تفاوت ناهي.

”ولي محمد“ تِي ساجِد ڪَرُ صُورت کي سَجدو،
رَمز رِندي جي رَک تون خِرقو مشاخيءَ لاهي.

(٦)

ڇڏُ مُلک فَنا ڄِي سڀ رِتا،
رَک دم دم ڄِي هوشيارِي.

چارئي قِبلا ڏِس تون نِهاري، هر ڪو پوئتي واڳ پيو واري،
توڙي شاهه گدا، توڙي محب مِٺا.

آهين سانگِي سانگ تي آيو، ڄاڻ تحقيق تون مُلک پرايو،
وِڃي ڪولي اڪيون ڏِس مَرُهه لَٽيا.

دنيا دؤر بَقا جو ناهي، سمجهه فضيلت تنهن ۾ چاهي،
جنهن ۾ پيَو پُٽ پائِر وَتن رُنا.

”ولي محمد“ هي طِلسم بازِي، ويا پَرُوڙي تنهن ڪي غازِي،
جيڪي عشق جي محبت منجهه ڪُٺا.

(٧)

وساري خيال نَفساني، طريقت جي كُفر ۾ رَهه،
سچائي پاڻ ۾ پَنهنجو، اهو ڳُجهه ٻئي نه ڪنهن سان ڪَهه.

اِشارو سَمجُهه مَنصُوري، ڪئي جنهن مرد سڀ پُوري،
ٿيو نورٌ عَليٰ نُوري، عجب ڏِس بي خُودي جا پَهه.

رِندِي جِي رَمز تِي پَڌرو، تَوَڪل جو ٻڌِي سَندرو،
نَہ ڪنهن کي چئو ڏِکهو مَنڌرو، ملامت لوڪ جي سِر سَهه.

عاشق تا ڪن قُرباني، پَسِي ديدار سُبحاني،
چئي اَعَظَم مَا شَاني، نتا ڳولين ٻيا کي لَهه.

" ولي محمد" ذِڪر ذاتِي، اهو دمُ جانُ اِثباتِي،
پائي ڏِس قَلَب ۾ جهاتِي، مدد ڏيندو تو شاهن شَهه.

(٨)

نظاري حسن جي موهيا،
تڏهن عاشق چڙهيا سُوري.

ڏسي حقِي حُسن حَق جو، صِفاتِي پوش لاتائون،
اَناالحَق جِي لائي لولِي، ڏَکيا تَن ويس مَنصوري.

سُوري جي سير جي مَعنيٰ، اَلَسّتي قَول کَئِي ثابِت،
چَئِي قَالوابَليٰ وينا پيتائُون جام مَخمُوري

مُوسيٰ کي رَبّ اَرِني جو، لَقاءُ تيو لَنّ تَرأنِي ۾،
تَجلِي جو بَهانو ٿِيو، جَلِي ويو جَبَل کوهُ طُوري.

"ولي محمد" حُسن حَق جو، جڏهن آهي عشق ۾ مَخفِي،
تڏهن تَلقِين وَٿ تنهن کان، رَسم سَجدي جِي کَر پوري.

(٩)

عَجائِبِ موت جو پيالو، ڏيکاري تو وَطن ساڳي
ڏِسن تا ڳُجھ اِهو عاشق، ڏاڍي ڪنهن شوق مان جاڳي

اِنهي لذت جي معنيٰ جي، پوي هُوندَ عامَ کي کَل ڪا،
ڪُھَن هُوندَ پاڻ کي پاٽهي، رَهن مَنجَھ دَؤر بيراڳي.

جيڪو پائين آهيان قيدِي، جُتان هِن قيد خاني مان،
تڏهن جيئري ٿِئي ساڪِن، مُوتُو قَبلَ اَنَتَ جو ماڳي.

ڪيئِي سورِي چَڙهيا سَهجَئُون، رکي اِنهي حال کي مخفي،
ڪُنا سي قُرب مَحبُوبِي، جَنهين هُئِي لَئُون اها لاڳي.

”ولي محمد“ آهي مُشڪل، انهي پَنڌ جو ٿيڻ مُحرم،
اُهي اِيندا اِنهيءَ حَد م، جَنهين دِل اِسم سان تاڳي.

(١٠)

دُوئِي جا ورق چَڏ واري،
نفِي اِثبات جو رَک دَم.

عُشاقن کي اِنهيءَ حَد ۾، آهي دِيدار سُبحانِي،
هميشہ سِر سَدا تَن جي، وَسي تو نُور جِيئن شَبنم.

صُوفِي وَحدَت وجُودِي جا، آهن مُشتاق ۽ شَائِق،
اِهو اِحرام آهي تَن جو، طَريقت جي کَن مَحڪَم.

جيڪي عاشِق هُئا نيهي، وِيا سي پاڻ ۾ پيهي،
چَڙهيا سُوري مَتي سَهجَئُون، وِساري دَوُر جا کُل کَم.

"ولي محمد" جي يائين تُون، نَحنُ اَقرَبُ ڪي تِيان اوڏو،
ڍَڪي خِرقو مَلامَت جو، رِندِي جي رَمز تِي مُحرم.

(١١)

اُتي اَحدِيَت اِثبات ڪر،
شُبهات ڪان ـ بيزار ٿِي.

علم رسمي کي ڦِٽو ڪر، بُزرگي کي ڇَڏ ڪٽي،
عِلمُ اليَقِيَن تَحصِيل ڪر، تان دل پَوَئِي گُلزار ٿِي.

" اِنّمَا بَشَرٌ مِثلُڪُمۡ " ، ڳُجھ اِنهيءَ ۾ ڪِينَ پُؤ،
مَنۡ يَرَأنِي کي قَلَب ۾، سَمجِهي حَق هوشيار ٿِي.

عِشق جي رهه اَلۡاَمُر ۾، رمز رِندي رَک مُدام،
خواب غِفلت ڀَئِي ڇڏي، ڏِسي حُسن حَق بيدار ٿِي.

" ولي محمد" بي مِثل جو، مِثل اَنَا اَحۡمَد ۾ ڏس
ڪڍِي ميم پَڙھ ڪلمون نَفِي، صُوفِي صَفا نروار ٿِي.

(١٢).

کيهو عشق وارَن جو نامُ ڏِنم،
ٻيو دَوُر دُنيا بي آرام ڏِنم.

دنيا وارن پاڻ دنيا سان گڏيو، پَر وجن هِتؤن هَتين خالِي لَڏيو،
اسان سَنگت سانگ تِنهين جو ڇَڏيو، اچِي صُوفِين وٽ اِسلام ڏِنم.

ورِي آيُس پيش مَشاخَن وَٽ، ڪانهي بُوءِ بِرهه آهي پَٽ سَٽ،
پوءِ هَليس رِنديءَ وارن ڪَري جَهٽ، اُتي مُحبت حَق جو جامُ ڏِنم.

گُهمي مَسجد وِيس بُتخاني هلِي، ڏِسي رَسم رِيا جِي ٽِيَم تَسلِي،
ٽِيس واقف مَنجهه ميخاني ڇلِي، تنهن ۾ مومن سَندو اِحرام ڏِنم.

"ولي محمد" وَٽ عِشق جو ڏُسُ، ڇَڏ جُزوِي عقل جو وِسازي گُسُ،
اِنهي ذاتِي سان تُون ذاتِ کي پَسْ، اِهو جُزوِي عقل ناڪام ڏِنم.

(١٣)

دُنيا گهر ماتام،
سَمجِهي ڏِس تون پاڻ ۾.

عشق بِنا هِت ناهي ڪِي بِيو، توڙي ڪُفُر اِسلام.
جي پائِين آجو تِيان، ڇڻ دُوئيءَ جا دام.
رَمز رِنديءَ جو پوش پَهري، رَهه اِنهيءَ اِحرام.
ڪَهڙي لَذت هِن دؤر جِي، فانِي جَنهن جو نام.
"ولي محمد" ڇَڏ خيال بِيا سَي، پؤ صُوفِي جي سام.

(١۴)

تِيو حق جِنهِين تي راضِي راضِي،
تَن لاتا شَڪ شُبهات جا.

مَنجهه ميدان مُحبت واري، گوءِ ڪٽِي ويا غازِي غازِي،
هٽِي نَعرا اَنَاالَحق بات جا.

ويهه وَڃِي تون عشق جي مَڪتَب، ڪَهڙا پُڇبا قاضِي قاضِي،
سِڪ حَرف نَفِي اِثبات جا.

ڏِس دنيا جي دؤر ۾ مِيان، نِي عُشاقن بازِي بازِي،
تِيا سَير تنهِين ظُلمات جا.

"ولي محمد" اَٿئي حَج صُورت ۾، ڇَڏ وِساري ماضِي ماضِي،
پوءِ ماڻِ مَزا عَرفات جا.

(١٥)

مُلڪ عَدَمر جِي مُون سان،
ڪانگل ڪَھ ڪا ٻولِي.

دَوُر دُنيا جِي زِينَت، زيب حُسن ۽ عِشرت،
وِئي سَيڪا مُون وِسرِي، رات ٻُڌيَمر جا لولِي.

پانڌِي ادا پيش پرِيَن، ڏيج حقيقت ساري،
راتو ڏِينهان آهيان، عين وصال جي ڳولِي.

ڪهڙي ڪَريان حال جي، ظاهر توسان حالت،
نِينهن نِياپن لائِيِ، هِينئَڙي اندر جا هولِي.

"ولي محمد" سِر گهورِج، قَدم قدم تؤن تن جَي،
لاڳاپا سَپ لاهي، جان جنهِين هت گهولِي.

(١٦)

ڪانگا منهنجا هي سنيها،
پرين پهچائج نيئي.

نَحنُ اَقرَبُ جو ڏَس ويني نِهاريان، پارِج قول پنهنجا،
وَفِي اَنفُس ڪان سَيِيئي.

عيبَن هاڻي جو تُون پوشُ نہ لاهج، نِيائج نِينهن جو ناتو،
جيهِي آهيان يار تيهِي.

پاند ڳِچي ڳَل پائي حال ٻُڌائج، جاڳي جاڳِي رات سارِي،
ساريان وينِي نِت ڏيهِي.

”ولي محمد“ سان رَک نہ جُدائي، پرين تنهن سان ڪر نہ ماٽا،
وَرق ڏوئِي جا ڇَڏِ ڏوئِي.

(١٧)

کانگل ڏي سُڏُ سارِي،
ڪڏهن مُون سان مُحب مِلندا.

راتو ڏينهان وينِي نِهاريان، دل جا دِلبر وينِي ساريان،
ڏيئي خِزان کي بَهاري، ٽور اڱڻ مُون ٽِلندا.

ناز وارن جي ناز نِهوڙِي، لائي وِيَڙا هورِي تورِي،
ڳالهه اِنهيءَ آهيان مارِي، عيبَ نِمائي جا هَلندا.

چئُجُ پرينءَ کي نِينهُن نِيائِجْ، ماڳ اوتارا مُحب وسائِجْ،
ڪهڙِي ڪريان نِروارِي، قالوابَلي قول پَلندا.

”ولي محمد“ رَمز اِنهي ۾، گڏبا توکي رين ڀِني ۾،
عشق ڪندو وات جاري، واء وصال جا گهُلندا.

(١٨)

كانگا خَبر ڏي خير جي،
مُون سان مُحب مِلندا ڪڏهن.

راتو ڏينهان هِن حال ۾، ويٺي نِهاريان اوڏهِين،
سال ويا سِڪندي لَنگهي، موٽِي اگَهڻ ٿِلندا ڪڏهن.

ڏُجُ سَنِيها مُنهنجا ساري، پيش پرين هَٿ ٻَڌِي،
واء جي وصال جا، ساڳِيا وَرِي کُلندا ڪڏهن.

اَلفِراقُ اَشدُ جو، سَبق ڏيئي وينا وَڃي،
هِي اکيُون روئَندِيُون رهيُون، تن سان وَري کِلندا ڪڏهن.

”وليُ محمد“ کي هَميش آهي، سِڪ تنهن جي گهَٽي،
ڏي خَبر سُهڻا سِگهي، هوڪا حَقي گهُلندا ڪڏهن.

(١٩)

تَرس نہ پئڙو ڪوئِي،
ڪانگل چَئج پرينءَ ڪي.

تُنهنجي خاطِر سَگ سِياپا، سَپ چَڏيا مُون ڏوئِي.
حُجَت دَعويٰ مُنهنجي ناهي، ساڳِي آهيان عَبد سوئِي.
نيئِي رَسائج پيش پِرين جي، مُنهنجو حال سَيوئِي.
سِڪ اوهان جِي ساٺوڻ لايا، وَقت گُذاريان ٿِي روئِي.
"ولي محمد" سان نِينهُن نِيائج، مُحب مِنا تُون سِگهوئِي.

(٢٠)

ڇَڏي دعويٰ تَج گولِي،
مُحبَن جي دِل اَندر سان

ڏاڍي نِياز اَدب سان ويهي ڳالهائج، پاند ڳچِي ۾ پائي حال ٻُڌائج،
ٻانهپ جِي ڪري ٻولِي، وَنج معافي ڪنهن هُنر سان.

درد ڪَشالا اَصل ڪَئون زيب عُشاقَن، هَر دَم آهن نازُل سِر تي مُشتاقَن،
سَهج مَنجهئون جَهلج جهولِي، عَبدُهٗ واري ۥ الہٗ سان.

لاشَريڪ سان ڪَنهن جِي طاقت ناهي، ڪير تنهن سان شراڪت سِينو ساهي،
رَهج وِصال جي ڳولِي، وَقت گذاري صَبر سان.

"ولي محمد" چِڏ تُون خيال مَتاهون، ڏيئِي تَعظِيم سَجدا هَلج هيٺاهُون،
ذاتِي ڏيندي لولِي، رَهج دل ۾ دِلبر سان.

(٢١)

مُون هادِي سان ڪيُون ڪيُون،
ڪي ڳُجھ اندر جُون ڳالھڙيُون.

ڪيائون قَبُول سيپيئي ساري، جي ڪَنيزَڪ چيُون چيُون.
سَڀ پُراڻيُون جايُون، صُورت ڪيون اچي نَيُون نَيُون.
ظاهِر ڪرڻ مُناسب ناهي، بيوَس پَدر تِي پَيون پيون.
"ولي محمد" اُهي ڪِين سُجاڻَن، جي حِجابَن هَنيُون هَنيُون.

(٢٢)

بَيتُ الْمَعْمُور ۾ بانگ ڏِني جا مَلڪَن.

مَعنيٰ ۾ مُنهن پائي ساڻ خيال ڏِنم،
ڪَلمو صاف صَحيح احَمَد تا ثابِت ڪن.

مَنجھ فُرقان ڏِسو شاهِد آيَت ظاهِر،
" يَاْتِيَ اِسْمُهٗ اَحْمَدُ" آهي لِکي مَنجھ وَرقَن.

حج اڪبر عاشقَن ڪيو عَرفات دِل جي،
خُطبو اَنَا الْحق چئِي سُولِي تا فرض پَڙهن.

اَلْصُوفِي لا مَذْهَب پوش رِندي جا پَهري،
سِر قُرباني ڪري مَحو ٿيا مَنجھ حُسن.

" ولي محمد" ٿيا مطلب ظاهِر باطن بيئِي،
ويا شُبهات گُم تِي غَير ڇڏي ويو قَلْبَن.

(٢٣)

پائي ڏِس وُجُود ۾ جهاتَڙِيوُن،
توکي ٿِئي مَعلُوم سَيڪا يار.

جنهِين پَنهنجو پاڻ سُجاتو، هِي ڇڏي ڪيائون نِينهن سان ناتو،
هِلي ٻُڌ تنهِين جُون باتَڙِيون.

هَلڻ توکي جَلد جُڳائي، هُتِ وَڃڻ جِي ويرَم آهي،
ڪنهن جُون ڪِين پُڇَن تا ذاتَڙِيُون.

ڇَڏي خواب رَکِج هوشِيارِي، دَم دَم ۾ اُٿي ڪر بيدارِي،
ڪيهُون وَڃن وِهامِيون راتَڙِيُون.

جتي واءُ وِصال لڳي تو، "ولي محمد" اُهو پَنڌ اڳي ٿيو،
جنهن جِي حُب ڪري ٿِي لاتَڙِيُون.

(٢٤)

جَنَ کي پيو خوفُ حَق جو،
سي ڪِيئن سُک سُمهَن ميان.

چَڏي خيال سَڀ اَجايا، حَق جي طَرف هَلن ميان،
بِيا پَنڌ سَڀ وِساري، پُورب پَنڌ پُڇَن ميان.

ڪا جا ڏِناڻُون لَذت، تِيا مَحو مَنجهه حُسن ميان،
مُحبت جو مَچُ مَچائي، وانگئُون پَتنگ پَچَن ميان.

ساري لوڪ جِي مَلامَت، سِر تي ويٺا سَهَن ميان،
ٻُڌِي حال عاشقن جا، خواهش مَتي رَهَن ميان.

ڪارڻ شراب شوق جي، مئخاني ڏي وَڃَن ميان،
پِي جامَ بيخودِي جا، سُوري تي سَير ڪَن ميان.

جن کي "ولي محمد" جِي، آهي حُب منجِهه اکين ميان،
سي دَوُر جِي فضِيلت، آخِر خِزان کَهَن ميان.

(٢٥)

مَدد شَهه عشق ڪامل جي، نَظر مَنظُور ٿِي پَوندُس،
ذِڪر ذاتِي سان ٿِي ذاتِي، نِسورو نُور ٿِي پَوندُس.

چوي ٿو پاڻ جَڏهن مالِڪُ، "خَلَق اِنسانُ مِن النّوُرِي"،
تڏهن ڏَسُ سَير صُوفِين جي، عَجَب دَستُور ٿِي پوندُس.

جَڏهن ميدان ۾ ٿِيندو، حُسن مَحبُوب جو ظاهر،
هُلائي بيخُودِي جا هُلڙ، دُوئِي ڪان دُور ٿي پَوندُس.

اشاري نَحن اَقَرب جي، ڏيڪارِيم سَير مَنجهه معنيٰ،
آخر اِنهيءَ راز مخفِي ۾، ڪڏهن مَخمُور ٿِي پَوندُس.

" ولي محمد" ڪي مَعنيٰ ۾، ڏِنو آهي بِلاَ مِيمِي،
ڪريان هُوند گُجهه اِهو ظاهر، بيوَس مشهُور ٿِي پَوندُس.

(٢٦)

عاشق مَنجھ ذاتِ بي خُود تِي، عَجَب چالا چَلائِن تا.
اَنَا الحَق جا ھَٽِي نعرا، سُورِي تي سِر جُھولائِن تا.

بُڌِي ڏَس "رَاَئيتَ رَبِي" جو، لاھي شَڪ تِيا صَفا صُوفِي،
شَھادَت جي شَرف تَن جا، نيزَن تي سِر ڳالھائِن تا.

سِري جي سَيْر ۾ ڪن تا، اِلا اَنا جي حَرف ڪي ثابت،
پَھري پوشاڪ بي مِثلِي، سُبحانِي ھُل ھُلائِن تا.

ڪُفر اِسلام جِي حَد ڪان، لَنگھي پيا مُلڪ مَعنيٰ جي،
بَھاني "قُمَ بِـاِذنِي" جي، حُڪم حَقِي ھَلائِن تا.

"ولي محمد" عُشاقَن جي، قدَم تؤِن ساھ سِر صَدقي،
عَجائِب عشق جِي مَنزِل، طَبَل شاھِي وَڄائِن تا.

(٢٧)

عشق ڪڏهن اِيندين سائين اِيندين،
ذاتِي وارو نَنگُ سُجاڻي.

اَسِين صُوفِي لامَذهب ۾، وينا آهيون تنهنجي اَدب ۾،
جيڪا راهه ڏَسِيندين ڏَسِيندين.

نَحّنُ اَقّرَب ڏِيئِي دِلاسا، پوءِ ڪرِين تو ڇا ڪان پاسا،
معنيٰ ۾ مُنصِف ٿِيندين ٿِيندين.

تون رَهِين تو مُلڪ ڪُفر ۾، ڪُلّ شَيءِ تُنهنجي اَمُر ۾،
جنهن ڪنهن حال سَڏِيندين سَڏِيندين.

ڪِيئَن اَچُون اَسِين تو وَٽ ڪاهي، مشاخيءَ جِي حاجَت ناهي،
رَمز رِندي مُون ڪا ڏِيندين ڏِيندين.

"ولي محمد" اِنهي چالي چَل تُون، طَرِيقَت جي ڪُفر سان هَل تُون،
رَسم اِنهيءَ تون گڏ ٿِيندين ٿِيندين.

(٢٨)

پَيون مُلڪن مَنجهه پَچارُون،
سَنديون غازِيُن جي اچڻ جُون،

عربِي هوڪا وي ميان، گهمندا دِينِي اَلو،
ٺيندِيون گهر گهر ۾ تَنوارُون،

فوجُون اِيندِيون وي ميان، عَرب عَجم کؤن اَلو،
ڪري ڏاڍِيُون ڪي قطارُون.

پَوندي ڪُفر تي وي ميان، مارَ هيڪاندِي اَلو،
ٻُڌي ٻَڌندو سو پُڪارُون.

سنڌ ويچارِي وي ميان، لاءِ سُهاڳ جي اَلو،
وِجهي وينِي نِت قارُون.

وڄندو نَغارو وي ميان، حُڪم اِلاهي جو اَلو،
ڏِيندو اَلحَق اَخبارُون.

" وِلي" مُحمد وي ميان، شافِعُ ٺيندو اَلو،
لَهندو ساري سو سَنيارُون.

(٢٩)

ٻُڌي راتِ وِصال جون وايُون،
لاهي ڇڏيمِ لِباس اَمِيرِي.

شَمس حُسن جي ڪئِي روشنائِي، وِسري ويئِي ٻي سَيڪائِي،
اچِي عشق ڏِنمِ واڌايُون، تُنهنجِي پَئِي مَقبول فقِيري.

بارَ بِرهه جا اِيندا جَن تي، لوڪَ مَلامت رَکندا تَن تي،
پُرگهور نيڻن جي گهايُون، سي تہ کهڙي ڪندا دِلگِيري.

عشق اِمام ٿِيو جَنِينِ اڳ ۾، هوڪو اَنَاالحَق سُئو ساري جَڳ ۾،
ڪي تہ راز اکيون ڏِسِي آيُون، کُليا گُلَ گُلزار ضَمِيري.

"ولي محمد" جيڪي عشق جا طالِب، ٿيا تِنين جا سَيِئِي مُطالب،
سي تہ ڪِين پُڇن ٻيون جايُون، ٻينا اَمُر مَڃِي تَقدِيري.

(٣٠)

كير اُتي تو ڳالهائي،
بولي اَنَّاالْحَق وارِي.

پَهري پوشاڪَ حال رَبُوبِي، صُوفي سِر سَنياهي،
نيزي ڪئِي هَسواري.

لاءِ وِصال جي موت قبولي، سُورِي چَڙهيا سانگا لاهي،
ڪا جا ڏِسِي دِلدارِي.

ماڳ اِنهي تي جيڪي آيا، وَيَڙا سانگ رَسائي،
عشق ڪَيُن اِظهارِي.

پُورا ڪري ويا قَول اَلستِي، قالُوابَلىٰ جا نِباهي،
بارَ ڪٽي سِر بارِي.

" ولي محمد" راهه انهيءَ ۾، عَقل حاجَت ناهي،
دَمَ جي رَک هوشيارِي.

(٣١)

پُنهَل جي ڪانءَ هيڪَر آئون، ڏُونگر سارو نِهاريندِيَس،
بارُوچَل جي آهيان پانِهي، اَڳيان ڳُڻَ نہ وِساريندِيَس.

اَجان اَٿم آسرو دِل تي، ڪَندو مُون سان مَدد دِلبر،
ڏِسي وَڻَ ڪيچ جا جيڏِيُون، مُنِي دِل کي جِيئاريندِيَس.

مُيس جي پَنڌَ ۾ جيڏِيُون، تہ چوندِيَس ٽِيا بُڏي بيٺان،
اَجان ڪو دَم هُوندم باقِي، تہ ڪيچِين کي پُڪاريندِيَس.

وِجان ٿي هيڪَلِي پَنڌ ۾، اَڳيان ڪوهہ قاف تا پُڌجن،
لَڪَن جُون سِر سَهي سَختِيون، سَچِيءَ سِڪ کي اُجاريندِيَس.

"ولي محمد" ويهنَ مُنهنجو، رَوا ناهي بِنان هوتَن،
ڏِيئي پَنيور کي باهُيون، لِڪئي جا قَول پاريندِيَس.

(٣٢)

تون تہ ويھ مَ آسرو لاھي،
اتئي ويجھا وَڻ وڻڪار جا.
ڏَس پُنھل جا وڻ بہ ڏيندئي،
آخر ويندينءَ ڪاھي ڪاھي.
ڇڏ ينيور جي جيئري دعويٰ،
سَچن ڪي پندُ چاھي چاھي.
سِر عُشاقن اوکِي سوکِي،
اِئين اَصل کان آھي آھي.
"ولي محمد" بَد تَوَڪل سندرو،
ويھڻ مُناسب ناھي ناھي.

(٣٣)

سسئي ڏُونگرَ ڏاڃُ ڏيئي،
ڇِنِي وِيا ڏيرَ سِياڪو.
ڪو جو ڏِٺائون عيب نِماڻي ۾،
وِساري سَڳ سيئي.
ھيڪ ھيڪڙِي پير پيادِي،
نڪو ساٿي نَڪو ڏيھِي.
ھن نماڻِي جي حال اَندر ڄِي،
پُنھل ڪي کَل ڪانہ پيئِي.
وات وِندر جي پُڄندِي ويندِيَس،
لنگھيا ڪَرَھا ڪي سَنجھيئِي.
"وِلي" محمد ڪي ٻاجھ پوندي،
پُڄائيندم ڪيچ نيئِي.

(٣٤)

آيا سسئي بار بارِي،
رَکج صُورَت سان سِياپو.
ڏُونگر ڏاڍا لَڪ اَويڙا،
مَٿئون پَئِي رَين اَنڌارِي.
عشق اَول کئون سِر عُشاقن،
خِزان ڏيندو پوءِ بَهاري.
ڏَس پنهل جا وَڻ بہ ڏيندئِي،
تَج ڏاتِي سان نِهاري.
پاٿِين ڏِسَندين هِن اکين سان،
اِلا اَنا جي بات سارِي.
"ولي" محمد کي عَبُدُ نہ ڄاڻج،
اِها آهي واٽ جارِي.

(٣٥)

ادا پانڌِي کي ڏِنا تو،
سَنجهي کَرها کيچ وِيندا.
هيئَن نہ پانيم هيڏِي ٿِيندِي،
سَسئي کي ساڻُ نہ نِيندا.
هِن پَنيور کي کِينَ سُجاتم،
ڦِري دُشمن ڏيرَ ٿِيندا.
سَگُ سِياپو سپ وِساري،
مُئِي جو ماڳُ مَتيندا.
" ولي محمد" سِر عُشاقن،
ڏاڍا بارِي بار اِيندا.

(٣٦)

آهي رُوح رهاڻ جيڏيون ڙي. جانب يار سان مُنهنجي.

جيهِي تيهِي آئون انهن جِي، مَن سُجاڻن پاڻ.
سِر قَبُولِيَم پنهنجي، عشق سَندا جولان.
سُپيرِيان جي ڳالهڙي، لاتم شَڪ گُمان.
راهه اِنهيءَ ۾ ڪيترا، حُسن ڪيا حيران.
"ولي محمد" اِنهيءَ حال ۾، ڪج ساهه سِري قُربان.

(٣٧)

اصل هو مُنهنجڙو توسان،
سَڱُ ٻاروچا عَدم جو.

هِن پنپور جي اَصلئون عادت، آهي نِپائيندو ڪِين ڪَنهين سان،
ڪونهي ڪو پروسو دَم جو.

هاڻي وِصال جو مُئيءَ کي ڏي ڪو دِلاسو، جِئارين تو حُڪم جنهن سان،
مِثل عيسي اِذْنِيَ قُمْ جو.

پير پيادِي وَجان تِي لَڪ لَنگهندِي، ڏاڍي لاچار جي لَهه سان،
ڪريان ڪهڙو حال غَم جو.

حال سسئي جو پُنهل کي پانڌِي ڏيج سَيوڙِي، اچي پُهچي ڪنهن پَهه سان،
پَيرو ڪج ڪو تون پَرم جو.

"وِلي محمد" دل سان سَمجهه مَعنيٰ کي، جهڙي تَهڙي حال تنهن سان.
لِکيو ڏِس لوح قلم جو.

(٣٨)

وِرچي ويهه نہ سسئي،
ٻڌ توڪل جا تُرها.

دَغا ڏيرن هُئِي مَن ۾، سا سَمجهي نون نہ سگهي،
سَنجهي ويا ساٿ لَنگهي، ڪُٺڪِيا ڪِين ڪرها.

جي احرام ٻَڌِي هَلندا پار پرين،
تَن ڪي اول ۾ سَختيون، آخر ٿِيندا سَرها.

پيرڪَنيون وَڄ پُڇندي ڪيچ ڏَتَين جا ڏَس پَند،
هُوندا نِيشان اتي، جِتِ چانگَن جا چَرها.

”ولي محمد“ سَمجهي ڏِس دؤر دُنيا جي نوبَت،
ڪالهہ يَنيور ۾ شادِيون، اَڄ غم جا دَفترها.

(٣٩)

ڏاڍِي ڏاڍِي آهي اُڪِير، اَدا پانڌِيئڙا مُونکي هوتَن جِي.

وِيٺِي نِهاريان ايڏاهِين، اَکئين وَهائي نِير.

ڏيجُ نِياپا ڪيچ ڏَتَين کي، سُهڻي سان تَقرِير.

هِن يَنيور ۾ قابُو ڪَيَڙس، قيدُ الماءَ جِي زنجِير.

اڳِيَئون سُجَن تا ڏُونگر ڏِکِيا، ڪهڙِي ڪريان تَدبِير.

”ولي“ محمد کي باجَهہ پوندِي، معاف ٿِيندِي تَقصِير.

(۴۰)

آئون ڪِيئن رَهان هِت ويهِي ويهِي، مُنهنجو سَڱ سِياڪو ڪيچَ سان.

جَن وِسارِي آهِيان، ياد ڪندا مُون سيئِي سيئِي.
عشق سَندي پَنڌ جِي ڳالِهه، ڪريان آئون ڪيهِي ڪيهِي.
ڪهڙو ڏوهه ڏيرَن تي جيڏِيُون، هَٿئون پَنهنجي پيئِي پيئِي.
"ولي" محمد جِي دامَن وَنندِيَس، نيئِي گڏِيندا جيهِي تيهِي.

(۴۱)

پُنهل جي ڪاڻ ڏورِيندِيس، اديون هيڪر جَبل سارو.

جهڙي تهڙي حال سان رِڙهندِي، اُنَن جا پير آئون چُٽندِي،
ويندِيَس ڏَسَ ڪيچَ جا سُٽندِي، حامِي ٿِيندمر پِرين پيارو.

باروچَلِ جِي آهيان بانِهي، ڪندو مون تي نِگهبانِي،
ڇَڏِيندمر ڪِين سو جانِي، لاهِيندمر دِل جو مُونجهارو.

مُونکي ڇو ٿِيون جَهلُون پايو، اوهان وَٽِ عشق ناهي آيو،
تڏهن ٿيون ڏيو اِهو رايو، وَتو اتَوَ ڪِين ڪوهِيارو.

وچان تي هيڪلِي پنڌَ ۾، لَڳِي اَتمر لارَ سَندَ سَندَ ۾،
اَتمر ڏورِي هوت جي ڪَندَ ۾، ڏيکارِيندمر ڪيچُ سُونهارو.

" ولي" محمد ٿِيندمر شافِي، اهو مُرَبّي اتمر ڪافِي،
ڏِڪي مُنهنجا عيبَ ڏِئي معافِي، ڪندو مُئِي کي حُسن وارو.

(۴۲)

ڏکي آئُون پَٽ پَٽيهَر، عُمر لويُون ڪِيئن لَڄايان.

بيوَس ڪَيَڙسِ قُرب قلم جي، ڪنهن کي حال سُڻايان.
نِينهن نِياپا درد فِراقن جا، هَٿئُون ڪنهن جي تَر پڄايان.
ساريو سَرتيُون قلب اَندر ۾، اکيون رويو تي پڄايان.
ذاتِي رُوحي جا ساز سَرود، وينِي روز وَڄايان.
"ولِي" محمد کي ٻاجه پوندي، ثابت سِير نِيايان.

(۴۳)

سانگ رسائج نيهِي، آهيان مُحب پئِي تو پَناري.

حُسن تُنهنجي آئون قابُو ڪَيَڙس، بي خُوديءَ جي بَحر ۾ پيَڙَس،
اڃِي حالت ڏِس مُون ويهي، پوءِ ڪَر ڪِنهن ڪَنڌي ڪِناري.

گولن تُنهنجَن جِي آهيان گولِي، راتو ڏِينهان وِصال جِي ڳولِي،
تنهن کي ڄاڻ مَعنٰي ۾ ڏيئي، ڇَڏ وَرق دُوئيءَ جا واري.

آءُ عَجِيب اڳڻُ عُشاقَن، ڏي ديدار تُون پَنهنجو مُشتاقن،
لاهي حِجاب سيئي، آءُ قول اَلستي پاري.

"ولي محمد" کي يار پيارا، نَحنُ اَقرَبُ جا ڏي تون نظارا،
تون تہ بي رنگِي رَنگ ڏيئي، ڇڏ صُورت سان سينگاري.

# روپ ڪنيات

(١)

آئون ڪو آهيان اِنسان،
مَعنيٰ ۾ ڏِسو ذات مُنهنجِي.

بَني آدم آهي اشارو، باطن لاهه گُمان،
سمجهي ڏِس اِها بات مُنهنجي.

ساڪن آهيان مُلڪ عدم جو، هت پانهنجِ مهمان،
عبْدِيت آهي طاعَت مُنهنجي.

خاڪِي پوش ۾ پاڻ لڪائي، ظاهر ڪيم پنهنجو پاڻ،
بْڌ سري ۾ لات مُنهنجي.

"ولي محمد" آهي نالو صفت ۾، قَلْب اَندر رکِي ڌيان،
بوءِ تون ڪر حڪايات مُنهنجِي.

(۲)

صُورت پانئِجُ سِر سُبحان،
عَبدِيت نينِي احد ڇپايو.

شَمس حُسن جي ڪئِي روشنائِي، قَلب اَندر م تي صاف صفائي،
عقل ٿيو حيران، خاڪِي قفس ۾ ڪيئن سمايو.

بَحر عَميق ۾ جيڪي اِيندا، خَبر تنهين جي سينِي ڏيندا،
ڪَڏِ اندر مَؤن گُمان، عشق اڃي ڏاڍو شور مچايو.

مَرنِ مُشاهدو آهي عُشاقِي، جَنِي انالحق ٿِيس ملاقِي،
سِر ڪري قُربان، سُولِي تي جنهين سانگ رسايو.

"ولي محمد" چَئَ تون مشاخي، ناهي پَسند اُني ڪا گستاخي،
هلج وِڃائي جانِ، " اِلا انا" جو سمجهي رايو.

# روپ راڳو

(١)

توکي تا ساريُون، راتو ڏِينهان مينڌرا.

لائي اسان کي وَئين چِڏي، مُحبت جون لارِيُون.
تنهنجي ٻاجُهون سُپرِين، خيالن ۾ گهاريُون.
آئي تُنهنجي هادِي سائين، دَم دَم ٽِينديون ٻهارِيُون.
”ولي محمد“ چئي آءُ اسان وٽ، ٻُڌي منهنجُون نيزارِيون.

(٢)

تون تہ مُومَل ڏيئِي ڀاڳ، راڻا سَرهو ڪر ڪاڪِ ۾.

لوڪ ، مَيارُون مينڌرا، ڏِنيُون تُنهنجي ڏُهاڳ.
پَرچُ پِرين ڏِس پاڻ ڏي، ڇڏ رُساما راڳ.
سَڀ وِسارِي خيال ڏُوئِي جا، ڪَرهل واري آ واڳ.
”ولي محمد“ چئي نَنگ سُڄاڻِي، سوڍا ڏي تون سُهاڳ.

(۳)

راڻا مُومل کي نہ وِسار، لاھ مَيارُون لوڪ جون.

سودَل توکيَ مَعلُوم سَيَڪا، مُون ۾ عيبَ اَپار.
پاڻ سُجاڻِي پَنهنجو، ڪَرهل واڳُون وار.
ڏوئِي وَرق دُوئِي جا، ذاتِي سَڳ نِهار.
تون تہ ڍولِيو ڍَٽ ڏٽِي، هيڪَر مُنهن ڏيکار.
تُنهنجي آئي مينڌرا، تيندِي ڪاڪ بهار.
”ولي“ محمد کي ٻاجَھ پَوندِي، چَوندِيَس تِي نِروار.

(۴)

راڻا لاهي شَڪ شُبهات، اچي جلوو ڏي ڪاڪ کي.

راتو ڏِينهان تنهنجي مِلڻ جِي، وائِي اَٿم وات.
لوڪَ مياروُن سَنَم سِر تي، ماري تي مَرجات.
چَڏ رُساما مينڌرا، ڪر اَچڻ جِيَ بات.
ڏِسندي توکي نِڪَتَ نئِي ويا، وَئِي وِهامِي رات.
”ولي محمد“ کي آهي هميشہ سوڍا تُنهنجي تات.

(۵)

منهنجي سِر تَوَن لاهِ ميار،
وو راڻا هيڪَر آ ڪاڪِ ۾.

تُنهنجي خاطر سَڀ وِساريم،
جسم سَندا جِنسار.

ڏَٿ مڙيوئِي ڏِڪيو،
مُومل لهه ڪا سار.

وَئِي وِهامِي راتڙي،
سوڍا تنهنجي پَچار.

نِڪَتَ سڀ نئي وِيا،
ڪَتيُون آيون ڪاپار.

"ولي محمد" چئي نَنگ سُجاتِي،
چاڏگي واڳون وار.

# روپ بلاول

(١)

اجان توکي ڏاڍي غفلت،
هي ڪُل يومِ بتَر آهي.

صبح ساٿ لڏيندو ميان، اتي ساجهر سنڀر ساٿي،
نہ چاٽان ديس انهيءَ جو، اتي کھڙو گُذر آهي.

آٿي ڪونہ انهيءَ ڏيهہ جي، وراٽي ماء ڪا هر گز،
اِنهيءَ غم جو مون راتو ڏينهن، اندر دل ۾ فڪر آهي.

جنين کي رب ٿيو هادي، تنين کي ٻيو فڪر ڪونهي،
سُونهِين صُورت ٿِيَن اڳ ۾، تنهين سَهنجو سفر آهي.

توکي گهرجي تہ منهن پائي، پيهي وچ پاڻ ۾ گم ٿي،
"ولي محمد" ذڪر دَمَ جو، تنهائِي ۾ ثَمر آهي.

## روپ پيلو

(١)

جي پانئين کي دَم جيئان، تان رَمز وٺ تون شاڪِرن جِي،
جي تفرقہ تا پون، هي مار آهي عَناصرن جي.

حَق تو چوي فُرقان ۾، منجھ باب مِفتاح الفَرج،
تڏهن ڇڏي سڀ خيال فانِي، راهہ وٺ تُون صابِرن جِي.

دؤر دنيا مؤن ويو، سيکو هتين خالِي ورِي،
سڀ ڪنهن مجلس ۾ ڏِس، تَعريف ڪيڏي آجِرن جِي.

هي دنيا جي آهي نوبت، تنهن جو غم دل تي نہ ڪر،
ٻِي رسم سيڪا وساري، رسم گهرجي ذاڪِرن جي.

"ولي محمد" بيخُودي پاجَهئون، نہ پَوندي ڪا خبر،
عَبَدِيت جو پوش پَهري، چال چل تون چاڪِرن جي.

(٢)

ڪَهُ ڪانگا ڪڏهن اچي مِلندا،
مُنهنجا ڪيچ ڏٺي دَم دَم ۾.

لَڪَ لَتاڙي لڪِيون وِيسرِيس، واٽ وندُر جي وَؤڙون ڏِيندِيَس،
شل گڏبَم جاني کِلندا، تيندي خوشحالي هِن غم ۾.

ڏِج سَنِيها ساري پريَن ڪي، پانڌُ ڳڃي ڳَل پائي هوتَن ڪي،
ڪڏهن واءُ وِصال مُون گُهلندا، آهيان دام زُلف جي خَم ۾.

ڏيرن ڪئي مُون ساڻ ڏِنگائِي، مُحب وَئي ويا ڏيئِي جُدائي،
ٻي بات نہ ويا ڪا سَلندا، ڏسِي ڏارِيءَ واري چَم ۾.

"ولي محمد" پَوندي ٻاجَهہ ٻاروچَل، تُنهنجي حال جِي اچي لَهندا ڪَل،
وڏي قُرب مَنجهان اتان هَلندا، تيندا شامل تو هم ڪم ۾.

## روپ پيروي

(١)

آيو عشق عَقل کي ٿِي تَسليَ،
تڏهن آيو اَڳيَئون وَٽ نفس هلِي.

ڳِٿي ڪري ڪا صَلاح ڏي موچاري ادا. آيو عشق حُسن جو ٻُڌي غوغا،
يا لاهِ جِسم تؤن ڏوئي جا وِڳا. نہ تہ وِينداسُون ٻئي مُفت جَلِي.

ڏسي فوجَ حُسن جي آهيان ڀَڳو. جنهن کي قل تعويذ لَڳي نہ سَگهو،
تو نفس جي مُحبت هُيسُ لڳو. هاڻي ڳول اُتي ڪا ڀڄڻ ڳلِي.

چيو نَفس عقل کي سڻ ويهي، اُتي چئو تَدبِير ڪِبي ڪيهي،
بَدَ عبَديت جا هٿ ٻيئي، اڳيَئون عشق ڪنهن جي ڪا نہ چلِي.

هاڻي "ولي محمد" جو طالب ٿِي. هل ڪُفر طَرِيقت جو تون وَٽِي
لاهي پوش مشاخيءَ رندي مر ٿِي، ڪندو مُرسل سڀ ڪنهن ساڻ ڀلِي.

(٢)

ڏنو عشق عشاقن کي هي سَبق،
چڙهو سولي تي چئي اَناالحَق.

آيا اَمر ۾ عاشق بينا مچي، ڪيائون سيڪا پنهنجي ڳالھ سچي،
بيرنگي جي رَنگ ۾ پيا رَچي، لاهي بار صِفت ڪيائون ذاتي دَلق

ڏسي حُسن حقي ٿيا محو اتي، آهي "ليس مِثل" جو مِثل جتي،
موڙيا ڪين ڪنهين عُنوان ڪٿي، ٿيا صُوفي صَفا ڌوئي دُوئي جا وَرق

اچي عشق ڏيکاريو سارو لقاءُ، اُتي ذاتي ٿي پيو قِبلہ نُماءُ،
ڪيو قلب ۾ اُيري شمس شُعاءُ، رَنگ پيدا ٿي پيو مِثل شَفَق

"ولي محمد" ڪر فِڪر نہ ڪو، وَٺي دامَن عشق جي سامَر تون پَوُ،
آهي اَحَمد احد ۾ شڪ نہ ڪو، وِڌو آهي مَعنيٰ م ميم فَرق.

(۳)

خيال ڪرين ٿو عَرفات ڏي دِل جو،
آهي ڪعبو "رَبُّ البِيتِي" تو ۾.

کهڙا خرچ سمَر ٿو سارِين، وقت وِصال جا وينو وِسارِين،
هيڏي هوڏي ڇو ٿو نِهارِين، ڇَڏ خيال تون جُزوِي عَقل جو.

سِڪ سَچي رک دل تي دائِم، حَرف يَقِين جو ڪر تُون قائِم،
عشق حُسن سان ٿِي تون مُلائِم، اَتِئِي دؤر دُنيا ڇَل ڇَل جو.

حج اَڪبر تو ۾ داخل، ڇَڏ حِجاب نہ ٿِي تون غافِل،
ذاتِي سان ڪر تَنهن کي حاصل، اِهو ڪم نہ آهي اٽڪل جو.

"وَلي محمد" اِنهي رَمز ۾ رَهه تون، نَرمِيون گرميُون سِر تي سَهه تون،
حال اهو ڪنهن سانءَ نہ پَهه تُون، ٻَڌ سَندرو رِندِي تَوڪل جو.

(۴)

”بِاذن رَبّهِم“ سَمجھ اِشارو،
وِيتو پُڇين ڏَسَ ”لَيّل قَدر“ جا.

ڇو ٿو نِهارِين وَڻ ٽِڻ باھر، ”اِنّا اَنزلنا“ اَٿئِي ظاھر،
صُورت کي ڪر پاڻ سان ماھر، ٽِيندو قَلب مَنجهان اِھو چارو.

دِين ڪُفر جِي حاجت ناھي، سانگو سِر جو ڇَڏ تون لاھي،
بَحر اِنهي ۾ پَؤ تُون ڪاھي، پوءِ ڏِس تُون اِھو ڳُجُھ سارو.

شمس قمر بَئِي سِر سُبحانِي، آھن مَخفِي مَنجھ پيشانِي،
حُسن تن جو آھي لاثانِي، پوءِ ڏس تون نُور نِظارو.

”ولي محمد“ اجان ڏِسندين سيئِي، منزل منزل تي ڳُجھ ڪيئِي،
ڳجهي رَک تون مامَ مڙيئِي، ھَڻ رِندِي رَمز جو نعرو.

(۵)

" سُبحان مَن تَحَيُّر،
ڏِس ذاتِ ۾ نِهاري.

آهي مُحب تُنهنجي گهر ۾، ڳولِج نہ بَحر بَر ۾،
ڏِس تنهن کي دِل اندر ۾، گهٽُو پَؤ نہ مَنجھ پَساري.

ڏاڍِي پرت پيچ پائي، مَڇُ عشق جو مَچائي،
صُورت سان نِينهن لائي، ڇَڏ دُوئِي جا وَرق واري.

وحدَت جو پي پيالو، عاشق تي ويهہ نِرالو،
دُنيا جو ڇَڏ سَنيالو، رَهہ حُسن جي نظاري.

" وَلي محمد " سَنيارِج، هر حال سان پيو گهارِج،
ذاتِي نہ دَم وِسارِج، پَؤ عشق جي پناري.

(٦)

اُتي وَٽ طرِيقت جو ڪُفر،
اِهي زُهد تقويٰ ڇڏ ڪٽي.

بِنا عشق پَوندِي ڪا نہ ڪا، حَق جي لَقاءَ جِي ڪا خَبر،
ڏي تَهدِليئون دُوئِي ڪي تَرڪ، اَتئِي رامُ رَب هِڪڙو ڏٽي.

صُوفي رَکن تا ڪِين ڪِي، رِندي بِنا پِيو ڪو دَلَق،
وَحدَت وجُودِي تا رَکن، نَعرو اَناالحَق جو هٽي.

پانئِين ڏِسان حَق جو حُسُن، تان اَحدِيَت اِثبات ڪر،
شيخِي مشاخِيءَ ۾ نہ پَؤ، رَک عشق سان رَغبَت گهٽِي.

"ولي محمد" ڳُجه اِهو، صُورت پَرستيءَ ۾ تُون ڏِس،
اَصلئون مَلامت لوڪ جِي، آهي سِر عُشاقَن جي بَٽي.

(٧)

” اَنَا عَرَبْ بِلا عَيِنِي“ ،
هِتِ عَبۡد تو سَڏائي.

” احد“ ” احمد“ جِي مَعنيٰ، سَمجهي ڪو ”مِيم“ ۾،
خَتَمُ النَبِي تِي آيو، آدَم جو پوشُ پائي.

اِسلام ۽ ڪُفر کي، ڇڏ تُون دِلم وِساري،
مَنجه بَحر بيخُودِيءَ جي، عاشق ڪُڏِي پَوُ ڪاهي.

بِنان عشق جي حَقيقت، مَعلوم نہ ٿيندِي ڪَنهن کي،
رِندِي جِي رَمز رَک تُون، خِرقو مشاخي لاهي.

ڏِس تون ” ولي محمد“ ، دل جو ڪتابُ کولي،
” مَنۡ رَآنِي رَائِي الۡحَق“ کي، اِثبات ڪر تہ ڇاهي.

(٨)

وَھ رَمز رِندِي وارن جا فَن،
ڏسو دؤر دُنيا ۾ ڪيئَن ٿا رَھن.

ڏِئي تَرڪ مشاخيءَ کي ظاھر، وڃي عشق جي مَڪتَب ٿِيا ماھر،
لاھي پَردو حِجاب جو ٿيا ظاھر، ويٺا اَناالحَق جا پارَ پُڇن.

ڇڏي لُوت لِباس ھَليا نيھي، اچي مَئخاني ۾ رَھيا ويھي،
ھاڻي ڳالھ تَنِھين جي ڪجي ڪيھي، جي مَحو ڪيا دِيدار حُسن.

ڏوئِي وَرق ڌُوئِي جا ٿيا آجا، ٻُڌي ساز سُرودَن جا واڄا،
آئِي ٻُوءِ تَنِھين کي اَندر کا جا، سي دَرد ٻِنان ٻيو ڪِين ڪُڇن.

"ولي محمد" ڏِس خيال ڪري، آھي دِين ڪُفر کان پَنڌ پري،
جيڪو ٿِئي عاشق سِر اَڏِي ڏري، تڏھن عَين وِصال جا پيچ پوَن.

(۹)

گڏيو رات مخب سوئي،
جنهن جي حسن هُئي دِل موهِي.

الفِراق وِصال تِي پيَڙو، مليون اکيون سان روئِي،
رنگ مَحل جي سَير وِساريو، دؤر دنيا جو سَيوئِي.

ڏسِي جَلوو حُسن دلبر جو، تيو مَطلب دل جو سَيوئِي،
کُليا باغ چَمن چوڌارِي، کئي زُلف سِياه خُوشبوئِي.

تيو دِيدار دِل اندر سارو، رهيو قَطرو غير نہ کوئِي،
توکي گهُرجي حال اِنهي ۾، ڇڏ وَرق ڏوئِي جا ڌوئِي.

”ولي محمد“ تُنهنجو حال ڏسِي، اچي عشق کَئِي دل جوئِي،
وَڄندي نوبَت ذاتي تَنهن ۾، پوءِ تِيندو آواز سِگهوئي.

(١٠)

ڏِسو عاشقَن جا شاهِي طبل،
جن مَعرفَت اِثبات ڪئِي.

جَڏهن عشق جِي نوبَت وڳي، تڏهن هِير رانجهي سان لڳي،
چِڏي ديس، ڪيڙي ڪان پَڳي، توڙي ڇڪيون جيڏيون ڇئِي.

مَجنون وَلين ويڙهيو جتي، آندو عشق ليلان کي تِتي،
لڳو نِينهن جو نعرو اُتي، تڏهن "لَيل" مان ليلان ٿِي پئِي.

جيڪِي عشق نيئِي مَنظور ڪيا، ڏاڍِي ڪيف ۾ مَخمُور ٿِيا،
سي "نُورَعَليٰ" ٿِي نُور پيا، جَن جِي صِفت عَرشين وَئِي.

"ولي محمد" اِنهي عشق جا، ڏِسندين اَجان ڪيئِي لَقاءَ،
تَنهن سان تَهدِليئُون رَک تون وَفا، تَنهن کي پَئِج پيرن تي نَئِي.

(١١)

حَق عاشقَن سُجاتو، ضُورت مُحمَدِي ۾،
ضُوفي ڏسن تا تَنهن کي وجدَت وجُودِي ۾.

حاجَت عَقل جِي ناهي، مَعنيٰ ۾ خيال رَک تُون،
مشاخيءَ جو پوش لاهي، تَنهن کي سَمجِهي ڏِس رِندي ۾.

جَڏهن عرب بِلا عَينِي، تَڏهن عَبَد کيئن چئبو،
هِي ڳالھ آهي مَخفِي، ذاتِي جي پيوندِي ۾.

اَحَمَد ۾ احد وِچ ۾، آهي مِيم جو فَرق،
شُبهات سَپ وِساري، تَنهنکي سَمجھ بيخُودِي ۾.

”ولي محمد“ جي جانئِين، هِن حال جِي حَقِيقَت،
ڇَڏ حِرص جي بَحر کي، گھڙ عشق جِي نَدِي ۾.

(١٢)

وَطن وَڃڻ ڄي ڪا ڄاء
رات مِليَم خُوشخَبري.

وقت فجر جي آيو، ڪانگل پار پرين،
چيائين اچن تا تو وٽ، تون اُٿي ويھ سَنبِري.

پِلي آئين جيءُ آئين، ڪوڙين ڪريان قُربانِيون،
تنھنجي وِصال جي وائين، گوندر ويا مُون وِسري.

ڏاڍي شوق مَنجھان، ويٺي نِھاريم دَم دَم،
پانڌِي اَدا، ڪڏھن اِيندا، مُنھنجي اڱڻ دوست وِري.

" ولي محمد" صُوفين جا، ڳُڻ تورا ياد رکج،
مُحبت ذاتِي جَن ڄِي، ويندا دَم تو گُذري.

(١٣)

ماهِي يار ڪر نہ ماڻا،
تو دَر آهيُون وِڪاڻا.

دلبر نہ رَک جُدائي، ڪرڪا اچَڻَ جِي وائِي،
اِنهِي تُنهنجِي بيوَفائِي، ڪيا دَرد دل ۾ تاڻا.

هرگِز نہ ويھ وِساري، آءُ قول پَنهنجا پاري،
اچِي حال ڏِس نِهاري، دَر دَر وَتُون ويڳاڻا.

ڏي ڪو دلئُون دِلاسو، ڏاڍي شوق مؤن خُلاصو،
چو تو ڪرين تون پاسو، ڪهڙي سَبب نہ چاڻا.

"ولي محمد" کي رَک نظر ۾، اِنهي بَحر توڙي بَر ۾،
تَنهن کي ڏي لقاءُ اَندر ۾، صاحِب سَڄڻَ سِياڻا.

(١۴)

ڏُونگر سا ڪِيئَن لَنگھندِي،
رات وِندر ۾ پيرِڙي.

لوح قَلم جي لِکئي، آئي وِڌي مَنجھ لَڪَن،
کھڙو ڏوھ ڏيرَن، پَنھنجي ھَٿئُون جا ٿيَڙِي.

پانڌِي اَدا خَبر تو سان، کھڙي ڪريان حال جِي،
ٻانيَڻ ٻاروچَن جي، نِينھَن نِھوڙِي نيَڙِي.

پير پيادِي پَنڌ ۾، وِيندِيَس ڪيچ ڪھِي،
ڏَس پُنھَل جا پُڇندِيَس، جَنھن دل قابو ڪيَڙِي.

جِيئن ڏِسان ٿِي صُورت، تِيئن حُسن تو موھي،
دِل مَجازَئُون قاٿِي، وَس ڪَنان جا ويَڙِي.

" ولي محمد" عشق سَندا، عَجَب لَقاءَ تا ڏِسجَن،
جَنھن سِر اِيندو سَنبري، تَنھن سِر ٿِيندِي اَھڙِي.

(۱۵)

شَمس حُسن جي اُيري،
كئِي ظُلمات روشن.

ذاتِي مؤن تِي پيدا، كا جا لَذت رُوحِي،
مُورت تِي پِئِي صُورت، قَلب مِثل تِيو گُلشن.

دِين كُفر ويو وِسرِي، بي رَنگِي جي رَنگ ۾،
غير سَپ ويو نِكري، عشق ڏيكارِيو دَرسن.

" اَلاِنسان سِري وَاَنا سِره" جِي مَعنيٰ،
رَمز رِندِي كئِي ظاهر، " رَاَيت رَبّي فِي اَحسَن" .

" ولي محمد" هاڻِي گهُرجي، كُفر طَرِيقَت وارو،
عاشق اَصلئون اِهو، تا دائِم حال رَكن.

(١٦)

عشق چوي ٿو ظاهِر،
چؤ جلدي رَبّ اَرِني.

ناهي طاقت مُونکي، ڪِيئن ڪريان ڳُجھ پڌرو،
هي اَمانت سَپ ڪنهن، دوست ڏِني هُئِي ذرڙي.

لَنْ تراَنِي ۾ پَئي، تجلِي ساڻ حُڪم،
جبل جلِي ٿيو فانِي، فَخَر مُوسيٰ پَئِي ڏَرڙي.

انِي اَنا الله ٻُڌِي، سُوري چَڙھيا لاءِ ڏِسَڻ،
حُسن حَقِيقِي موهِيا، لازِم ٿِي وِڪ پَرڙي.

فَاذڪرُونِي سَمجِهي، اذڪرڪُم ياد رَکج،
ذِڪر سِري جِي ڪثرت، ثابِت ٿِيندِي ڪرڙي.

"ولي محمد" ٿِي صابِر، پائهي ڏِسندين تون لَقاءُ،
رَمز اِنهي ۾ آهي، چاڙهي اَجان ڪا چڙهِڙي.

(١٧)

اَحد ۾ مِيم رکِي،
اَحمد تِي هِت آيو.

" لِي مَعَ الله وَقتٌ " ، آهي اِشارو مَخفِي،
آدَم کان نور اڳي، تَڏهن چئبو کِيئن چايو.

پاڻ کيائين ثابت، بِلا مِيم چئي،
پوءِ ڏِين تا عالِم، عَبدِيت کِيئن رايو.

جَن اِها مَعنيٰ سَمجِهي، تن سُورِي سَير کري،
ڏاڍي سَهج مَنجهان، گِيت اَنَاالحَق ڳايو.

" ولي محمد" عاشقن، دامر ڏوئِي جا ٽوڙي،
ذات صِفت مَنجهه ڏسِي، قلب اَندر مُنهن پايو.

(١٨)

قيد الماءُ جي قسمت،
آئي ويهاريس كوٽن.

ڪُھ ٽُنهنجا ماڙِيُون بَنگلا، ڪُھ ٽُنهنجُون طُول ڪَٽُون،
ھُت سَرتين سان گڏِجي، پائي پَريم ٽي لوٽن.

ڏي موڪل ميان عُمر، پنهنجي وطن وڃان،
ويڙهيچَن سان گڏِجي، سِگَر چِنان چِڙهي چوٽن.

بَنِ هِي طَعام ٽُنهنجا، مُشڪ مَلِيدا مِصريُون،
ڪِين وَٽن ٽا مون ڪي، مَٽ نہ پانيان پُرٽن.

"ولي محمد" ٽِي صوفي، ڏي سِر عِشق اگِيان،
ڪِيئن لَڏِيون ٽي لاٽون، ڏِس گھوڙَن ۽ گھوٽن.

(١٩)

كانگل ڏي کا خبر، ڪڏهن مِلنديَس ويڙهيچَن،
ڪڏهن مِلنديَس ويڙهِيچَن، ساهه سِڪي ٿو لَئي تَن.

راتو ڏِينهان سِڪ ۾، ويٺِي گهارِيان گهڙيُون،
دَم دَم ۾ ٿِي سارِيان، باپائَن جُون پڙهِيُون،
هِن حياتيءَ ۾، مانَ مِلان مارُوئڙَن.

سانباها ڏوٿِين جا، ڏهاڙي تا بُڌجن،
حال پائِي جي منهنجا، تِر نتا هِت تَرسَن،
شال وَڃِي آئون گڏجان، پَهريان لوئون لِڱَن.

" اَلدّنيا ساعَة " ، ڪِيئَن گُذارِيان ويهِي،
" لَيس فِيها راحة " ، ڳالهه ڪريان آئون ڪيهِي،
مُفت ويهارِي آهيان، مُلڪ فَنا جِي رَسمُن.

" ولي محمد" ياد رکج، حُب وَطن جِي دِل تي،
راضِي رَهجانءِ حق جي، خواهشمَندِي ڪُل تي،
حال اِنهي ۾ توسان، ٿِينِدي مَدد تر ڏَتَين.

(٢٠)

صُوفِي سِري جي سير ۾،
حَق تِي اَناالُحَق تا چوَن.

مَعرفِت جي بَحر جا، غَوّاص تيا لاهي لِباس،
اَلَف وارِي اوٽ ۾، وَحدَت وجُودِي تا رَکَن.

مِيم جِي مَعنيٰ کي سَمجِهي، قَول سَيبِئِي پُورا کَري،
ذات سان ذاتِي مِلائي، تا اَحَدِيَت اِثبات کَن.

قاب ۾ قوسَين اَو اَدَنيٰ، جِي مَعنيٰ کيا مُحِيط،
بيخُودِي مَخمُور کيا، لاتا صِفاتِي پوش تَن.

قَلَب کي کَعبو کَري، تا ڏِين سَجدا با اَدَب،
حَج اَکبَر تا پَڙهَن، عَرفات کَيَئُون دِل جو صَحَن.

”ولي محمد“ کي ڏِسَن تا، سانَ بِلا مِيم جِي مام،
لاهي شَڪ شُبهات سَي، تيا مَحو مَنجِهه حَقي حُسُن.

## روپ جهنگلو

(١)

ڪُفر طَرِيقَت جو وَٿ،
بابَ فقه جا ڪٽي ڇڏ.

" هُمَر يُرآئُون" ۾ آهي، رِيا جِي نِسبَت،
دائم دُوئِي جا توڙي، رَمز رِندِي سان تُون گڏِ.

پوش مشاخي پَهري، مُشرڪ ٿِي دَوُر ڪَنان،
پَڪڙا مُحبَت سَندا، " مُوتُو" ماڳ نيئِي اَڏِ.

نامُرادي مان لَهندين، مُراد سڀ ڪا،
صُورت سان لَڱون لائي، مُلڪ ٿا ڏي تُون لَڏِ.

" ولي محمد" ڏِس صُوفي، لاڪُوفي پيا سَڏجَن،
ڪِيئَن گذاري ويا. جَن جا چُمجَن پيا هَڏ.

(٢)

ڏسو قُدرت رَمز اِلاهِي،
جَنهن ۾ جاءِ عقل جِي نہ ڪا ئِي.

شُهاب الدِين صُوفي صاحِب جي، قُدرت جوتِ جَڳائي،
شاهہ شَهِيد عَطا ڪَيُس سِر تي، تاج مُبارڪ شاهِي.

مَعرفَت جواُپِريو تارو، جنهن ڪيڏِي ڪئِي روشنائِي،
ڇُتي توب مَنادِي ڪيائِين، ٽِيو آواز سَمائِي.

ٽِي سَجاده نَشِينِي ظاهر، مُلڪن ۾ اِها وائِي،
وينو مَسندِ مَرد مُڪمل، ڪُل وِلايَت آئِي.

"ولي محمد" هلِي مِيرانپُور ۾، ڏي سَجدا دِلجائِي،
جهوڪ شَهر ڪي جهوڪ مَنجَهئُون، ڪٿي حَق عَرفاتِ بَنائِي.

(٣)

وَتُ رَمزَ دِلَم مُشتاقِي،
ناهي خبر عُمِر جِي باقِي.

دَؤر دُنيا جِي سَمجهه حالت، خيال تون رَک عُشاقِي،
رَمز رِندِي سان هَل ميخاني، پِي پيالو ساقِي.

دامَ دُوئِي جا تورَ سيپئِي، لاهي دِلَم غَمناکِي،
"نَحْنُ اَقْرَب" "لَيسَ مِثل" اَتئِي، قَلب اَندر اوطاقِي.

بيخْودِي م بيخْود ٿِي، کر سَير قَفَس مَنجهه خاکِي،
الا اَنا جِي ٻولِي ٻولِجُ، تُخَلَّقُو اَخلاقِي.

"ولي" محمد جو شان صَحِيح کر، لَقَب سَندس لولاکِي،
عَبْدِيَت جو پوش کري، ٿي سَي کنهن سانَ مُلاقِي.

(۴)

وَهہ عشق وارَن جا نَظارا،
اُتي عام نہ رَسَن ويچارا.

چَڏيو عُشاقَن سانگو سِر جو، ٿِيا وَحدَت جا وَڻجارا،
سُورِي تي چَڙهِي لاءِ وِصال جي، ڪيائُون اَنَا اَلحَق نَعرا.

ڪانِ دِيدار گهڙي پيا عاشق، مَنجِهہ ظُلمات نِهارا،
لَنگهي صِفت وِچي ذات لَڏائُون، تُيُن سَير سِڪندَر وارا.

بيخُودي جو بابُ پَڙهِي، هَلي ڪَيائُون عَدَم اوتارا،
اَنحد جا آواز بُڌِي، پوءِ نُوري ٿِيا نِروارا.

"ولي محمد" وِچي ويهہ تَنهِين وَٽِ، جي آهن جِيءَ جِيارا،
سي صُوفِي مُشتاق اَصُل ڪَئُون، ڪامِل قَلب اوجارا.

(۵)

اي دِل طَرِيقت جي ڪُفر، مَشهور هائي گهرجي تِيَڻ،
اِنهي بيخُودِي جي بَحر مؤن، مَخمور هائي گهرجي تِيَڻ.

حُسن جي دِيدار لَئي، سِر جو ڏِيَڻ سانگو م ڪر،
"رَبّ اَرِنِي" چَئِي مِثل، ڪوهِ طُور هائي گهرجي تِيَڻ.

هِن فَنا جي مُلڪ ۾، وَٽُ هِي نَصِيحَت دَم بَدَم،
خيال خَطرن ڪئُون دُوئِي جي، دُور هائي گهرجي تِيَڻ.

عَقل جِي تَدبِير ڪي، ڏي ترڪ تان مَطلَب رَسِين،
عشق جي شاهِي طَبَل، فَغفُور هائي گهرجي تِيَڻ.

"ولي محمد" جَڏ مشاخيءَ، صُوفِي اِبنُ الوَقت ٿِي،
دَست بيعَت بِاليَقِين، مَنصُور هائي گهرجي تِيَڻ.

(٦)

جتي ڪتي عشق ڏسائِين ٿو،
ڏاڍا محبت مَچ مَچائِين ٿو.

ڪعبو، مسجد دِين ڏرايِئِي، ٻئي هَندَ بُتخاني ڪي بنايِئِي،
تِنهِين جايُن تي پانَ پسائِين ٿو.

عُشاقَن ڪي ڏيئِي عُشاقِي، چاڙهي سُولي ڪرِين ٿو مُلاقِي،
ذاتِ سان ذاتِ مِلائِين ٿو.

آدَم ۾ پَنهنجِي ذاتِ ڇُپائي، پوءِ ورِي بي مِثل سَڏائي،
چالا عَجَب چَلائِين ٿو.

عاشق سَير سِري جو ڪن ٿا، اِنِي اَنَا الله ثابِت ڪن ٿا،
تَن ڪان اَنَاالْحَق چَوائِين ٿو.

”ولي محمد“ ڪي پَنهنجو ڪر تون، ڏيئِي وِصال مَتِس هَٿ ڌر تُون،
قَلب اَندر ۾ سَمائِين ٿو.

(٧)

پانڌيئڙا عَجِيبَن جا، مَحبُوبَن جا،
مُون سان ڪر ڪا ڳالھ پرِيَن.

صَدقو سِر تَنين تَوَن، هيڏي هَلائِي جَن.
سَڀ دُنيا جي دُور جا، وِسرِي ويا مُون جَشَن.
ساري چَئِجُ پرين کي، هَٽَ رَکِي قَدمَن.
هِڪڙِي موج فِراقَ جِي، ٻيو مارِيَس حُبَ وَطن.
" ولي محمد " جي حال جِي، سُڌ ڏِجان سَجڻَن.

(٨)

کهڙي ڪَريان آئون،
ڪانگا توسان تَقرِير.

تُنهنجي آئي قَلبَ اَندَر ۾، آئِي وِصال جِي هِير.
" قَيدالماءَ " جي قَيد وِهارِيَسِ، ڪا نہ رَهِي تَدبِير.
پانڌُ ڳچي پائي چَئِجُ پرين کي، معاف ٿِئي تَقصِير.
"ولي محمد" چَئي راتو ڏِينهان، آهيان مَنجِھ اُڪِير.

(٩)

دِلبر تنهنجي دِيدار لَئي، اَکڙيُون نِهارِينديون رَهيُون،
سَڀ خيال دُنيا جا ڇَڏي، مَنجهه ماڳِ حَيرت جي پَيُون.

جيئن مَڇي پاڻي کان ٻاهر، تِيئن تِي هِت گهارِيان گهڙيُون،
روز شَب وينِي لِکان، مَضمُون مُحبت جون وَهيُون.

جي حُسن تنهنجي فنا ڪيا، سي هِتي سُک ڪِيئَن سُمهَن،
مَنجهه قَيد "قيد الماءُ "جي، تا دَم وَجن پُورا ڪيُون.

سِک سَچِي جَن ڪي اندر دل، سي دُنيا سان ڪِيئن ٻَجهن،
" لَيس فِيها راحةٌ" ، اِهو تا قبر وِيندا چيُون.

"ولي محمد" ڪُل حال تي، گُهرجي صَبر خواهش مَتي،
عشق اَصلئُون عاشقن سان، تو ڪري رِيتون نَيُون

(١٠)

لڳو نينهن اَچي نِرواز ميان،
هاڻي عاشق ٿِي هُوشيار ميان.

ڏِسي تابُ حُسن جو خوف نہ ڪجُ . اِهي بارَ سِيئي وَجي سِر تي سَهجُ،
پوءِ ٿِي پَروانو شمع تي پئجُ، اِها آگ اٿئي گُلزار ميان.

پانئين عشق حسن جو ٿِيان ماهِر، ڪر پاڻ زُليخان جِيئن ظاهِر،
چَڏي پَردو حِجاب جو ٿِي باهر، اچي يوسف تڏهن بازار ميان.

اِنهي عشق جي ڪَل مَنصُور کان پُڇ، ڪنهن حُسن موهئي مَخمُور کان پُڇ،
يا هِي حال سَيو ڪوهه طُور کان پُڇ، ڪري گذر لَنگهيو اِسرار ميان.

"ولي محمد" هوندِي لَٿُون جتي، پاڻهي پَوندي حسن جِي ڪَل تِتي،
بُوءِ عشق جِي لِڪندِي ڪِين ڪتي، ڪندِي پاڻهي ظاهر پار ميان.

(١١)

ويڙا ڪالهه وَهِي اَلا،
وَڳر تُنهنجا ڪُونجڙي.

سانباهو ساٿين جو،
پوري ڪيئِي نہ سَهِي اَلا.
هاڻي هِتي ساٿين رِيءَ،
ڪنڊِينءَ ڪوهه رَهِي اَلا.
فَضيلت هِن نِندِ جِي،
طالب ويا جي ڪَهِي اَلا.
"ولي محمد" هُئِي اَصلَئون،
ساعَت اِئين نَهِي اَلا.

(١٢)

اصْل ڪئون ٻانِهِي اَلو،
آهيان ڪيچ ڏَٺِين جي.

هوتَن ري پَنيور ۾،
وَتان ويڳاڻِي اَلو.
جيڪَس هوم نَصيب ۾،
حُڪم رٻانِي اَلو.
ڏِسان شال اکين سان،
اَديُون آرياڻِي اَلو.
"ولي محمد" چئي حُبَ ۾،
ٿِيندَم رَب ساڻِي اَلو.

(١٣)

مُون تان ڪِين ڇِپُن ڙِي آيل، مُونکي ڇڏيو هوت وڃن.

ڏُکِي کي ڏُونگر جا، اکِيَئُون سُور سُجهن.
مُحبَن ريءَ پَنيور ۾، ڏکيا ڏِينهَن لَنگهن.
وِينديَس رَهنديَس ڪِينڪِي، پُڄاڻان پرين.
"ولي محمد" ڇَئي شال مُون، وِڇڙيا مُحب مِلَن.

(١۴)

تَڙ تَڙ پَوَندئِي ڏَس،
بانيَڻ باروچَن جا.
وَڃ راهه فِراق جي،
ڇڏي ٻيا سَڀ گَس.
پُڄَڻ پيٺِي ڪاڻ ڪا،
وِڙڙ سان ڪجُ وَس.
اجان ڇَکنديِنءَ ڪيترا،
دَرد سندا ڪيئِي رَس.
"ولي" محمد چِي حُب سان،
دَرد ڏِيندا تو ڇَس.

(١٥)

هوت پُڃاڻان ويھي،
ڪِيئَن گُذاريان سَرتِيُون.

دَرد وارَن جي دِل جي، ناھي خبر بي دَردن،
سي سُک تِي ڪِيئن سُمھَندِيُون، دامُ زُلف جي وَرتيُون.

لَکَ لتاڙي لَڪِيُون، پاڻ ڪندِيَس آئون پَڌرو،
ڏُونگر سَيُوئِي وَوُڙي، پوءِ ڏورِيندِيَس ڏَرتيُون.

ويھَڻ مُناسب مُنھنجو، ناھي بِنا ھِت ھوتَنِ،
رَھندِيَس ڪِين نہ ويھَندِيَس، ھاڻي خدا کي پَرتيُون.

”ولي محمد“ ڏِس سَمجِھي، عشق وارَن جِي حالت،
ڪُوڙِيُون ياڻئِجُ سَيئِي، ڏؤر دُنِيا جون پَرتِيُون.

(١٦)

آهي روز اَلستِي، مُنهنجو رِڙي پيچ پُنهَل سان.

سَڱ سِياپا عشق وِسارَيم، ڪهڙي ڪريان بَند بَستِي.
"قَيد الماءَ" جي ڏُونگر ڏيکارِيَم، گُذِري ويئِي گُذشتِي.
ويهِي يَنيور ۾ وقت وِجايَم، تڏهن ڪري ويا مَستِي.
"ولي محمد" ڏيرن ڏوهه نہ ڪوئِي، اَصل هُئِي سِر نَوَشتِي.

(١٧)

ڪانگل ڪر ڪا پَچار،
مُون سان ويهي ڪيچ ڏَڻين جي.

وينِي نِهاريان اوڏهين،
مَانَ مِلَن ڪنهن وار.
هِن مُنهنجي حال جي،
ڏيج خَبر نِروار.
تِي گذاري سَنئِي،
مَنجِهه يَنيور لاچار.
ڏُونگر مَنجِهه پُنهل جا،
پُڄَندِي وِيندِيَس پار.
"ولي محمد" مُنصِف تِي،
ڪانهي هوت مَيار.

(١٨)

سَڱُ ٻاروچَل سانُ ڙي جيڏِيُون،
مُنهنجو هو اَلستؤن اڳي.

هي نِماڻِي پَنيور ۾،
او هوتَ بِنا ڪِينَ تڳي.
هُئي جا ڏيرن مَنَ ۾،
هوت وَٺِي وَيا ٺڳي.
ڪنديَس جامِ پُنهَل سان،
حَقِيقَت سُئِي سَڳي.
”ولي محمد“ هِن حال جِي،
ڪَلَ پَوندِي نِينهن لڳي.

(١٩)

رک دل تي حُب وَطن جِي،
گهورِي دَؤر دُنيا جي شاهِي.

جانِي جِگر ويا کيڏي تنهنجا، کل نہ پيَرَئِي تن جِي،
کِيئَن وساري خُوش ٿِي وينين، سُهڻِي سَنگت جَن جِي.

آهِين سانگِي سانگ تي آيو، وينين مالِڪ بَنجِي،
ڏيهہ ڏورانهُون تُنهنجو اڳِي ٿِيو، سُرتِ رَکجُ اِنهي فَن جِي.

لا وجُودِي سَير ۾ رَهہ تُون، رَسم وَٺِي صُوفين جِي،
مُورَت کي گُم کر صُورت ۾، ڏِس تَصوِير حُسن جِي.

”ولي محمد“ رَک طَلَب اَندر دِل، عشق جي دَرسَن جِي،
مُوتُو قَبل جِي مَعني سَمجِهي، هَٿ کر رَمز رِندَن جِي.

(۲۰)

مِيان عُمر مُنهنجِي رَهجِي اِيندِي شال،
رَهجِي ايندِي شال سَڀ ڪَنهن حال.

اُنڙا مِينهن مَلِير تي، ٿِيا سانگِي سَڀ خُوشحال.
ڪير اَچِي هِن ڪوٽ ۾، جت گهارَڻ آهي مَحال.
"قَيد الماءَ" جي قَيد ۾، آهي ڪنهن جي ڪا نہ مَجال.
ٿَر ڏَٿِين جِي آهيان، مُنهنجي سار لَهَندا سَنيال.
"ولي" محمد جِي حُبَ ۾، ٿِي لوچان لاءِ وِصال.

(۲۱)

پنهوارَن جُون رِيتُون،
مِيان عُمَر ناهِن اِهي.

عُمَر ناهِن اِهي،
هو رهن ڪنهن سانگ سِهي.
هِي بَندِياڻِي بَند ۾،
آندِي "قَيدالماء" جي نِهي.
هِڪڙِي سڪ سائيه جِي،
پيو اڪڙين آب وَهي.
حال پَنهنجو جيڏِيُون،
هِي هِت ڪنهن سان ڪَهي.
"ولي محمد" ري ڪير پيو،
اَچِي خبرُون مُنهنجُون لَهي.

(٢٢)

وَطن وِيڙهِيچا ڇَڏي سَپ سانگا،
قِسمت ڪالهه اُتِيْ ويا اُڪرِي.

حيرَت ۾ تِي ڏِينهَن گُذاريان، لِکيو لوهه قَلم تِي پاريان،
وِيئي نِهاريان ويا جي نِڪرِي.

ڪاڏُم پيتُم تي نِتِ جَن سان، عُمر هيڪاندِي هُيَس آئون تَن سان،
سي ڪِيئَن وِيندا مُون وِسرِي.

اَتم اُميد اڱڻ شل اِيندا، ڏوتِي ڏُکِي کي ڪِينَ ڇَڏِيندا،
ڏِيندا اَچِي ڪا خُوشخَبرِي.

"ولي محمد" شَل حامِي ٿِيندَم، لوئِي جي لَڄَ مُرشد رَکندَم،
لاهِيندا ڪل مُتَفڪرِي.

(٢٣)

عُمر سَرتِين سان هُئِي،
مُنهنجِي پوئِين راتِ سَمن،
پوئِين رات سَمن،
تي آيُون مَنجهه آتڻ.

ڏي موڪل ملير وَجان،
آهيان مارِي حُبَ وَطن.
سارِيو سانگِيئڙن کي،
تا پَل پَل پُورَ پَون.
ڪڍِ بنديائي بندَ مان،
وَڃِي گڏجي ويڙهِيچَن.
دَرد سَندا مُون دِل اَندر،
تا ڏُونهان روزُ ڌُکن.
"ولي" محمد جِي ٻاجَهه سان،
شَل مِلَندِيَس تَر ڏَٿِين.

(٢٤)

ڏاڍيُون حُسن وارن جُون آهِن ڏليُون،
لايو نِينهن وَڃِن تا پاڻ پَليُون.

نہ تو قِياسُ پَوِين ضَعِيفَن جو، ڏِسي حالُ مَحال يَتِيمَن جو،
نِپائُون هوشُ کسي مِسکِينَن جو، ڇِيئَن قَصد مَنجهان گهوڙا هَڻَن گهليُون،

چَڏي خوُفَ سَپيئِي سَنگت جا ميان، سِر لاءِ ڏِيَن صُحبَت جا ميان،
توڙي دامَ وِجهِن مُحبت جا ميان، بِي ڳالهہ اَندر جِي وَڃِن اَليُون.

توکي گُهرجي خيال وِصال جو ڇَڏِ، دل نيئِي نِينهن نِهال سان گڏِ،
پَکا آئِي مُلڪ خيال ۾ اَڏِ، اِيندا تو وَٽ پاڻهي دوست هَليُون.

”ولي محمد“ هائِي کُڇَڻُ کيهو، اِنهي پَنڌ جو اَصلئُون دَرد سيهو،
اِهو جلوو حُسن جو آهي اُهو، جَنهن جي تَجليُن ڪئُون وَيو طُور جَليُون.

(٢٥)

آيو مُحب وَطن اُهو ساڳي وري،
اِها ڪانگل آندي خوشخبري.

مَتان ٿِين ماندِي توڪي نِيندا، مَنجهان حُب دِلاسا تو ڏِيندا،
تنهنجو حال ڏِسَڻ تو وَٽ اِيندا، جَنهن جي لاءِ وِصال نہ ٿي تو سَري.

يلي آئين ڪانگل ويه ڪا گهڙي، ساري عُمر لَنگهايَم سِڪ ۾ رَڙي،
حُب دوستن جي جِيءَ سان مُون جَڙي، جِيئن طوق ڳِچي ۾ وِڌو قُمري.

اِنهي حُسن جي عام خبر ڪيهي، هوندِي تَن ڪي جَن جي دل ريهي،
ڪهڙو حال ڪريان تو وَٽِ ويهي، نَڪا خَبر رَهِي نَڪا بي خَبري.

"ولي محمد" "ارني" چَوڻ سوڪو، پَر تاب حُسن جو جَهلڻ اوکو،
وانگئُون پَتنگ شَمع ڏي هَلڻ جوکو، پُڇ طُورسِينا کان ڪِيئن گُذري.

(٢٦)

وَطن سي ڏورين، اُڪنڊ جَن جي اوڏهِين.

ڇَڏي سَڱ صِفاتِي، ذاتِي ڪي اورِين.
عَبَدِيَت جِي مامر ۾، اَحَدِيَت وَوِڙين.
بِنان نَفِي اِثبات جي، تَند نہ ٻِي چورِين.
شريعَت جي پوش ۾، طرِيقَت تورِين.
"ولي محمد" هِن حال ۾، تا عاشِق سِر گهورِين.

(٢٧)

آءُ اَسان وَٽ تون هِين يار،
لُونءَ لُونءَ ۾ لڳِي آهي تار.

راتو ڏِينهان رُوح اَندَر ۾،
آهي تُنهنجِي مُحب پَچار.
سِڪ تُنهنجِي ڪُل وِسارِيا،
هُئَڻ جا اِهي سَڀ جِنسار.
اَصُل هيُرِس خواب ۾ غافِل،
عشقُ تُنهنجي آئون ڪَئي بيدار.
"ولي محمد" هاڻي طلَب اِنهيءَ ۾،
وَوِڙج تون اِها سَڀ جِمار.

# روپ ڪوهياري

(١)

مُونکي هوت نہ ڪيو ڇانڻ پينر جيڏِيُون،
آئُون اَڻ سُونهين تِي وَڃان.

جَتَن سَنجهيئِي وِڏا،
چورِي اُنَن تي پَلاڻ.
ڏُونگر جي واٽُنِ تي،
مُنهنجِي ڪانهي ڄاڻ سُڃاڻ.
ڏيئِي باهِ پَنيور کي،
وَوُڙُون ڏِينديَس ڪيچين ڪاڻ.
صُورت پارو چَل جِي،
اِهو ثَمَر اَٿم ساڻ.
لَڪَن جي لوڏِنِ ۾،
ٿِيندو آرِي مُون اڳواڻ.
"ولي محمد" حامِي ٿِيندَم،
هاٿي بَنگلي ڏَٿي پاڻ.

(٢)

ڏيرَن مُفت وِسارِي آهيان،
آئُون تہ پُنهَل کي پيارِي آهيان.

ڪڏهن ڀنڀور اِرم هو،
تَنهن ۾ اَڄ ويچارِي آهيان.
لِکئي لوح قلم جي،
لَکَن مَنجهه ويهارِي آهيان.
نِند نِهوڙِيَسِ جيڏِيُون،
تَڏهن آئون ڏوهارِي آهيان.
چَوَندِيَس ڪيچَ ڏَنِّين کي،
مِهڻِن لوڪ جي مارِي آهيان.
"ولي محمد" شال مِلندَم،
جَنهن جي لاءِ آئون نِهارِي آهيان.

(٣)

جي ڪالھ ھُئا مُون وَٽِ اَلا.
سي نہ ڏِسان اَڄُ سُپرِين.

پَسِي آسَڻَ اُنھَن جا، وِينِي نِھاريان گَھٽَ اَلا.
آئِيو آب اکين ۾، رويو وِجھان ٽِي جَھٽَ اَلا،
جاڳِي وِھايَم راتڙِي، لَڙِي ويا جي نِڪَٽ اَلا.
لاءِ وِصال جي جيڏِيُون، ڳولي ڏِنَم جَھنگ پَٽ اَلا.
ڪڏھن چُٽَندا ڪِينَ ڪِي، جُدائي جا ڦَٽَ اَلا.
"ولي محمد" ھِن حال جي، معني سمجھ اُلٽ اَلا.

وِيندا ڪنھن نہ ڏِٺا مُحب مب.
مان وِندر ويلو ڪَن.
ماري ھَليا مُئي ڪي،
ھائي پُھچَندِينءَ ڪِٿا.
جيڏيون باھ پنيور ڪي،
ڏِيئي ھلنديس ھٿا.
اصلئون ڏيرن من ۾،
ھئي ڪا اھڙي رٿا.
"ولي محمد" سُجاڳ ٿِي،
عاشق قُربَ ڪُنا.

(۵)

جاڳُ سَويرو اُٿِي ڪَتِ، ڇڏ غِفلت،
ڪيچين ساٿ سَنپايو.

آتَڻ وائِي ناهِ ڪا،
جيڪَس لَڏي ويئي مُحبَت.
وَڃي وِهاميو راتڙي،
سَسئِي ڪر ڪا هِمَت.
ڏونگر ڏورِج حُب مان،
عشق وارن جِي مِلَت.
خيال وِساري بِيا سَڀِ.
صُورت سان رَک صُحبَت.
"ولي محمد" غير جي،
ڇڏ وِساري سَنگت.

(٦)

سَسُئي ڇَڏِي سانگا اَلا،
ڪاهِ تہ پُهچين ڪيچَ ڪي.

ويجها وَڻَ وَڻڪار جا، جِتِ لَنوَنِ ڪانگا اَلا.
وِندُر واٽِ نہ هِڪڙِي، سَوين بُجَهن لانگها اَلا.
جاڳي راتِ جَتَن لئي، قابُو ڪرين ها چانگا اَلا.
مُحبَت جَن جِي مَنَ ۾، پُڇَن تار نہ تانگها اَلا.
"ولي محمد" هِن حال ڪي، سَمجَهن ڪي نانگا اَلا.

(٧)

سسئي سپ سک تيا الا،
ويجهي آهين وِطن کي.

تنهنجا پورهيا پرت جا، پُنهل صاحب کيا الا.
هاٿي پاءِ نہ جتن لاءِ، لَکَن منجھ لِيا الا.
سِگھا ڏِسنديٖنءَ کيچ جا، نُوري پرندا ڏِيا الا.
سُور وسارج کين کي، جي پلئہ تنهنجي پيا الا.
"ولي محمد" هل اوڏهِين، جيڏانهن وَڳ ويا الا.

(٨)

سَسئِي چڏ پَنيور،
پُؤ پُنِيءَ کيچِين جي.

جَهڙي تَهڙي حال سان،
اُتِي ڏُونگر ڏور.
چَڏي سَگ صِفلتِي،
ذاتِي سَگ سنديور.
لَک لَتاڙي لَکيُون،
پارَ مَتائن گهور.
کيئِي بَهار خِزان کيا،
هِن فَنا جي دَوَر.
"ولي محمد" سِک سَچيءَ سان،
تَوَکَل جِي تَندُ چور.

(۹)

سا ڪِيئن رَهندِي هِتِ، سانُ پرت،
جَنهن جو ڙي هوت وَتي ويا.

هيڪَر وِينِدِيَس اوڏهِين،
جامُ پُنهَل هوندمر جِت.
ڏيرَن ڪئِي هُئِي پانُ مِ،
اَصلئُون اَهڙِي ڪا رِٿ.
جهڙِي جَتَ ڪري ويا،
ڪا نہ ٻُڌِي سُون ڪِٿ.
"ولي محمد" لوح قَلم هُئِي،
ڪا لِکِي اِها رِٿ.

(۱۰)

سامِي چِڏي ناسُوت،
هَليا مُلڪ عَدَمَ ڏي.

پُوري دَر مَرُهِين جا، اڪئين ڪيائُون مَلڪُوت.
تِيرَٿِ تَڪِيا تَن ڪي، ڏيڪارِيا جَبرُوت.
اوڏا ٿِيا بہ اَلَڪَ ڪي، لَنگهي پَٽَ لاهُوت.
سَمَر ڪَتَن نہ پانُ سان، ذاتِي تِيَرَنِ قُوت.
"ولي محمد" اِنهي پَنڌَ مِ، بهتر آهي سُڪوت.

(١١)

سامِي سُک نہ ڪَنِ، ماءُ حُسن موهيا ڪاپَڙي.

آيِن نُوءِ سرِير ۾، نُورَب پَنڌَ پُڄَن.
آسَنِ آديسِين جا، وِسِريا خُب وَطن.
قُوت سَناسِيُن بَرَ ۾، وَسندِيُون ڪِينَ پُڄَن.
راتو ڏِينهان وِصال لاءِ، لاهُوتِي پيا لُڇَن.
”ولي محمد“ وِهندا ڪِينَ ڪِي، تَوَڪل تُرهو جَن.

(١٢)

ڪُونجَڙِي تُنهنجو وَڳُرُ،
سارو وَلَرُ، رائي ۾ رات ڏِنمر.

هانئي دَرد فِراق جو، پاٺهي ڏِسندِينءَ دَفتَر.
دانُهون آهُون ڪج گهٽيُون، مانَ پُڄَن سي ڪنهن پر.
وَطن وِسارِج ڪِين ڪِي، سُور تِيندا تو سمَر.
وَنُءُ اُڏامِي اوڏِهين، ڏوريندي سَپ ڏُونگر.
ياد رَکِين ها دِل تي، جُدائِي جو اُکر.
”ولي“ محمد جِي باجَهه سان، سَهنجو تِيندئِي سَفر.

(١٣)

لوح قلم جي اَنگ يار،
ڏُونگر نيئِي ڏيکارِيا.

هِيئن نہ پانيم جيڏيُون، پُنهَل نِيندا نِسَنگ يار.
قسمَت "قَيدالماءَ" جِي، وِجهي ڏاڍِا وَنگ يار.
لنگهي ويا بہ سَويرو، ڏيرَ پَنيور جو دَنگ يار.
کيچِيَن کانَ وِندر جا، ڏورِينديَس جَهر جَهنگ يار.
"ولي" محمد کي پوندو، سَسئِي جو شَل نَنگ يار.

(١٤)

مڙهِي ۾ مَذڪُور،
وينا ڪَن هَلڻَ جو.

ڏيهہ چتايائون اَڳِيُون،
جو ڏِسَڻ کَؤن ڏُور.
سُک نہ سُتا ڪَڏهِين،
سامِي ڪنهن ضَرور.
عيش دُنيا جي دؤر جا،
سَڀ پانيائون سُور.
هرگز وِهندا ڪِين ڪي، جي
مُحبت ڪيا مَخمُور.
"ولي" محمد جِي خُب جا،
پِيا سَنياسِيُن پُور.

(١۵)

آهيان هِتِ ماندِي،
عُمَر مارُوئڙَن ري.

ڪَڏُ بَندِياڻِي بَند مؤن،
جا لِڪئي هِتِ آندِي.

ڏهاڙِي ساٿيھَ جا،
وينِي پُڄان پانڌِي.

تِيندا شالَ مُئِي جا،
تَر ڌَڻِي ڪانڌِي.

وساري بہ وَطن ڪي،
ڪِيئن ويهان واندِي.

"ولي" محمد جي ٻاجَھ سان،
تِيندِيَس هيڪاندِي.

# روپ معذوري

(١)

مُونکي وِسرِي نہ صُحبَت،
هُو جا ٻاروچَنِ جِي.

آيَل ڇَڏي نِندَ ۾، هَئي هَئي ڇِنِي وَيا سَنگت.
کيڏِي جاڙَ ڏُکِي سان، اَڄُ کَري وَيڙا جَتَ.
هاٺي گڏجَڻُ تَن جو جيڏيُون، تِيندو ساڻُ قِسمَت.
"ولي محمد" سَڀِ کي ماري، پَنهنجِي تِي شامَت.

(٢)

ڏُونگر ڏي کو مُون ڏَسُ سَيوئِي گسُ،
جَنهن گس هوتُ وَئِي ويا.

هوت پُڄاڻان جيڏِيُون، آهي يَنيور کان بَس.
جَفُ الْقَلَم وَهِي وَيو، ناهي ويچارِي جو وَس.
ڏير ڇَڏي ويا مُئِي کي، آين کو نہ تَرَس.
ڏِسِي ڄام پُنهَل کي، لاهِينديِس دل جي کَس.
"ولي محمد" پَنڌ عشق جو، حالُ اِنهي ۾ تون پَس.

# رُوپ سَسئِي

(١)

آئون ڏاڍيُون ڏِيندِيَس جهِتيُون،
کارڻ هوت پُنهونءَ جي.

وَؤڙِيندِيَس پَنيور جُون، طَرحين طَرحين گهتيُون.
هينئَن نہ پانُيمر جيڏيُون، مُحب وِيندا مُون مَتيُون.
سِک سَچِي سان جيڏيُون، ڏورِيندِيَس حَب پَتيُون.
ڏِيندمر هوت هَتن سان، هيکَر مُحبَت وَتيُون.
"ولي محمد" سُک کِين کنديون، آهن فِراق جي ڦَتيُون.

(٢)

ڏورِيندِيَس حَب پَتيُون،
ڙِي جيڏِيُون آئون جانِب جَتَ لاءِ.

ڳولِيَمر هوتَ پُنهَل لاءِ سَرتِيون، ساري پَنيور جُون گهِتيُون.
جاڳِي رات جَتن لاءِ جيڏِيُون، لَڙِي ويُون سِر کَتيُون.
اُهي کِيئَن هِت سُک تِي سُمهندِيُون، جي فِراقَن ڦَتيُون.
قَيدُالماءُ جي قيد وِهارِيَس، عِشق مُنجهايَمر مَتِيُون.
"ولي محمد" اُهي آخِر مِلندِيُون، رَنگ انهِي جي رَتِيُون.

## روپ ڏناسري

(۱)

آهِين تُون سَيڪِي پاڻ،
ڏِسُ پَنهنجو پاڻ ۾.

مُول نہ ڳولِجُ پاڻ ڪان ٻاهر، تُنهنجو توهِين ساڻ.
" اَلاِنسان سِرِي وَاَنَا سِرُه " ، اَتئِي اِهو اُهڃاڻ.
قَلْبُ المومِنُ عَرْش لِکن تا، مَنجِهہ حَديث بَيان.
"ولي محمد" سَڀ لاهِ اَندر جا، ڪُوڙا شَڪ گُمان.

(۲)

هِت آهيان اِنسانُ،
هُتِ نہ ڄاڻان ڪير آهيان.

وَطن ڇَڏي هِتي سانگَ تي آيُس، ڏِينهَن ٻہ ٿي مهمان.
آدمر آهيان تا بَہ حَياتِي، پوءِ نَڪو نِيشان.
دل سَندي اِسرار جي، ڪَل پَوي ٿِي ڪانہ.
"ولي محمد" اِنهي ڳالهہ کي ڳولِجْ، صُوفِي سَندي اُهڃاڻ.

(٣)

اَتئِي ڪُفر اِهو جانِ،
مُنصِف تِي ڏِس پانُ مِ.

آدَم وارو هُل هُلائي، ڪيئن تَڙيئين شيطان.
جوڙي نصِيحَت موڪليائِين، نالو رَکِي فُرقان.
" اَلۡاَمۡر فَوقُ الۡاَدَب" سان، جَڏِ وِڃائي پانُ.
" ولي" محمد ڏِس عَبۡد سَڏايو، صُورَت تِي اِنسان.

(۴)

مِيرانپُور جي مِير،
ڪئِي فتح فقير جِي.

" وَهُوَ مَعَڪُم اَينَ مَا ڪُنتُم" ، حَقَ ڏِنِي دِلڏِير.
ويا رَقِيبَ خُوار خِجِل ٿِي، ڪا نہ چَلِيَن تَدبِير.
ٿِيُون واڌايُون گهر گهر شاديُون، کُلِي بَهارَ جِي هِير.
حَقَ پيارِيا خَيرَ سان، هانِي موڪ مَهِيُون ۽ کِير.
"ولي محمد" ڪَر شُڪر اِلاهِي، حامِي ٿِيو دَستَگِير.

(۵)

يَڄ ڪَڪَر ڇَڏِ پَڇَر،
واءُ ڏِکڻُ جو تو اَچي.

ڇِني ڇَڏِيندئِي اوچتو، پَوَندَئِي ڪا نہ خَبر.
اَبجد جي حساب جا، سَمجِهي ڏِس تُون اَکر.
هِن دُنيا جي دَوُر ۾، ڪَئِين سُڪِي ويا بَحَر.
هاٺي گِلا اِيندَئِي لوڪَ جِي، ڏاهِين تو مُفت شهر.
"ولي محمد" ڇَئِي جُهڙ لَهِي ويو، ظاهر ٿيا شَمس و قَمَر.

(٦)

ڪانهي هوت مَيارَ،
پورِي پانئِجُ پاڻَ ڪان.

ساريُون راتيُون ايئَن سُمهَن جي، هي تَنهِين جا پار.
جاڳِي سُڃاڻي دوست ڪَئُون، غِفلت ڪَيڙِئِي ڏار.
اصُل پُلجن ڪيترِيُون، پَنهنجا پَسِي سِينگار.
جي تو پانئِيا پَنهنجا، سي نہ ڪنهن جا يار.
"ولي محمد" پَنڌ عشق جي ۾، رَوا ناهِ قَرار.

# روپ آسا

(١)

اسِين آهيُون مُسافِر هِت ڪو دَمُ،
اسان جو مُلڪ ملِير اڳي تيو عَدَمُ.

هاڻي آهيون ڏاڍا هَلڻَ هارا، ويا وَڳر وَهي جي وَڃڻ وارا،
جَن جي لاءِ وِصال وَهَن نارا، هُئا حال ياڻِي دِل جا محرم.

آهي دؤر دُنيا جو خواب مِثل، جَنهن جو ڪُل ڪم آهي خَسار خِجِل،
جنهن ۾ ناهي ڪا فرحَت بِلڪل، هو حُڪم اَصل مَنجهه لوح قَلم.

هِن دَرد جو ڪهڙو بَيان ڪريُون، آيُون سِر تي مَلامت بار پَريُون،
هاڻي ڪهڙو حَرف ڪنهن تي ڏَريُون، وَڻِي پَنهنجي عَقل ڪٿُون مُفت رَقَم.

”ولي محمد“ اِنهي خيال ڪي ڇَڏِ، پَنهنجو قَلب ذِڪر ذاتِي سان ڳَڏِ،
پَڪا بيرَنگِي جي مُلڪ ۾ اَڏِ، وِيندِي گُذرِي ساعِتَ سانُ يَرمُ.

(٢)

چڏي ڀيا سَڀ خيال اَجايا،
رَک دل تي حُبَ وَطن واھ واھ.

رَهندين ڪِينَ هَميشہ دُنيا ۾، آهِين مُسافِر مُلڪَ فَنا ۾،
اُتِي ڪَنُ ڪي پَير سَجايا.

آهِين سانگِي سانگَ تي آيو، ساجهر ڪر ڪو سَمر جو سَعيو،
اِها سانُ نہ هَلندئِي مايا.

اِهي پَساهَ جَواهِر يانئِج، ذاتِي رُوحِي تَن سان مِلائِجُ،
جي تو ۾ آهِن سَمايا.

"ولي محمد" ٿِي حَقَ جو خادِم، آهِين دُنيا ۾ باقِي ڪو دَم،
اوڏاهِين ڪر ڪي هَلڻَ جا سَعيا.

(۳)

سَهرو اَنَاالُحَق جو چَئِي،
مَنصور تي لائون لَڏيُون.

عشق اَچِي ڳانو ٻَڌو، چاڙِهي حُسن جِي فوجَ تي،
سُورِي مِثل تِي سيجَ جي، مِيندي تِي پئِي رَت جون نَديُون.

قاضِي فقه پورو ڪري، مَنجهه شريعَت ٿيا رجوع،
ويئِي طرِيقت تن ڪٿُون وِسري، دُوئِي سَندن اکڙيُون ٻَڌيُون.

عاشق صِفت کي گُم ڪري، سِر ڏيئِي سَرَها ٿيا،
اِسم کي ذاتِي جِسم سان، ڏئِي ڇَڏيَئون قابُو ڳنڍيُون.

"ولي محمد" هِن لَقاء کي، تا ڏِسَن عاشق جتي،
پيا ڳِهڙِي پاتار ۾، هرگز نہ ڳولن پيون ڪَنڌيُون.

(۴)

دِلبر جو دِيدار، ڪنهن هوشيار ڏنو.

لاءِ وِصال جي موت قبُولي، "مُوَتُوا" ماڳُ ڪيائون ڳولي،
عاشق تِي بيمار، شِفا سِينگار ڏنو.

دل تَماشو آهي حَقانِي، صُورَت شيخ جِي سِر سُبحانِي،
ڏِسن ڪي بيدار ، جَنهِين مُنهن يار ڏنو.

صُوفِي شاهه جا طالِب نيهِي، پاٽان پاڻ ۾ ويا جي پيهِي،
دل اَندر اِسرار، تَنهِين نِروار ڏنو.

دَوُر دنيا جو آخِر فانِي، وڃِي رَهندِي نِينهن نِشانِي،
عاشق ٿيا غَمخُوار، تَنهِين اِظهار ڏنو.

"ولي محمد" مَرد ويچارا، لاءِ وِصال جي ڪيائون پَسارا،
ڪُسَڻ پائِڻ قَرار، چَڙهِي بَردار ڏنو.

(۵)

تون تہ مُلڪ عَدَم جو نيهي،
آئين خاڪِي پڃري جي قيد ۾.

اَصل هُئين تون مُرغ هوائِي، ڇڏي ڏِنئِي آشِيانو شاهِي،
ڪهڙو وَقت وِڃايِئِي ويهِي.

ڪهڙي خيال وَطن وَيِئِي وِسري، مُلڪ فَنا ۾ تون آئين نِسرِي،
اِها ڪَلَ نہ توکي پيئِي.

لاهي پوشاڪَ صِفاتِي تون هَلندين، تڏهن پَنهنجي اَصل کي مِلندين،
ڪهڙي شوق ڪَيئِي پَرڏيهِي.

حُبّ الْوَطن جو ماڳ جيڏاهِين، پَڃي پڃرو اُڏر اوڏاهِين،
هَل تَرڪُ دُنيا کي ڏيئِي.

"ولي محمد" رَک لا يَمُوتِي، "مُوتُوا قَبَل" جِي ڪر تون ثَبُوتِي،
ڇِن وَرقَ دُوئِي جا سَيِيئِي.

جيڪي عشق ڪيا نِروارا،
سي سُکُ ڙي ڪِيئن سُمهن واهه واهه.

"اَلاِنسانُ سِرّي" جي حد ۾، ميم ڪڍي تيا ڳولا اَحَد ۾،
تيا "مُوتُوا" ماڳ نِهارا، رَکي دل تي حُب وَطن واهه واهه.

"لَيسَ مِثل" جو مِثل سُجاتي، "اِنّي اَنَا اللّٰه" قَلب ۾ ڄاتي،
هَٿي "اَنَا الحَق" جا نعرا، وينا سُولِي لاءِ سِڪَن واهه واهه.

لاهي پوش صِفت اِنسانِي، مَحو تيا مَنجهه سِر سُبحانِي،
ڏِسي رَمز خَفِي اِظهارا، ڪيائون مُلڪ عَدَم کي اکين واهه واهه.

بي خُودِي جي بَحرَ ۾ آيا، "تَخلَقّو" اخلاق سَمايا،
ڇَڏي دؤر دُنيا جا لارا، وِيا گُم ٿِي مَنجِهه حُسن واهه واهه.

اَنحَد گهور گگن ڏُن لائِي، وَڄي هَر دَم نوبَت شاهِي،
سَوين آواز نَفِيرا، جَنهن جا طَرحين ساز وَڄَن واهه واهه.

"وَلي محمد" ڏِس پَنڌ عشاقَن، دِلم عشق جي وَٽ تون دامَن،
اِهي سَمجِهي سَي اِشارا، ڪرِ قَلب اَندر دَرسَن واهه واهه.

(٧)

جَنِين پَنهنجو قَلب سُجاتو،
سي تہ پِيو دَرُ ڪونہ پُڇَنِ وهواھ.

جيڪي عاشق طالب نيهي، پاڻان پاڻ ۾ ويا جي پيهي،
ڳالهہ ڪِبي سا تَن جي ڪيهي، ڄاڻ اِهو تَن ڄاتو،
تيا واصل مُلڪ حُسن وهواھ.

"لَيسَ مِثل" جي قُربَ نِوايا، ذاتِي سان مَنجِهہ ذاتِ سَمايا،
" اَنَاالْحَق" جا ڏِيئِي رايا، تَن پير نہ پوئتي پاتو،
تيا سُولِي جا ساڪن وهواھ.

اَحدِيَت جو هُل هُلائي، عَبّدِيَت ۾ پاڻ لِڪائي،
مُحبت وارو مَچُ مَچائي، تَن صُورت سان نِينهُن لاتو،
ڳُجھ ٻئي سان ڪِينَ ڪَهَن وهواھ.

"ولي محمد" اِها مُشڪل بازِي، پَنهنجو پاڻ ۾ تِي تون قاضِي،
جَڏِ وِساري دل تان ماضِي، وَتُ عشقَ وارَن جو ناتو،
رک دل تي حُب وطن وهواھ.

(۸)

صُوفِي سِر نيزي تي جُهلائي،
هَٽِي نَعرا فَتح ڪيو جِهاد اَڪبَر.

مَنجِهه ميدان شَهادَت پائي، ڪيائين وُضو هَٿَ خُون سان لائِ،
" اَنَا الْحَق" چَئِي بانگ ٻُڌائي، عشق نماز چَلائي،
تيو مَنصَبدار سَندو مَحشَر.

لَنگِهي ناسُوت پَسِي مَلڪُوتِي، واقِف ٿِيا مَنجهه حَد جَبرُوتِي،
ڪري سَير سَيو لاهُوتِي، هَفت شُهُود هَلائي،
تيو "اَو اَدنٰي" ڪي ڏِسِي خُوشتَر.

دؤر دُنيا ڪي تَرڪُ ڏِنائِين، مُلڪ بَقا جو سَير ڪيائِين،
لَقاءپُور ڪي لَقاء ۾ ڏِنائِين، ذاتِ اَلَڪ سان مِلائي،
سانَ اَحدِيَت تيو مُحِيط بَحر.

"ولي محمد" چَئِي سانگو سِرَ جو، تي صُوفِي وَن جامُ صَبُر جو،
ناهي تَفاوت ڪو هِتِ تِرَ جو، جَڏهن جانِ جِسُم ڪو جَلائي،
تَڏهن ٿِئيسِ مَعلُوم سَارو دَفتَر.

(۹)

جَنين مِيمَ جِي مامَ نہ ڄاتِي،
سي ٿا اَحد کي عَبُد چَوَن وهواهہ.

عِلم رَسمِي ڪيا شُبهاتِي، ويا وِڃائي مُفت حَياتِي،
جوڙي فِقه ڪري اِثباتِي، وينا وِردَ وَظِيفا ڪَن وهواهہ.

ظاهِر ۾ ٿيا اَهلِ شَرِيعَت، ڇَڏي ڏِنائون حال حَقيقت،
تَنهِين رمز رِندي نہ سڃُاتي، وينا دُوئِي جا وَرق لِکن وهواهہ.

عَبّديَت آهي پَندَ عُشاقن، اَحديت جي جوش ٿا جاڳن،
لاهي پوشُ سَيوئِي صِفاتِي، چڙهِي سُولِي سَير ٿا ڪن وهواهہ.

"ولي محمد" ڏِس عاشق نيهِي، مَجي وينا مامَ مِڙيئِي،
تَنهِين قَلب ۾ پائِي جهاتِي، ڏوتِي ڏورِيو ڏيهہ ڏِسَن وهواهہ.

(١٠)

سَڏي عاشق جت تو کُهائي،
ڏئي ٻولي تَنهين اَنَ اَنَ وهواهه.

سِر ڏيئِي تيا سَرها عاشق، مَنجِهه وِصال سي صُوفِي صادِق،
بيٺا سِر نِوائي، اَچي عشق اِمام تِيَن وهواهه.

ٻُڌِي ڪربَلا جِي حَقيقت، مَحو تيا مَنجِهه عَين طَريقت،
نيزي سِر جُهلائي، تيا داخل مُلڪ حُسن وهواهه.

ڪا جا ٻُوءِ عُشاقن آئِي، ڇَڏي ڏِناڻُون دوُر جِي شاهِي،
لاڳاپا سَڀ لاهي، چَڙهِي سُولِي سَير تا ڪن وهواهه.

ظاهِر وارَن سانگ رَسايو، رَڪِي مشاخيءَ پاڻ ٻَچايو،
وِيندا عشق اڳِيَئون ڪِيئَن ڪاهي، جِتي پيا تا خاص ڪُسَن وهواهه.

"ولي محمد" ٿِي صُوفِي طالِب، ڇَڏ دُوئِي جا خيال مطالِب،
هَل "مُوَتُوا" ماڳ چِتائي، جَنهن ڪي "قَبل تا اَنت" چَوَن وهواهه.

(۱۱)

ڏسي هتِ رَنگ رنگپور جا،
وَطن پَنهنجو وِسارِيئي ڪيئَن.

لاهي پوشاڪ معني جي، سانگي ٿِي سَير تي آئين،
بَقا هن دؤر جو دل تي، اِهو نُقطو وِهارِيئي ڪِيئَن

فنا کي ڪِين ڪي سمجُهئِي، سَدَائين پاڻ کي طالِبْ،
ڪٽي سر بارَ تُهمت جو، طِلسم ڏي نِهارِيئي ڪيئَن.

جوڙي اسباب دُنيا جا، وينين مغرُور تي مالڪْ،
عجب اِنهي هوش تنهنجي جو، خِزان کي ٿي بَهارِيئي ڪِيئَن.

سُجاڻئي پاڻَ نہ پَنهنجو، ٻُڌئي توڙي "فيهِ منَ الرُّوحي".
ڏاڍي منجهہ خواب غِفلت جي، "وَلي محمد" گُذارِيئي ڪِيئَن.

(١٢)

چَئِي "سُبّحانِي مَا شانِي"،
كئِي اُضّحي عِيدَ عُشاقَنِ.

لاهي پَنهنجا پوشَ صِفاتِي، اَناالْحَقَ جِي كيائُون اِثباتِي،
كري سِر سولي قُربانِي.

لامَكان ۾ آيا عاشق، اَصل هُنا اِنهي ڳالهه جا شائِقَ،
ڏِسي باغ چمن رِضوانِي.

لاوجُودِي سَير كيائُون، حُسن حَقِي صاف ڏٺائُون،
اِنهي شوق كيا سيلانِي.

"ولي محمد" وَٽ نِينهن جو ناتو، مشاخيءَ ۾ كنهن نہ سڃاتو،
رَکْ رَمز رِندِي تون شَهانِي.

(١٣)

اَسان جو حال سَڀ پُھتو، مَدِيني مِيرَ جي دَفتَر،
مدَح مقبُول ڪئِي سارِي، عَلي مُشڪلڪُشاءِ حيدَر.

آئِي نالي اَسانجي جِي، سَنَدَ شاهِي وَٽان مُرسَل،
ڇَڏي ويا خيال سَڀ فاسِقَ، ٿِيون شاديُون لَٿا گُوندر.

ڏِني اخبار خُوشخَبرِي، ساري مَنجِھ مُلڪَ ٿِي ظاهِرُ،
سُڻِي حاسِدَ فِڪرَ ۾ پيا، نِيَتَ ڪوڙِي ڪيا اَبتَر.

ڏِسي هِن حالَ جِي خُوبِي، لَڳِي ساري لوڪَ کي عِبرَتَ،
جُڙِيُون جايُون عَجب بَنگلا، صَفا ٿِيا شَهر جا سَنتَر.

"ولي محمد" دَعا توسان، جَنهِين ڪئِي تُون نہ ڪُڄُ تَن سان،
تُنهنجي سَڀ ڪا وِيَن وَسرِي، پيِن ڪو پانَ ۾ ڇَنجَر.

(١۴)

ٿي پنهنجي وجود نهارو،
اُتئي راهه اِها سلطاني.

اونداهي کان خؤف نہ پائنج، سڀ دوئي جا وَهم وِڃائج،
پاڻهي ذڪر ڪندو اُت چارو، ٿيندو پيدا شمس نِهاني.

جيڪي راهه اِنهيءَ سِر ڏيندا، ويجها وصال ڪي سيئي ٿيندا،
اُت ناهي پسند پَسارو، اڳيئون گهُرندا نِينهن نِشاني.

مردَ اُهي جن پاڻ سڃاتو، تَرڪ دنيا جو فرض ٿي ڄاتو،
ڇڏي حِرص هوس جو لارو، هٿ ڪيائون رمز شهاني.

"ولي محمد" پَنڌ عِشق جو ڀَاري، هَلج سان ڏاڍي هوشياري،
آهي خواب زليخان وارو، پر سير مِصر جو ثاني.

(١٥)

مُنهنجو حال سَپوئِي،
پانڊِي اَدا ڏيجُ ساري.

راتو ڏِينهان اَندر ۾ آهيان اُداسِي، تنهنجي ڏِسَڻ لاءِ دَم دَم آهيان پياسِي،
لَهه ڪا سارَ سِگهوئِي، ڪرهل آءُ واڳ واري.

"نَحۡنُ اَقۡرَب" جا مون ڏيئِي دِلاسا، پوءِ ڪرين ٿو ڇا ڪان پاسا،
وَرق دُوئِي ڇَڏِ ڏوئِي، آءُ قَالُوابَلٰي قول پاري.

عشق اوهان جي حُسن جي لاٿِي لولِي، وِسري ويئِي عَقل ڪٿُون ٻولِي،
ڇَنُجُ پرين ڪي روئِي، ڪر اَچي ڪنهن ڪناري.

"ولي محمد" سان ڪر نہ جُدائي، ذاتِ صِفاتِ مؤن ٿي سَڀ ڪا صَفائِي،
ساڳِي آهيان عَبۡد سوئِي، ويهہ نہ پرين تون وِساري.

(١٦)

تيا عاشق حُسن جيٰ سَير ۾ گُم،
جيئن سِجُ تو لهي وڃي مَنجهه عَدَ م.

پيهي ويا پاتار ۾ قَدَم ڏَري، اُتي ذاتِي اِسم جو تُرَهو ڪري،
ويا "تَحْتَ الْاَرْض" ۾ پير پَري، ٻَڌِي سَندِرا توَڪَل جا مُحڪم.

ڪري عُروج نُزول ۾ آيا وَري، ڏِسي مَعنيٰ "وَلْاِنْسانْ سِرّي"،
وينا جوڳَ ۾ ڪولي دِل جِي دَرِي، تِنِين داخل دل ۾ لُدَنِي عِلم.

ڏيئي تَرڪ مِجازِي تيا آجا، ڪيائُون سازَ سُرودَ سَيبِئِي ساڃا،
اَنحَد ٻِين وَڄن واڃا، مَنجهه رَمز رِندِي ۾ تيا مُحرَم.

"ولي محمد" عِبرت ۾ رَهه، اِنهي حال جو ڳُجهه ڪنهن سانْ نه ڪَهُ،
اِها مَعنيٰ قَلْب ۾ ڳولي لَهُه، جِيئَن هوندو لِکيو مَنجهه لوح قَلَم.

(١٧)

رَک حُبَ دِلَمر دِلدارا،
چَڏِ دؤر دُنيا جا جَشن کنهن پَر.

تو جيڏا تو سَرتا ڏيهي، ويا پُورا ڪري سانگَ سَيبئِي،
ڪيها دوست عَزيز پيارا، تو ڪالَهه ڏِٺا جي اَکِئين دِلبَر.

ڪيئِي سِڪندَر مُلڪَ جا والِي، وَيا هِتؤن ڪري هَٿڙا خالِي،
ڪيڏا مال خَزاني وارا، تيا تَن کي نَصِيب ڪَفَن جا ڏر.

هِن مانجهاندي ماڳ جِي حالَت، جَنهن ۾ ناهي رَتِي ڪا راحت،
ڏِسُ عاشق قَلَب نِهارا، سي ڪِيئَن ورِي ويا وَطن خُوشتَر.

”ولي محمد“ اِهي سَگ سِياپا، سَيبئِي ڪوڙا چانَ لاڳاپا،
ڪري ميٺا ڪانگَن وارا، وِڃهي ڏُوڙ لَٿيندا هَتين هَمسَر.

## روپ اوغان

(١)

عقل جُزوي جو ناهي ڪَم،
عَقل ڪُل سان ڏِسو مَنجھ دَم.

خَلَق اِنسان مِن نُوري، آهي اِهيا رَمز سَڀ پُوري،
ڪيڏو اسرار ڪوهِ طُوري، ڏِنو جَلوو بَني آدم.

ظاهر صورت ۾ جَنگ آهي، مَعنٰي ۾ ڪو شُبھو ناهي،
پنهنجو مُنهن پاڻَ ۾ پائي، ڪو دُوئي ڪري اُت گُم.

لڪين تورا ۽ ڳُڻ پرين، وينو ڳايان سَدا مَنجھ تَن،
ساري ظلمات ٿِي روشن، صُوفين باري ڏِني هِڪ شَم.

"ولي محمد" اِنهي حالت، رَهج تِن سان تُون مَنجھ مُحبت،
آهي تِن ۾ وَڏِي حِڪمَت، جِيو جَن تي "بِاِذني قُم".

(٢)

جِڏهن عَقل واريُون تدبِيرُون،
وَٺ رمز عُشاقن وارِي.

خِرقو لاهي مشاخيءَ وارو، رَمز رِندِي سان ٿِيندئِي چارو،
اِينديُون حُسن سَنديون هُت هِيرُون، تِيندِي قلب اَندر گلزارِي.

ناز پريَن سان نِينهُن نِيائي، دام زُلف ۾ پانُ ڦاسائي،
سَهج ڳچيءَ تَکبِيرون، ٿيندِي واٽَ وِصال جي جارِي.

عشق بِنا پَوندِي خَبر نہ ڪائِي، ٿيندِي ڪانہ وجُود صَفائِي،
لَهنديُون ڪِينَ دِلم دِلگِيريُون، ڪندو عشق اَچي اِظهارِي.

"ولي محمد" رَک خيال اندر دل، ڏسِي چمن دل مِثل ٿِي بلبل،
مَچِي ويهه تَقدِيرُون، ڏِيندا مُحب توکي دِلدارِي.

(٣)

ٻاجَهه ٻاروچي کي پوندِي،
آهي اُميد مُحب وِري مِلندا.

ڏُونگر ٿنهنجا حال سَيِيئِي، ڪيچ ڏَٺِين کي آئون چَوندِي.
هِن يَنيور ۾ هوتَ پُنهَل سان، هيڪر گڏجِي آئون گهُمندِي.
واٽَ وِندر جي وَٺيو آئون وِيندَيس، پُير اُنَن جا آئون چُٽندِي.
سِڪ سَچِي آهي جَن کي اَندر دِل، سا دوستَ ٻِنان ڪِيئَن رَهندِي.
"ولي محمد" شَل حامِي ٿِيندم، ڳولِي جانِبَ کي آئون لَهندِي.

(۴)

سُڻ پانڌِي اَدا مون ويهِي،
ڏِج ڪيچَ خبر هِن مُئِي جِي.

ڇڏي پنيور هَليَس لَڙهه تُنهنجي، هاڻِ پَرتِي اَتئِي پَرڏيهِي،
تنهن سان ڪِيم رَڪِج ڪَل ڏُوئِي جِي.

گوڙِي جا سَڀ عَيبَ وِساري، نَنگ سُڄاڻَن نيهِي،
آهي لوڪ هُلِي سَسئِي جِي.

اڳيئُون ڏُونگر تان سَجَهن تا، ڳالهه ڪَبِي سا ڪيهِي،
لڳِي وارن جِي دل هُئِي جِي.

"ولي محمد" رَک فِڪر نہ دل تي، وِيندِي گُذرِي جيهِي تيهِي،
پاٿهي رڪندا لَڄَ لوئِي جِي.

(۵)

مُنهنجو پُنهل ساڻ جيڏيُون ڙِي،

هوڪو سِياپو اَصلؤن عَدَ م جو.

اَصُل آئون هُيَڙسِ ٻانيَنِ پورِي، ساري ڏُونگر مَنجھ ڦِيندِيَس گھورِي،
پِڻُون ڪَندِيَس پاڻ جيڏيُون ڙِي، سانگو ڇَڏيو مُون جانِ جِسمَ جو.

وَقت وِڇايم ڄاڻِي سُڄاڻي، هاڻي ٻاروچَل ڦِيندَم ساڻِي،
پاڻهي ڪَندم ڄاڻ جيڏيُون ڙِي، ڏِيندا سَسئِي کي پوشُ پِرَم جو.

آئي عَجِيبَن ڦِيندم شاديُون، لوڪَ ڏِيندا مُون مُبارَڪ بادِيُون،
وَسَندا ساڳِيا ڀانَ جيڏيُون ڙِي، آهي لِکيو جِيئَن لوحَ قَلَم جو.

"وليَ" محمد جو وَرتَم ناتو، بِلا مِيم صَحِيح مُون سُڃاتو،
ڦِيندِي رِيجَھ رِهاڻِ جيڏيُون ڙِي، پَوَندو پَنيور ڦِي باغ اِرَم جو.

(٦)

کاجا رُوح رِهانَ جيڏيُون ڙِي،
ڪِئي مُون پريَن سان ويھي ويھي اَلا.

سَڱ سِياڪو هوم جَنهين سان، آئي مِلايَس عشقَ تنهين سان،
لاهي شڪ گُمان جيڏيُون ڙِي، راتِ گڏيا مُون ڏيھي ڏيھي اَلا.

اَکڙيُون حيرَت ۾ جاڳي جي پيَڙيُون، ڪانَ ڏِسَنَ لاءِ بيوس ٿيڙيُون،
ساري ڳِنَ سندان جيڏيُون ڙِي، وينيُون صَبُر ۾ روئِي روئِي اَلا.

دِلَڙي اَصُل ڪان هُيَڙي اُداسِي، سُنگَ صَوفِين جي ڪَيَڙي سَناسِي،
ويتَر وِري هانِ جيڏيُون ڙِي، رَمز حُسن جي موهِي موهِي اَلا.

"ولي محمد" سان ڪَرَمُ ڪيائُون، وَقت وِصالَ جي ميٺي ڇَڏيائُون،
پَنهنجي هَٿَن سانُ جيڏيُون ڙِي، وَرق دُوئِي جا ڌوئِي ڌوئِي اَلا.

(٧)

ڇڏي دَعويٰ اَميري جي،
پَسند ڪَيم رَمز درويشِي.

صُوفِي ڏيئِي جامُ وَحدَت جو، ڏيکارِيم سَير بيرَنگي،
ڇَيائِين يادِ رَکْ دل تي، نہ ڪجُ هَرگِز فراموشِي

"وَفِيّ اَنْفُس" اَتئِي مَطلَب، سَيو ڳُجھ قَلب جي اَندَر،
نِهارِجُ پاڻ ۾ پَنهنجو، ڪري ڏِن رَين سَرجوشِي.

نَڪِي آهِين اَصُل آدَم، نَڪا تُنهنجِي ذاتِ ۽ نالو،
هِتي آهِين بَنِي آدَم، رَکِج پَنهنجِي پَردہ پوشِي.

"ولي محمد" نہ ڪَر ظاهِر، طرِيقَت جي ڪُفر جو ڳُجھ،
ڏِسِي پَنهنجِي ذاتِ مَعنيٰ ۾، وِسارِجُ سَڱ ۽ خَويشِي.

(٨)

آهي اِسلامَ جي حد ۾، دُنيا جو دؤر سَڀ ماتَم،
ڪُفر ثابِت ٿيو تَن تي، جَنهِين غِفلت ۾ ٿِيو خاتم.

ڪري ٿو حَقُ جَڏهن ظاهِر، اَمُر "يَبۡڪُو ڪَثِيۡرا" جو،
موجِب آيت "وَلَا تفرَحۡ"، خوشِي سَڀ ڪا ڪُفر ڄاتم.

شَرِيعَت ۽ طرِيقَت مَؤن، حَقِيقت مَعرفَت سَمجَهڻ،
فِقه جِي جاءِ هِت ناهي، اَندر دل پَير جان پاتم.

نَفِي اِثباتِ ڪان آيو، اِشارو " نَحۡن اَقۡرَب" جو،
ڪري تَعظِيمَ جو سَجدو، قَدم مُرشد جي سِر لاتم.

"ولي محمد" تُون ٿِي صابِر، صَبر جِي آ وڏي مَنزل،
مشاخيءِ جي ڇَڏي دَعوي، رِندِي جي رمز ٿِي حاتم.

# روپ گُجري

## (١)

مَدَد مِير مُرسَل، مُنهنجِي ڪَرِ تُون نِرمَل،
هِدايت وارَن ۾، تِئي نامُ داخل.

تُنهنجي سامَ پيا جامَ ٻَئي جَڳ سارا،
جَنهِين جا تُون ڪٽندين سَيئِي بارَ بارا،
تَنهِين سانَ هُوندِي، تُنهنجِي حُبَ شامِل.

تُنهنجو شانُ فُرقان ۾ آهي پڌرو،
ٻَڌو سارِي اُمت تَوڪَل جو سَندِرو،
مُهابي سان تُنهنجي، تِيندا حَقَ واصُل.

تُنهنجو نُور پُرنُور آدم کان اڳُ هو،
گدا شاهَ سَي ڪو پُٺِي تُنهنجي لَڳُ هو،
لَقاء ڏيئِي تَن کي، تون ڪَر ذاتِ حاصل.

" ولي محمد" سان تِي پُشت پَناهِي،
گُهري دان ڏُهرا مَنجهان گنج شاهِي،
تِئي قَلب اُن جو، ذِڪر سانَ شامِل.

(۲)

پرھ جو سَوالي، وَجان کِيئَن خالِي،
تُون ڏي دانَ داتا، صاحِب سَويرو.

مُنهنجا سوالَ ڪر تون سائين سَجايا،
عُمر ڏِينهَن سَپيئِي گُذارِيم اَجايا،
هاڻي بي سَمَر بيو گُناهَن ۾ ميرو.

ڪھڙو پَروسو آئون ڪريان سِيم و زَر تي،
ڇڏي ماڳَ پيا سَڀ آيْس تُنهنجي دَر تي،
ڏادِي ڪَنهن سبب ڪر جو پُهتس اَويرو.

ملي رِزق تو مُون جو دائِم مُقرر،
آهِيان راضِي تنهن تي گهڻو خُوب خُوشتَر،
هاڻي گهرجي برڪت تہ تِنَي مُون گهڻيرو.

" ولي محمد" سان ڪرم ڪر تُون سائين،
پَسِي ويل سڪراتِ پانَ پَسائِين،
تَنهن سانَ ڪَر تون فَضُل جو ڪو پيرو.

(۳)

ڏس سَير وجُود جو ويهي،
ڇڏي خامَ خيال سَيئِي،

پيشَ پرين جي تون جڏهن وِيندين،
ڳالِهه ڪندين اُتِ ڪيهي،

" نَحْنُ اَقْرب" تو وَٽ آهي،
يار تُنهنجو آهي ڏيهي،

" اَلْاِنسانُ سِرّي وَ اَنا سِرّهُ" ،
رَمز اِنهي دل ريهي،

"ولي محمد" حال اِنهيءَ ۾،
ڪي طالِب رَهندا نيهي.

# روپ مارئي

(١)

عُمَر موڪَل ڏي وَجان،
آهيان مارِي حُبَ وَطن.

مارِي حُبَ وَطن،
تا پَل پَل پُورَ پَوَن.
پَکڙا پَنهوارَن جا چِڏي،
ڪِيئَن ويهان مَحلَن.
ڏهاڙِي تا خواب ۾،
مُونکي مارُوئَڙا گڏِجَن.
سانوَڻ تيا سانُيهه ۾،
آيا راتِ نِياپا سَرتِيَن.
مَکڻيُون ميها ڪِرڙ پَڪا،
ٻيا ڦوڳ ڦُلهارِيا ڦَر ڪن.
پَٽَ پَٽيهَر جا ڪَبا،
هِتِ ڪَتِيءَ خُوش رَهَن.
ڪاجُ مِنا هِي چُورِمان،
تُنهنجا دِل کي ڪِينَ وَڻن.
ڪَڍِ بَندياڻِي بَند مان،
وَڃِي گڏجي ويڙهِيچَن.
مُون جيڏيُون تہ مَلِيرَ ۾،
هِتَ ڦِريو ٽِيُون ڦَر چارِن.
"ولي محمد" مَعافِي ڪندو،
وِيندِي گُڏرِي سانُ اَمُن.

(٢)

عمَر ڏوتِي ڏيهَ جا، راتِ ڏِنا مُون هِتِ عام

ڏادِي ڪنهن مَنجِهه مام

روئِي وِهايَم راتڙِي، بُڌي سَرتِين جا پيغام،

قِسمَت قَيدِالماءَ جِي، آهيان آندِي تو وَتِ جام،

ڪَڍُ بَندياڻِي بَندَ مان، تَنهن ڪي موڪَل ڏي وَريام،

ڪِينَ وَڻَن تا دل اَندر، اِهي سُرها تُنهنجا طعام،

" ولي محمد" چَئِي مارئِي، پَؤ تَر ڏَٽِيَن جي سام.

(٣)

تِـي سَرهِي مارئِي، اَڄ ڇُٽندا سَـپ باندِي،
اَڄُ ڇُٽَندا سَـپ باندِي، ڪانگل خَبر آندِي.

تُنهنجِي سِڪَ سَچِي، دل اَندر جُون آهُون،
ٿَر ڏَٿِيَن کي پُهتِيُون، دَردَمَندَن جُون دانهُون،
يادِ آهِين تُون تَن کي، ڪوهُ پُڇين تِي پانڌِي.

قَيدَ ڪَشالا سَختِيُون، مَعافُ ٿِيا ويا گُذرِي،
" اَلْماضِيَ لَا يَذڪَر" ، ڏُکَ سُکَ وِيندا وِسرِي،
پَنهنجِي وَطن جا وِيندِي، وِرهَن ڪان ٿِي واندِي.

حُبَ وَطن جِي جَن کي، وِيا غَمر دل تان لَهِي،
ثابِت سِيرَ لَنگهِيا، صَبر مَنجِهه رَهِي،
وَقت وِصال تَن جِي، ماُرو ٿِيندا ڪانڌِي.

" ولي محمد" چَئِي ڏوٽِين، ڪيا وَچِي ٿَر م تاتَا،
حَقَ قَبُول ڪيا، تَن جا سَيئِي ماتَا،
لَهندا سارَ سِگهِي، هِرگِز ٿَجُ نہ ماندِي.

# روپ جوڳ

(١)

” لَيسَ مِثل“ جو دَرسَن،
ڪَرِ صُورَت مَؤن ويهِي.

خاڪِي پوشُ لاهي، اَحدِيَت ۾ ڏِسُ تُون،
ڪُفر طرِيقَت جو وَٺُ، صُورَت جِي ڇَڏ ديهِي.

عَين شَريعَت آهي، عشق جو پَندُ سَيو،
حالُ حَقِيقت ۾ پَسُ، ڪِيئَن رَهَن تا نيهِي.

تِي ” صُوفِي لا ڪُوفِي“ ، پاڻُ سُڃاڻُ پَنهنجو،
وَرق دُوئِي جا ڏوئِي، مَعنيٰ ۾ وَڃُ پيهِي.

” ولي محمد“ ڇَڏ رِتُون، جاءِ عَقل جِي ناهي،
عاشق رَمز رِندِي، سُولِي چَڙهيا سِر ڏيئِي.

(٢)

لَا اِلٰ کَرِ نَفِي، اِلَا الله کي اِثباتِ کر،
حَج اَڪبَر جي پڙهِين، تان قَلب کي عَرفاتِ کَر.

ڏِسي حُسُن مَحبوب جو، ٿِي محو تَنهن ۾ بي حِجابُ،
وِجُهه اَکيُون صُورت ۾ ٻيئِي، برهه جِي بَرسات کَر.

اَحد اَحمد کي سُڃاڻي، ڇِن ڏُوئِي جا دامَ سَپ،
مِيمَ جِي مَعني کي سَمِجهي، عَبديت جي باتِ کَر.

لامِثل کي جي ڏِسين، تان "نَحنُ اَقربُ" ۾ تون ڏِس،
"وَفِي اَنُفُسُ" کَرِ صحيح، ذاتي سندي پوءِ لاتِ کَر.

"ولي محمد" اهي مشکل، هِن حَقِيقَت جو بَيان،
ذاتِ سان ذاتِي ملائي، صُورت سان هَمر ذات کَر.

(٣)

اي دِل، اُٿِي ساجهر سَنبِر،
دُنيا جا دَفتَر ويا کَڄِي.

جَنهن جو لَقَبُ فانِي فَنا، سا ڪِيئَن ڪَندِي ڪَنهن سان وَفا،
اِها آهي اَصلئُون بي بَقا، جَنهن جا سَڳَ سَياڪا ويا ڇِڄِي.

هِن خيال کي تُون ڇَڏِ هِتي، رَکُ خيال سو وِيندين جِتي،
کهڙِي خبر ڏِيندين اُتي، مَتان تِي پَوَن اَکڙِيُون لَڄِي.

جي پائِين تِئِي سَهنجو سَفَر، ڪَرِ ياد ذاتِي جو اَکُرُ،
آهي اَکر اَڳَ جو ثَمر، جَنهن ۾ حَقُ ڪندو عَيبَن ڪَڄِي.

مُحبت حَياءُ ويا ڪُلُ ڇَڏي، هَر ڪنهن کي غِفلَتَ ۾ گڏي،
باقِي اَدَب هو ويو لَڏِي، ڪَندو ڪوڻ ڪو ڪنهن جِي سَڄِي.

ڪيئِي لَکين لَکپال هُئا، ڪيڏا اُنهَن جا خيال هُئا،
دائمر ڏاڍا خُوشحال هُئا، تَن جا نَغارا ويا وَڄِي.

"ولي محمد" هوش ڪَرِ، خالِي نه ڪَنهن تي جوش ڪَرِ،
صُوفِي سَندو سر پوش ڪَرِ، وَٺ عِشق جِي دامَن پَڄِي.

(۴)

چانگا وِڪُون پاءِ وَڏنڊِيُون،
اُڏر مَيا تِي نيهِي.

رَين اَنڌيرِي پَنڌ ڏُور، بار بِرھ جو باري،
ڪاھِ تہ پُهچُون پريَن، راتِ وِھامِي ويئِي.

هِتِ تہ چَرِين ڪِرڙَ پَڪا، لاٽِيُون، ڪَبَڙَ، ڪندا،
هُتِ چارِينديئِي چَندَن، طرحين ميوا ڪيئِي.

پرھ ڦُٽِي ڏِينهَن تيو، سُورَجَ شاخُون ڪَڍِيُون،
چَندِ تارا وَيا گُمر تِي، تَخت ثري ۾ پيهِي.

" ولي محمد " اِنهِي حَدَ ۾، لاوجُودِي رَکُ تُون،
ياد رَکِجُ قَلب اَندَر، وَحدَت ڪَثرتَ بيئِي.

# روپ ملهار

(١)

وَطن سُجهي تو اَڳي اڳي،
کِيئَن ڳُذاريان خُوش ويهي.

موت وِساري وي مِيان، ڏِينهَن لنگهايم،
مَنجِهه خُوشي ويس وَڳي.
دامُ دُوئِي جي وي مِيان، دَمَ وِڃايا،
باقِي عُمِر کِيئَن تَڳي.
اَجَل نَغارو وي مِيان، آسي پاسي،
ڏِهاڙِي پيو لَڳي.
" ولي محمد" وي مِيان، طِلسم بازِي سان،
دُنيا وَئِي دِل ٺَڳي.

(٢)

بيدردن کل کيهي،
درد وارن جي.

عام ڏسن ٿا ظاهر تن کي، هو ڏيهه ڳڏيا وڃي ڏيهي.
اُکنڍ جن کي آهي اندر دل، کيئن رهن سي ويهي.
جيڪا آين سڀ سَنائون، کين مُڙيا اُهي نيهي.
"ولي محمد" هُئي اصل انهن جي، حب وطن دل ريهي.

# روپ ڏوليو

(١)

ڇڏي آسَ ۽ ٽِڪاڻا،
هَليا سامي لَقاپُور ڏي.

ڳِجَهه اندر جُون ڳالهڙيُون، ٿَمر ڪيائُون ٿيا رَوانا.
سِڪ سَچي ڪنُون رَهِن نه جوڳِي، پُڇن پُورب جا نِشانا.
ويسَ تَنهين جا ڪَهڙا پُڇبا، بَدِي ڪننا ڳِچي ڳانا.
"ولي محمد" لاءِ وِصال جي، سر ڪري قُربانا.

(٢)

مُنهنجا ڪانگا ڏي خَبَر ساري،
هُين ڪا اَچَڻ واري.

وِيني نِهاريان راتو ڏِينهان، ڪا مُون ڏي دِلداري.
وڃي هُتِ پيش پرين جي، هَٿَ بَدِي ڪَر زارِي.
هِن مُئي جي حالَ ڄِي، جَلدِي ڪَريو پوئِوارِي.
"اَلفِراقُ اَشَدَّ مِنَ المَوتُ"، بارَ اُتِمِ اِهو بارِي.
"ولي محمد" بِنان عشق نه ٿِيندِي، ڪَڏهِن ڪا نِروارِي.

# روپ مانجھ

(١)

عاشق سَدا ڏاڍي شوق مؤن، تا سَير ڪَن دَارُالبَقا.
تَدبِير. جِي دعوي ڇڏي، تَقدِير جا قانِعُ ٿِيا.

ناسُوت کي پُورو ڪري، پوءِ تا گُهمَن مَلڪُوتَ ۾،
عَبدِيَت جو پوش لاهي، اَحدِيَت داخل ٿِيا.

پي پيالا بي خودِي جا. ويا لَنگهي اِيذاءَ جِي حَدَ،
جِسم ذاتِي کي سِينگاري، مُلڪَ جَبرُوتِي رَسيا.

ڏِسي اَمُر " يَبڪو ڪثيرا" ، تا روئِن قَلبَم اَندَر،
اِنهي روئَڻ جي عشق باجهئون. عام ڪَل پوندِي نہ ڪا.

نَعرو اَنَا الحَق جو هَتِي، سُولِي چڙهيا عاشقَ ڇَئِي،
مُلڪ سي مَنصُور ٿيو، هاڻي کهي کهندين ڪيتِرا.

مَحو ٿيا مَنجھ حُسن مَحبُوبِي، نَفِي اِثباتِ ۾،
ذاتِ سان ذَاتِي مِلِي وَئِي، مِثل ڪاه و ڪَهربا.

" ولي محمد" صَبر ڪَر، ڏِس عاشقَن جا پَند اُتي،
ٿون بہ وَٽ دامَن تَنهين جِي، سِر تي سَهُ رَبّ جِي رَضا.

(٢)

دُنيا جُون رَسمُون سَڀ ڇَڏي،
رِندي رَسَم ڏي خيال ڪَر.

تَرڪ ڪَر زُهد و تَقويٰ، عشقَ جِي تون سامَ پئُ،
ذاتِ سان هَمر ذاتِ ٿِي، رَکُ وَحدَت وجُودِي ۾ نَظَر.

تَدبير جِي دَعويٰ ڇَڏي، تَقدِير جو قانِعُ تون رَهُ،
بيخُودِي جو پِي پيالو، ڏِسُ اَناالْحَق جو بَحر.

پِيون سَيِنَي واٺون وِساري، عاشقَنِ جِي رَمز وَٺُ،
تَصوِير شِيرِين جِي ڏسي، فَرهادَ وانگر ٻَڌُ ڪَمَر.

"ولي محمد" پِي صَبُر جو، جامُ ٿِي صُوفِي صَفا،
هِنَ حَقِيقَت کي تُون ڳولِجُ، قَلْبَ جي ڪَعبي اَندَر.

# روپ پهاڙي

(١)

مُنهنجُون پُنهَل سان ڳالهڙيون،
لوح قَلَم جي ڏُونگر ڏيکارِيا.

ڪيڏِي ڪري ويا ڏير ڏِنگائِي، مُفت ڏيئِي ويا جيئَري جُدائِي،
عَجَب فَنا جُون چالَڙيُون.

ڏَسَ ڪيچِيُن جا پُڇَندي وِيندِيَس، واٽَ وِندر جِي وَوُڙُون ڏِيندِيَس،
وِجَهندِيَس دَمَ دَمَ ڦالَڙيُون.

مانَ ٻاروچَلُ سَڱُ سُڃاڻِي، اَچِي لَڪَن ۾ ٽِيندمَ ساڻِي،
پالَ ڪَندو مُون پالَڙيُون.

"ولي محمد" هِي جَڳُ فانِي، وَڃِي رَهندِي نِينهن نِشانِي،
آيُون لِکئي جون جالَڙيُون.

## روپ ڀِڻاڳ

(١)

عاشق پَنڌ ۾ رَهن نہ راتِيون يار،
بارَ صِفاتِي تا جِيئَري لاهِن.

ڪا جا سُرڪ چِکايَن ساقِي، رَهين غيرُ نہ دل تي باقِي،
"نَحْنُ اَقْرب" کي ڏِيا مُلاقِي، مُلڪ حُسن جُون ڪَن تا باتِيُون يار.

بي خُودِي جي بَحر ۾ آيا، ذاتِي سان مَنجِهہ ذاتِ سَمايا،
عَين وِصال جا ڏِيئِي رايا، اَناالحق جون ڪَنِ تا اِثباتِيُون يار.

ڏاڍي ڪنهن شوقَ ڪيا دِيوانا، جِيئَن شَمع تي اَچَن پَروانا،
ڇَڏي ظاهر جا مال خَزانا، ڇِنِي هَليا سَڱ رَسمِي ذاتِيُون يار.

سازَ سَرُود جوڙي ڪيائُون ساڄا، آيَن بُوءِ اَندر مَؤن ڪا جا،
حُبّ الوطَن وَڄائِن واڄا، ڳائِن رُوپ ڏاڍِيُون پرِڀاتِيُون يار.

"ولي محمد" ڇڏ سانگو سِر جو، ناهي تَفاوت هِتِ ڪو تِرَ جو،
ڪَر دِيدار دِلِئُون دِلبر جو، قَلب اَندر ڏِسُ پائي جهاتِيُون يار.

(١)

مَحبُوب جِي صِفتِ جو، مَٿُ آفتابُ ناهي.
قامَتِ جي اڳيان سَروَ کي، سَروِي خطابُ ناهي.

دُر کي حُسُن ڏَندَن جي، مَخفِي ڪيو مَنجِھ صَدَف،
خُوشبوءِ زُلف جَنهن جِي، مَنجِھ گُل گُلابُ ناهي.

لالِي ڏِسِي لَبَنِ جِي، عِبرَت ۾ لَعلُ تيو،
ياقُوتُ مَٿُ تَنهن لَبَ جو، مَنجِھ کَنهن ڪِتاب ناهي.

آبِ حَياتِ چَشمُون، آهي ظُلماتِ جي اَندَر،
چاهِ ذَقَن جي آبَ جو، هَمسَر ڪو آبُ ناهي.

"ولي محمد" جو ثانِي، ساري جَهانَ ۾ ڏَس ڪو،
جَنهن مُنهن ڏِنو حبيب جو، تَنهن تي حِسابُ ناهي.

(٢)

اي دِل سُجاڳ تِي ڏِس، هَمسَر ڪتي ڪتي،
جي تُنهنجا يارَ جانِي، دِلبَر ڪتي ڪتي.

هُئا بادشاهه مُلڪ ۾، رُوئي زَمين سَب،
شاهِي خطاب تَن جا، دَفتَر ڪتي ڪتي.

جوڙي عمارَتُون جَن، لايا هَزارَ لَڪَ،
تَن جا نِشان ڏِس تون، سَنتَر ڪتي ڪتي.

جَن تي چَوايو پاڻ کي، " اَنَا رَبّڪُمُ " مُدامُ،
تَن جا تون ڏِس خَزانا، لَشڪَر ڪتي ڪتي.

جي هُئا طَبِيبَ داناءَ، حاذِقَ وَڏا حَڪِيم،
تَن جا دُڪانَ خالِي، جَنتَر ڪتي ڪتي.

هِن دَؤر جي بَهارَ جو، آخِر خِزان لَقَب،
ڏِسندين نہ تَنهن ۾ ڪو خوش، اَڪثَر ڪتي ڪتي.

تون * " ڪُلّ مَنّ عَلَيّها " ، آيَت ۾ رَکُ خيال،
ڪهڙا پُڇين تو باب، سِڪندر ڪتي ڪتي.

ڪَرِ تون " ولي محمد " ، شَهه عشق جي مَقال،
ٻِئي دَر نہ چِڏ خيال کي، خُوشتَر ڪتي ڪتي.

(۱)

رَهِي مَنجِھ لَکَنِ، ساٽ نہ پُھتِي سَسئِي،
قِسمَت قيد الْماء جي، ڪئِي قابو مَنجِھ ڪَکَنِ.
لِکئي لوح قلَم جي، نئي وِڌِي مَنجھ ڏکَنِ،
"وليِ محمد" مَنجھان لَکَن، ڪِن اِها ڳالھ اِثباتِ ڪئِي.

(۲)

موتُ جَنهِين کي ياد پيو، سي سُک تِي کِيئَن سُمهَن،
راتو ڏِينهان وجُود ۾، تا پَتنگ جِيئَن پَچَنِ،
ڳُجَھ اَندر جِي ڳالهڙِي، ظاهِر ڪِينَ ڪَهَنِ،
"ولي محمد" حُبَ اَتَنِ، ڏُوراهين ڪَنهن ڏيهَ جِي.

(۳)

مِيرانپُور جِي ڀاڄَھ تِي، غَمَ وَهَمَ سَڀ وِيا،
ذاتِي جي ذوِقَ سان، کُلِي قَلْبَ پيا،
عُقدَہَ دؤر دُنيا جا، صُوفِي صافُ ڪَيا،
"ولي محمد" مَطلَب تِيا، وَرِيا وَرق وِصال جا.

(۴)

وَرِيا وَرق وِصالَ جا، رَهِي تُوهِين تُون،
جُڙِي جوڙَ سَيڪا، مَنجهان " ڪُنْ فَيَڪُون"
تُون وَٽُ دامَنِ عشقَ جِي، ڪَڍِي شَڪُ دِل مُؤن،
"ولي محمد" دُنيا ڏُون، آهي مُنجهايو عامَ ڪي.

(۵)

عاشقَن حُسُن جو، ڪيو دِل اَندر دِيدار،
گُليا باغَ بِهشتِي، آين بُوءِ بَهار،
" اَنَا الْحَق" چَئِي، ٿيا سُورِي جا هَسوار،
"ولي محمد" هِي پَچار، پَر پَئِي ساري لوڪَ ۾.

(٦)

هَستِي سِي حَرام، ڪڍِي جِڏِ اَندَر مُؤن،
نيستِي جو دِل تي، بَڌِي جِڏِ اِحرام،
بنا نَفِي اِثبات جي، ٻيو ڪَهجُ ڪو نہ ڪَلام،
"ولي محمد" اِنهيءَ مامَ، ڌَمَر گُذارِجُ ڏيهَ ۾.

(١)

پهرين ڏينهن اُتي هَليا، عاشق کَنهن اُداس،
جاڳي پَيَن وجُودَ ۾، مَعنوِي پياس،
ڏاڍي ڪيفَ ڪَڪوريا، ڪَري مَن جي آس،
لاهي سَپ لِباس، واقف ٿِيا اِسرارَ جا.

(٢)

ٻئي ڏِينهن مَئي وَحدَت جا، پيتائُون پيالا،
ذاتِي ذوق ڏيکارِيو، ٿِي پيا مَتوالا،
قَلبِي سَير ڏِسِي ڪري، ٿِيا ڏاڍا خُوش حالا،
وَٺي مُحبت جا چالا، واصل ٿِيا کَنهن مامَ سان.

(٣)

ٽئين ڏِينهن ناسُوت کان، لَنگِهي پيا مَلڪُوت،
سَمَر ڪنيائُون پاڻ سان، صَبُر ۽ سُڪُوت،
گهِڙِيا بَحَر عَمِيقَ ۾، لِڱن لائي ٻيُوت،
ذِڪر ٿِيُن قُوتُ، مَست رَهَنِ مَهرِيانَ ۾:

(٤)

چوٿين ڏِينهن چَئو طَرفين، آيَن بُوءِ بهار،
چِنِي دامَ دُوئِي جا، نانگا ٿِيا نِروار،
ڪانگل قَرِيبَن جا، اُتِ پهِي ڏَنِن پار،
لاهي لوڪَ ميارَ، هَليا پُورَب پَنڌ ڏي.

(٥)

پَنجين ڏِينهن ڪَنَن سان، ٻُڌائون آواز،
هُو هو هُل دِماغ ۾، پيا وَڄَن طرحين ساز،
ڪَري، طواف قَلب جو، ٻِينا سانُ نِياز،
پوءِ معنَوي پرواز، ٿِيُن "مُوتُوا" مُلڪ ڏي.

(٦)

ڇَهين ڏِينهن وَطن جا، اَچِي ساڪُن ٿِيا،
"مُوتوا قَبل اَنتَ مُوتُوا"، اِنهي رَمز رَسِيا،
بيخُودِي جي بَحَر جو، ڪيائون اُتِ لَقاء،
ڏِسِي دار بقا، ٿيا مَحَوَ مُلڪ حُسن ۾.

(٧)

ستين ڏِينهن لَڏائُون، پَنهنجِي ڪا جا عِمارَت،
ڪاهوڙِي سَفر هَلِيا، سَمجِهي اِشارَت،
نَحَنُ اَقَرب جي قُربَ جِي، مليَن بِشارَت،
ڪَري زِيارَت، مَعنيٰ ۾ مَحَوَ ٿِيا.

(٨)

اٺين ڏِينهن صُورت ۾، ڪيائُون مُورت گُم،
تَنهن صُورت جي دِيدار ۾، آيُن ياد عدم،
وِيساري وينا ڏؤر جا، قَلُب اندر ڪُل ڪم،
ٿِين سَجايا دَم، تا رَهن مُلڪَ عَدَم ۾.

(٩)

نائين ڏِينهن نِسَنگ ٿِيا، لاهي حَرف حِساب،
مُحبَت جي ميدان ۾، آيا مَردَ شِتاب،
ڏاڍي ذوق نِهوڙِيا، ڪُسِي ٿِيا ڪَباب،
رَهيُن ڪونه حِجاب، حُسن پَسِي مَحبُوب جو.

(١٠)

ڏَهين ڏِينهن اُيي رَسِيا، عاشقَ مَنجِهه اَدَب،
جَذِيائون اَصلي پَنهنجا، جي هئا حَسَب نَسَب،
ويجها ٿِيا وِصالَ کي، وَٺِي عَبد لَقب،
وڏي ڪنهن سَبَب، سُجاتائُون جوت کي.

(١١)

ڪارهين ڏِينهن حُسن جو، جَلوو ڏِٺائون،
بِيِهي اَلَکَ سامهُون، بانهُون بَڌائون،
راز رَبُوبِي قَلب ۾، سَمجِهي جَذِيائون،
ذاتِي پَهريائون، گُجهو گُجْهه اَندَر جو.

(١٢)

بارهين ڏِينهن تَوَڪَل جو، ٿرهو ڪيائون تَمام،
لَنگِهي پَتَڻُ عشقَ جو، سَجدا ڪَنِ سَلام،
نابُودِي جي نِجهري، ويِهي ڪيائون آرام،
ٿِيُن عشق اِمامُ، سُک ٿِي سُتا گودڙِيا.

(۱۳)

تيرهين ڏينهن تمام ڪري، وينا منجهه سُجُود،
وَفِيٓ اَنفُسَڪُم اَفَلا تُبصِرُوٗن، سَمجِهي ويا مَقصُود،
ڪَعبو قَلُب سُجاڻي، ۽ رَبُّ المَعبُود،
لاهي شَڪ وجُود، بي رَنگِي هَم رَنگ ٿِيا.

(۱۴)

چوڏهين ڏينهن فراق جا، ڪوليائون دفتَر،
" اَلفِراقُ اَشَدّ مِنَ المَوت" ، اِهو ٿِيُن ثمَر،
بيخُودِيءَ جي بحر ڏي، هَليا ٿِي خُوشتَر،
اِنهِي مَنجِهه سفر، ٿِيا اوڏا اَلَڪ ڪي.

(۱۵)

پَندرهين ڏِينهن حِجاب جا، لاٿائون پَردا،
آيا اُلوهِيَت ۾، وِسرِي وَيُن فَردا،
پَسِي رَنگ حيران ٿِيا، سُرخ ۽ زَردا،
سي ڪڏهن ڪِين وَرندا، جَن پِيتي سُرڪي سَچَ جِي.

(۱٦)

سورهين ڏِينهن سُجاڳ ٿِيا، اَنَاالحَق چئِي،
عَبد اَحد جي فرق ڪي، سوجهي ڪيائون صَحِي،
حُسُن جي دِيدار جي، تَن سَيا ڪَلَ پَئِي،
پوءِ وِيُن شڪُ لَهِي، سُولِي ٿِيُن مُشاهِدو.

(١٧)

سترهين ڏِينهن جبرُوت جا، ساڪن ٿِيا نيهِي،
" حُب الُوطن مِنَ الاِيمان" ، رَهيا اُتِ ويهِي،
حُسُن جي دِيدار ۾، تَن جي دِل ريهِي،
وَيا پاڻ ۾ پيهِي، ڇڏي ماڳ صِفتِ جو.

(١٨)

ارڙهين ڏِينهن بارِيائون، قَلُب مَنجِهه ڏِيئو،
عاشق رَتا رَنگ ۾، پائي شوق لِئو،
مُحبَتِين جي مَنَ کي، صُوفِيءَ صاف ڪيو،
روشَن قَلبُ ٿيو، داخل ٿِيا مَحلاتِ ۾.

(١٩)

اوڻيهين ڏِينهن اَنحَد جو، ٿيو ڪَڙڪو مَنجِهه ڪاپار،
اَنا اَنا جي آوازَ جا، ظاهِر ٿِيا اَطوار،
وَسيو ميگهه مِهر جو، ڪُليا باغِ بَهار،
عشقَ ڪَيا نِروار، هَر دَم رَهَنِ حُضُورَ ۾.

(٢٠)

وِيهين ڏِينهن مِلي ٿيا، مَحبُوب سان هَمذاتِ،
بيرَنگيءَ ۾ هَم رَنگ ٿِيا، لاهي پوش صِفاتِ،
وينا پِيَن پاڻ ۾، پريم رَس پرياتِ،
بِي نه بولِنِ باتِ، اَندَر باهَر هِڪُ ٿِيا.

(٢١)

ايڪيھين ڏينھن ساڪن ٿيا، جتي راتِ نہ ڏينھن،
سُتا رُوحِي رَمز ۾، آسَڻ ڪَري نِينھن،
سَدا سُپريَن سان، پَرچِي رَهيا جِيئن تِيئن،
سَدا مُحبت مِينھُن، وَسائي خيال ٿيا.

(٢٢)

باوِيھين ڏِينھن لاھُوتِ ڏي، چُريا مَنجِھ چوڏول،
پُورا ڪَيائُون پانھنجا، جي ها اَلَستِ قَول،
اَصِل بَدَل ڪاپڙِي، قَالوابَلِيٰ جي قول،
جَھلي صِدقَئُون جھول، سِر ڏِنائون سَٽ ۾.

(٢٣)

ٽيوِيھين ڏِينھن اُڏاٽا، "لا" جِي لاتِ لَئِي،
سِر پَنھنجو اَصلِي، عَدَم ڪَيائون صَحِي،
"قَيدُالماء اَشَدّ مِنَ قَيدُ الحَدِيَدِ"، اُتي پيا لَھِي،
نَفِي لاتِ ڪَھِي، تَن وَرتِي واٽَ وِصالَ جِي.

(٢٤)

چوويھين ڏِينھن وِصال ڪي، تِيا سَنياسِي اوڏا،
نائي سِر سَجدا ڪَري، يَڳائون ڳوڏا،
بيخُودِي جي طُوفان جا، آين اُتِ لوڏا،
جَنھن رَمز جا ڪوڏِيا، اُتي ڪَيائون تَڪيا.

(٢٥)

پَنجويهين ڏِينهن قَلْب ۾، قائِم ٿِين يَقِين،
" لَا اَنَا اِلّا هُو" جي، ياد آئين تَلقِين،
وِڄهي اَکيون سُورَج ۾، چورِيائون اَنَڌ بِين،
وينا مَنجِهه تسڪِين، ڏِسِي راز اَندر جو.

(٢٦)

ڇَهِين ڏِينهن صِفتَ مؤن، ظاهِر ٿِي پَئي ذاتِ،
ايِريو شَمسُ حُسُن جو، روشَن ٿِي ظُلماتِ،
" اَلَرَّفِيْقُ ثُمَّ الطَّرِيقُ" ، لَذائون آبِ حَياتِ،
پِيتائون پِرياتِ، ٿِيا مَنظُور حُضُور ۾.

(٢٧)

سَتاوِيهين ڏِينهن فَنا جِي، هَنيائون تَڪبِير،
ڏِسِي " نَحْنُ اَقْرَب" کي، قانعُ ٿِيا تَقدِير،
مُحبَتِي مَطلب کَهَن تا، ڳِڄهي رَکَن تَقرِير،
ڇَڏِي سَڀ تَدبِير، تَوَڪَل ڪَيائون تُرهو.

(٢٨)

اَٺاوِيهين ڏِينهن عُروجَ ڪان، آيا مَنجِهه نُزول،
حال رَبُوبِي سَمجِهي ٿِيا، عَبدِيَت مَشغُول،
"وَالْيَضْحَڪُو قَلِيْلَ وَّيَبْڪُو ڪَثِيْرا"، اَمُر ڪيائُون قبُول،
وَنِي راهَ اُصول، " هَمَہ اَوست" ٿِي " اَزاَوست" ٿِيا.

(٢٩)

اُٽِيهين ڏِينهن شَمَع تي، مِڙيا پَروانا،
ڏِسي شُعاءُ حُسن جو، وَيا جَلِي مَستانا،
مُڙيا کَنهن پَرِ کِينَ کِي، عاشق دِيوانا،
ڪَري شُڪرانا، سِر ڏيئِي سَرها ٿِيا.

(٣٠)

ٽِيهين ڏِينهن تمام، ٿِيو رِسالو سارو،
غازِي هِنَ سَنَ مان، وَيا وَڃائي وارو،
مَعنيٰ سان ڏيئِي وَيا، خالِصُ اِشارو،
ڪَري قَلَب مان چارو، پيهِي ويا پاتار ۾.

(٣١)

"ولي محمد" هِنَ حالَ جو، ظاهِر ڪَرڻ بَيان،
دَر پِڻَ ڏِسي قَلب جو، پَنهنجو پاڻَ سُڃاڻ،
"عَبۡدَه وَرَسۡولُه"، اِهو اٿئِي اُهڃاڻ،
هَلِجُ وِڃائي جاڻ، صابِر ٿِي هِن دؤر مان.

(١)

وَڃي مَديني ڄي گهوٽ کي، ڏُکُ نياپو کَهي ڪانگل.

اُڏر عَرَب پار ڏي، اوري ڪَرِمَ اَنگل،
وِچ وِسارِجُ ڪيمَ کي، پُرزا ڏيئِي پَکيئَل.

زاغ ڪَرِ زارِيُون ٻُهون، ٻولِجُ ٻاٻِيهَل،
روضي مَهندان رَسُول جي، وِڃي ڪوڙين ڪَر ڪَرگِل.

لَئون تہ مُونکي آ ڪانئِڙا، اندر ۾ ڪا اَجَهل،
وَڃي پاڙي پرين جي، ڳوڙها ڳاڙِجُ ڳَل.

دانُهون دَردَ مَندَن جُون، اونائِجُ اَڪمَل،
واحد لَگِ "ولي محمد" کي، ميڙين سانُ مُرسَل.

(٢)

ڪَر غۇر مون يَتيم جو سَيَّد قُريشي ڪامِل،
ڏي صحت تندرستي غم مؤن ڇٽي هي سائِل.

ڏُنيا جي دؤر ۾ مون ڪيا ڪم سيئي اَجايا،
مُرسل تون ڪَر سَجايا، اڳتي رَهان نَ غافل.

حضرت، حضور پنهنجو ڏيکار مون ڪي هيڪر،
ذاتي رهي قلب ۾ صورت ٿئي مون شامل.

سُڻ تون سُوال سائين ننگي ننگ پرور،
ڇانئڻ چُمان چپن سان، عرفات ۾ ٿيان شامل.

عيبن ڀريو آءٌ آهيان ساري اُمت ۾ ظاهر،
حامي تُون ڪر حمايت وحدت ٿِئي مون حاصل.

مِن ڪي بخير خُوبي پهچاءِ مِير مُرسل،
مڪّي جو ٿيان مساڪن. منجهه حُبّ ٿيان نَ ڪاهِل.

دَاُرلبقا وَڃي ٿو سيڪو پنهنجي ثمر سان،
مون بي ثمر جي سرور سَنهنجي تون ڪَر منازل.

هاڻي فضل جِي مُون سان ڪَر تون ڪا مَددُ مَالڪ،
عِلم لَدني ڏي مون آهيان ابوجهه جاهل.

هن رَنگپور جي رنگ مؤن، مونکي ڇڏاءِ سائين،
ڪَر قَلب مُنهنجو دَائم پنهنجي ذڪر سان مَائل.

تنهنجو "ولي محمد" ڪي شب روز خيال مُحڪم،
مُحبت جو جَام ڏيئي ڪر جلد تنهن ڪي واصل.

# مَدَح شريف در حضور سَيّدُ الاَنبِيَاء وَالمُرسَلِين

(١)

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

يا سَردار عالَمَ جا اَجها، كَرِ ماڙَ مُنهنجِي سَيَّدا،
هَر حال تِي مشكلكُشا، توفِيقَ ڏي بَهرِ خُدا،
رَسُ يا رَسُوۡلَ اللّٰه صَلَي اللّٰهُ عَلَيہِ وَسَلَم.

بي دِين كي تون دِين ڏي، وَحدَت سَندي تَلقِين ڏي،
قَلبَم اَندَر فَرحِين ڏي، دِيدار جِي تَسكِين ڏي،
رَسُ يا رَسُوۡلَ اللّٰه صَلَي اللّٰهُ عَلَيہِ وَسَلَم.

جيكِي دنيا ۾ كمَ كَيَم، اَمر و نَهي جا حَق پَڳم،
تَن جون مُرادُون سَڀ ڏِٺم، آخِر نَتيجو كونہ ٿِيم،
رَسُ يا رَسُوۡلَ اللّٰه صَلَي اللّٰهُ عَلَيہِ وَسَلَم.

خَتَمُ الرُّسُل سَردار تون، خاوَند اڳِيئون مختيار تون،
آهِين اَڙيَن آڌار تُون، كَڍندين كُهن جا بار تُون،
رَسُ يا رَسُوۡلَ اللّٰه صَلَي اللّٰهُ عَلَيہِ وسَلَم.

هِي خيال اَٿم راتو ڏِينهان، حُبَ ۾ تُنهنجِي مُرسَل ويهان،
با اَهل ۽ اولاد سان، اَچِي حاجِيَ الحَرَمَين ٿيان،
رَسُ يا رَسُوۡلَ اللّٰه صَلَي اللّٰهُ عَلَيہِ وَسَلَم.

شاهِ نَجف جِي سامَ پيس، حَسنين جِي دامَن لَڳِس،
آلِ عَبا پَنهنجو ڪَيس، ٻئي دَر نہ ڪَنهن جي تي پَڳِس،
رَسُ يا رَسُوّلَ اللہ صَلّي اللّٰہُ عَلَيہِ وَسَلَم.

جي يار تو مَحبُوب جا. اُن جو اَدب آهي بَجا،
اَصحابَ تُنهنجا سَڀ سَچا. تَن جِي صِفتِ آهي رَوا،
رَسُ يا رَسُوّلَ اللہ صَلّي اللّٰہُ عَلَيہِ وَسَلَم.

اي شافِعِ روزِ حشر، مُونکي مَدَد ڏِجُ مَنجِهہ قَبر،
ڪَجُ مِهر سان سَهنجو سَفر. آهيان اَبوجهو بي ثَمر،
رَسُ يا رَسُوّلَ اللہ صَلّي اللّٰہُ عَلَيہِ وَسَلَم.

تُلَندا عَملَ مِيزان ۾، تِيندو لَقاءُ ميدان ۾،
سَڀ کو هوندو اَرمان ۾، مُونکي رَکجُ تُون ڏِيان ۾،
رَسُ يا رَسُوّلَ اللہ صَلّي اللّٰہُ عَلَيہِ وَسَلَم.

اَلقابُ تو پيغمبري، مَعراج ڪَيوئِي بالاتَري،
حَق ڪان عَطا ٿِي سَروَرِي، ڪَنهن جِي نہ تو سان هَمسَري،
رَسُ يا رَسُوّلَ اللہ صَلّي اللّٰہُ عَلَيہِ وَسَلَم.

بي دادُ جو تون دادُ ڪَرِ. غَمگِين جِي دِل شادِ ڪَرِ،
قَرضَئُون مَرضَئُون آزاد ڪَرِ. بَرڪَت سَندو اِمداد ڪَرِ،
رَسُ يا رَسُوّلَ اللہ صَلّي اللّٰہُ عَلَيہِ وَسَلَم.

دُنيا سَجِي فانِي فَنا. "اَلفَقر وَ فَخرِي" تو جُڳاءِ،
مُون سان پَلايُون ڪَر پَلا. جَنهن ۾ ڏسان سَختِي نہ ڪا،
رَسُ يا رَسُوّلَ اللہ صَلّي اللّٰہُ عَلَيہِ وَسَلَم.

تنهنجو حُڪم برين ۾، جاري آهي بحرين ۾،
رُوئي زمين ڪونين ۾، تيو تو عطا قوسين ۾،
رَسُ يا رَسُوّلَ اللہ صَلَي اللّٰہُ عَلَيہِ وَسَلَم.

ڪا مِهر ڪر وريامَ مُون، ڪَر مَعاف اَحمَد جامَ مُون،
ڏوهَن سَندا اَقلامَ مُون، ڏي ذؤق مَنجِھ اِسلامَ مُون،
رَسُ يا رَسُوّلَ اللہ صَلَي اللّٰہُ عَلَيہِ وَسَلَم.

حَضرَت حَسَن مُربّي اَتم، شَهِ ڪَربَلا والِي سَندم،
جَنهن فوجَ پَنهنجِي ۾ گڏيَم، تن جي مُحابي لاهِ غَم،
رَسُ يا رَسُوّلَ اللہ صَلَي اللّٰہُ عَلَيہِ وَسَلَم.

تُنهنجِي رِسالَتِ جي قِريا، تَحقِيقَ سي ڪافِر ٿيا،
جِيئَري وَڃِي دوزَخ پيا، هَر دو جَهان هوندِين ڳلا،
رَسُ يا رَسُوّلَ اللہ صَلَي اللّٰہُ عَلَيہِ وَسَلَم.

صادِق سي ٿِي سَڌبا صَفا، اَلۡاَمۡر آئِيندا بَجا،
فَوۡقَ الۡاَدَب ۾ باوَفا، صابِر ٿِي سِر سهندا جَفا،
رَسُ يا رَسُوّلَ اللہ صَلَي اللّٰہ عَلَيہِ وَسَلَم.

ڏي جامُ وَحدَت جو پِري، نُورِي پيالو پُر ڪَري،
هَر دَم مُنهنجِي دِل ٿِي گهري، ناهي بقا دَم جِي ذَري،
رَسُ يا رَسُوّلَ اللہ صَلَي اللّٰہ عَلَيہِ وَسَلَم.

تُنهنجِي صِفتِ قُرآن ۾، ياسِين تُنهنجي شانَ ۾،
جَلوو زَمين آسمان ۾، لوحِ و قَلَم فرمان ۾،
رَسُ يا رَسُوّلَ اللہ صَلَي اللّٰہُ عَلَيہِ وَسَلَم.

تون دَردمَندَن جِي دَوا، توکَئُون سِوا ناهي شِفا،
مُحتاجُ سَڀ تو دَر سَندا، مِڙني جِي ڪَرِ حاجَت روا،
رَسُ يا رَسُوَلَ الله صَلَي اللهُ عَلَيہِ وَسلم.

سَوالي آهيان تو شير جو، ڪَهڙو سَبب آهي دَير جو،
ڏي ڪو دِلاسو خَير جو، قَطرو نہ جَنهن ۾ غير جو،
رَسُ يا رَسُوَلَ الله صَلَي اللهُ عَلَيہِ وَسَلم.

تُنهنجِي سَخاوَت جِي خَبَر، مَشهُور مَنجِهہ جُملي بَشَر،
سَيڪو سَلامِي تُنهنجي دَر، فَضَل و عَفُو جِي ڪَرِ نَظر،
رَسُ يا رَسُوَلَ الله صَلَي اللهُ عَلَيہِ وَسَلم.

اولاد مُنهنجي جِي عُمر، زياده ڪَرِين مِثل خِضَرِ،
سَيِنِي هِدايَت ڏي صَبر، پرتا اَتِئِي مَنجِهہ خَير شَر،
رَسُ يا رَسُوَلَ الله صَلَي اللهُ عَلَيہِ وَسَلم.

عِلم و حَياءُ بَخشِين تون، مُنهن دِينَ جو ڪو ڏِين تُون،
يا سَيِّد آخرِين تُون، ڪَرِ هِي دُعا آمِين تُون،
رَسُ يا رَسُوَلَ الله صَلَي اللهُ عَلَيہِ وَسَلم.

يا مير هِن دَستُور ڪَر، مُنهنجو قَلَب پُرنُور ڪَرِ،
ڏيئِي لَقاءُ مَخمُور ڪَرِ، دُشمَن اَندَر مؤن دُورِ ڪَرِ،
رَسُ يا رَسُوَلَ الله صَلَي اللهُ عَلَيہِ وَسَلم.

طَواف ڪَعبي جو ڪَريان، عَرفاتِ ۾ داخل ٿيان،
هيڪر اَکين روضو ڏِسان، "مَن ذار قَبرِي" تو چُمان،
رَسُ يا رَسُوَلَ الله صَلَي اللهُ عَلَيہِ وَسَلم.

واجِبُ شَفاعَت تو مَتي، ويهَندين عَدالَتِ تي جِتي،
عاصِي ايندا تو وَٽِ اتي، چَوندا شَفِيع آهِين ڪِتي،
رَسُ يا رَسُوّلَ اللهٰ صَلي اللهُ عَلَيهِ وَسَلَم.

يَومُ الْقيامَت جو حَشر، ڏاڍو سْڀِي تو يا ڏُمَر،
ڪَنهنجِي نہ لَهندو ڪو خَبر، آهيان اِنهي خوف و خَطَر،
رَسُ يا رَسُوّلَ اللهٰ صَلي اللهُ عَلَيهِ وَسَلَم.

جيڪِي رَڪَنِ مُون سان حَسَد، مُونکي آهِن سي ئِي پَسند،
موجِب نِيَت لَهندا رَسَد، "فِيّ جِيْدِ حَبْلٌ مَن مَسَد"،
رَسُ يا رَسُوّلَ اللهٰ صَلي اللهُ عَلَيهِ وَسَلَم.

هِن بَحَر بي پاياں ۾، اَ ُن سَندي طُوفانَ ۾،
بيڙو رَڪجُ طُغيان ۾، جِيئَن نُوحُ ڪِشتِي بانَ ۾،
رَسُ يا رَسُوّلَ اللهٰ صَلي اللهُ عَلَيهِ وَسَلَم.

مُرشد مُنهنجي جو خاندانْ، آباد هوئي هَر دو جَهان،
دائِم طَبَل وَجَندو ڏِسان، "بِاالْحُرمَتِ وَالْصَادِ" سان،
رَسُ يا رَسُوّلَ اللهٰ صَلي اللهُ عَلَيهِ وَسَلَم.

وارِث وَسِيلا وِيرَ تُون، مُنهنجِي مَدَد ڪَرِ مِيرَ تُون،
دِلگِير ڪي ڏي ڏِير تُون، ثابِت رَکِين مَنجِهہ سِير تُون،
رَسُ يا رَسُوّلَ اللهٰ صَلي اللهُ عَلَيهِ وَسَلَم.

جي ڪَنهن ڪي ڪا حِڪمَتِ مِلي، آيو جَڏهن تو وَٽِ هَلِي،
تَحقِيق بِي ڪانهي گِلِي، مُنهنجِي بہ آخِر ڪجُ پِلِي،
رَسُ يا رَسُوّلَ اللهٰ صَلي اللهُ عَلَيهِ وَسَلَم.

اِسلام جو هوڪو گُهماءِ، غَلبا ڪُفر جا سَڀ هَٽاءِ،
تُون دِينَ کي قُوَّت وَناءِ، فُرصَتِ ٿِئي تَنهن ۾ نہ ڪا،
رَسُ يا رَسُوّلَ اللّٰه صَلَي اللّٰهُ عَلَيہِ وَسَلَم.

هادِي هِدايَت تو پِنان، با اَمُن ۽ اِيمانَ سان،
ڏيڪارِ مُون مَهدِي زَمان، جَنهنجو ڪِتابَن ۾ بَيان،
رَسُ يا رَسُوّلَ اللّٰه صَلَي اللّٰهُ عَلَيہِ وَسَلَم.

صَلواتِ تُنهنجِي بَر زبان، مُون وِردُ ٿِي راتو ڏِينهان،
تَنهن کي پَڙهِي آئُون قَلّب سان، حَضراتِ ۾ حاضِر ٿِيان،
رَسُ يا رَسُوّلَ اللّٰه صَلَي اللّٰهُ عَلَيہِ وَسَلَم.

عيبَن پَريو عاصِي آهيان، ڪَهڙو اُتِي سِينو ساهِيان،
توکان سِواءِ ڪيڏي ڪاهِيان، ٻِيو ڪونہ تو چارو پانيان،
رَسُ يا رَسُوّلَ اللّٰه صَلَي اللّٰهُ عَلَيہِ وَسَلَم.

يا سَيَّدا تُون پاڻ پَسُ، مُنهنجَنِ اَفعالَنِ ڏي نہ ڏِسُ،
جَلدي ڪَري هِن حال رَسُ، مُونکي اَچِي کَنهن لاءِ گَسُ،
رَسُ يا رَسُوّلَ اللّٰه صَلَي اللّٰهُ عَلَيہِ وَسَلَم.

حَقَ جو ذِڪُر مُرشد ڏِنم، تَنهن جِي اَدائِي ڪانہ ٿِيم،
شيطان جِي يارِي رَسِيَمِ، ڏاڍِي اِها غِفلَتِ ڪَيم،
رَسُ يا رَسُوّلَ اللّٰه صَلَي اللّٰهُ عَلَيہِ وَسَلَم.

هِي اِلتجا مَنظورِ ڪرِ، مُنهنجا سيئي غَمَ دُورِ ڪرِ،
مَعافِي ڏيئي مَسرُور ڪرِ، سُوالِي سَدا پُرپُور ڪرِ،
رَسُ. يا رَسُوَلَ الله صَلَي اللهُ عَلَيہِ وَسَلَم.

يا ساقِيءِ ڪوثر ڏَٿِي، تُنهنجِي وَٽِي رَبَ ڪي وَٽِي،
اُميد سارِيان تو گهٽِي، سَوِلِي ڪَندين جا مُون ٻٽِي،
رَسُ يا رَسُوَلَ الله صَلَي اللهُ عَلَيہِ وَسَلَم.

آهي اُميد اَللهَ ۾، تو شاهہ عالِي جاهَ ۾،
مُون چَئِي مَدَحَ جَنهن آهَ ۾، مَقبُول ٿِئي دَرگاهَ ۾،
رَسُ يا رَسُوَلَ الله صَلَي اللهُ عَلَيہِ وَسَلَم.

مُنڪَر نَڪِير اِيندا پُڇَڻَ، تِيندو نہ جاٽاٰن ڪِيئَنَ ڪُڇَڻَ،
مُنهنجا چَڱا ڪَر سَڀ لِڇَڻ، ٿِئي خَيرَ سان جَنهن مؤن ڇُٽَڻ،
رَسُ يا رَسُوَلَ الله صَلَي اللهُ عَلَيہِ وَسَلَم.

جيڪِي حَياتِي ۾ هُجان، مُحتاجُ شَلَ ڪَنهن جو نہ ٿِيان،
با آبرُو ۽ پَرمَ سان، ڏِينهَڙا لَنگهِن هِنَ دؤر مان،
رَسُ يا رَسُوَلَ الله صَلَي اللهُ عَلَيہِ وَسَلَم.

وَئِي مُلڪَ مان مُحبَت چِڏي، سَڀ ڪنهن کي غِفلَت ۾ گڏي،
بَرڪَت حَيا وَيا سَڀ لَڏي، هاڻي آهِيان تُنهنجي تَڏي،
رَسُ يا رَسُوَلَ الله صَلَي اللهُ عَلَيہِ وَسَلَم.

سارِي عُمرِ وَئِي خُوابَ جِيان، حاصِل نہ ٿِيو ڪِي تَنهن مَنجهان،
تَنهن لاءِ تو هَتڙا هَٽان، تَسبِيح توبَه تو پڙهان،
رَسُ يا رَسُوَلَ الله صَلَي اللهُ عَلَيہِ وَسَلَم.

اَلْحَمْدُ للّٰه دَمِ بَدَمِ، حَق کَیو توکي شافِعْ اُمَمْ،
مُنهنجِي هِي سَبِ سارِي رَقم، مَقبُول کَرِ پنهنجي کَرَمِ،
رَسُ یا رَسُوۡلَ اللّٰه صَلَي اللّٰهْ عَلیہِ وَسَلَمِ.

هِن دؤر ۾ تُنهنجِي سَخا، مَشهُور مَنجِھ اَرض و سَما،
مُون تي بہ ٿِئي بَخشيش کا، عِلمْ لُدَّنِي کَرِ عَطا،
رَسُ یا رَسُوۡلَ اللّٰه صَلَي اللّٰهْ علیہِ وَسَلَمِ.

حامِي حِمایَت تو سَندِي، مُونکي نيئِي ويجهو کَندِي،
"جَنّاتِ عَدْنِ" جِي کَندِي، دائِم وهي جَنهن جِي نَدِي،
رَسُ یا رَسُوۡلَ اللّٰه صَلَي اللّٰهْ عَلیہِ وَسَلَمِ.

حَق مُدَّعا پُوري کَيِم، جا جُبَ تُنهنجِي ۾ چَيِمِ،
جَنهن جِي بِشارَت تو ڏِنيِم، مَطلَب سَيئِي حاصِل ٿِيَمِ،
رَسُ یا رَسُوۡلَ اللّٰه صَلَي اللّٰهُ عَلیہِ وَسَلَمِ.

تَعرِيفَ تُنهنجِيءَ جو بَيان، سَمجِھي ڏِنَم قُرآنَ مان،
خَتَمُ النَّبِي آخِر زَمان، مالِکُ آهِين هَر دو جَهان،
رَسُ یا رَسُوۡلَ اللّٰه صَلَي اللّٰهُ عَلَيہِ وَسَلَمِ.

تُنهنجي حُسْن کان کيتِرا، جَلوو وَٺِي مَطلَبَ رَسيا،
شَمس و قَمَر کي ٿِيو ضِيا، چوڏَهن طَبَق روشَن ٿِيا،
رَسُ یا رَسُوۡلَ اللّٰه صَلَي اللّٰهْ عَلیہِ وَسَلَمِ.

"ولي محمد" ڏِينهن راتِ ۾، آهي اِنهي خَيالاتِ ۾،
يا سَيَّدا سَڪراتِ ۾، ڏُج ياد ڪَلمُون واتَ ۾،
رَسُ یا رَسُوۡلَ اللّٰه صَلَي اللّٰهْ عَلیہِ وَسَلَمِ.

# مَدح دَرشانِ حضرت قلند لَعل شهباز مَروَندِي

سَخِي شهباز نُورانِي، تُون آهِين سِرُّ سُبحانِي،
سارو جَڳ تيو سَندَئِي ڏانِي، مَلڪ توڙي جِنَ اِنسانِي.
عَطا ڪَرِ رَمزَ مون رِندِي، قَلندَر گهوٽَ مَروَندِي.

اَکين جو نُورُ ڪَرِ روشَن، ڏِسي روضو ڪَريان دَرسَن،
ڇُٽان هِنَ دؤر جي دُردَن، ٽيان آجو ڪَنان عيبَنِ،
عَطا ڪَرِ رَمزَ مُون رِندِي، قَلندَر گهوٽَ مَروَندِي.

گدا آهيان تُنهنجي دَرَ جو، تُون آهِين اولاد حيدَر جو،
ڀَڳو جَنهن ڪوٽُ خيبَر جو، وَصِي وارِث پيغمبَر جو،
عَطا ڪَرِ رَمزَ مُون رِندِي، قَلندَر گهوٽَ مَروَندِي.

اَچِي ڪَرِ مُون سان تون لائِقُ، آهِين تون مُلڪَ جو مالِڪُ،
حُڪم هَت ۾ ڏِنَئِي خالِق، آهيان دِيدار جو شائِقُ.
عَطا ڪَر رَمزَ مُون رِندِي، قَلندَر گهوٽُ مَروَندِي.

آهيان تو دَر سَندو سُوالِي، تُنهنجِي دَرگاهَ آهي عالِي،
ساري تون مُلڪَ جو والِي، اَچِي ڏي مُون ڪا خُوشحالِي.
عَطا ڪَر رَمزَ مُون رِندِي، قَلندَر گهوٽَ مَروَندِي.

مُون تي اَچِي شير ٿِي شافِي، دُعا تُنهنجِي اَٿم ڪافِي،
مُنهنجِي تَقصِير ڪَر مَعافِي، قَلب ٿِئي صاف مُون صافِي،
عَطا ڪَر رَمزَ مُون رِندِي، قَلندَر گهوٽَ مَروَندِي.

اَتم اِهو بارُ سِرُ بارِي، نَظر تِنئي تيز مُون جارِي،
لِکان تُنهنجِي مَدَح سارِي، هَتِن پَنهنجَن سان هِڪوارِي.
عَطا ڪَر رَمزَ مُون رِندِي، قَلندَر گهوٽَ مَروَندِي.

تون آهِين دَرياءُ رَحمَت جو، واقِفُ آهِين حَق جِي قُدرَت جو،
پَري ڏي جامُ وَحدَت جو، وِجهي قَطرو مُحبَت جو.
عَطا ڪَر رَمزَ مُون رِندِي، قَلندَر گهوٽَ مَروَندِي.

تُون آهِين شاهُ شاهانِي، تُنهنجِي دَرگاهَ سُلطانِي،
مُون سان ڪَر ڪا مَهربانِي، لَنگهِن ڏِينهَڙا بَآسانِي.
عَطا ڪَر رَمزَ مُون رِندِي، قَلندَر گهوٽَ مَروَندِي.

وَرائِجُ وِيرَ مُون وارو، سَدا آهِين تون سوِيارو،
تُنهنجو هَر جاءِ اوتارو، لَڳي تو نِينهن جو نَعرو.
عَطا ڪَر رَمزَ مُون رِندِي، قَلندَر گهوٽَ مَروَندِي.

وَڄي نوبَت تُنهنجِي شاهِي، ڏِيَن تا مَلَڪَ آگاهِي،
مُون سان ڪَر شير هَمراهِي، تِيان حَرمَين ڏي راهِي.
عَطا ڪَر رَمزَ مُون رِندِي، قَلندَر گهوٽَ مَروَندِي.

مشاخيءَ جو چِڏي رايو، فَقِيرِي پوشُ مُون پايو،
آهيان تو دَر پِڄي آيو، سَجايو ڪَرِ سَندَم لايو.
عَطا ڪَر رَمزَ مُون رَندِي، قَلندَر گهوٽَ مَروَندِي.

ڏُوئِي جي دامَ ۾ آهيان، اِهو سِر بارُ ڪِيئَن لاهيان،
نٿو ٻِي واهَ ڪا پانيان، سِوا تُنهنجي ڪيڏي ڪاهِيان.
عَطا ڪَر رَمزَ مُون رِندِي، قَلندَر گهوٽَ مَروَندِي.

حُسينِي مِير ٿِي ظاهر، مُنهنجِي ڪَر ڪا اَچِي واهَر،
اَندَر جو غير ٿِئي ٻاهَر، لدُنِي جو ٿِيان ماهِر.
عَطا ڪَر رَمزَ مُون رِندِي، قَلندَر گهوٽَ مَروَندِي.

تُون لَعلَئون لال جَڏهن آهين، مُنهنجا اَچِي غَمَ سَيئِي لاهين،
مُنهنجي هَر حال تي ڪاهِين، وَڃان ٻِئي دَر نہ ڪنهن دانهين.
عَطا ڪَر رَمزَ مُون رِندِي، قَلندَر گهوٽ مَروندِي.

تُون آهِين "نُورٌ عَليٰ نُورِي"، گُهران توڪان تُو مَغفُورِي،
مَدَح جِي ڏي تون مَنظورِي، مُنهنجِي ڪر آسَ سَڀ پورِي.
عَطا ڪَرِ رَمزَ مُون رِندِي، قَلندَر گهوٽَ مَروَندِي.

سَخِي ڏاتارَ سيوهاڻِي، اَچِي تُون شير ٿي ساٿِي،
ظاهِر باطن تون ٿو ڄاڻِي، تنهنجِي عَرشَن م واڪاڻِي.
عَطا ڪَرِ رَمزَ مُون رِندِي، قَلندَر گهوٽَ مَروندي.

تُنهنجِي حَق پُشتِ ڪئِي بارِي، "يَرِيدُ اللّٰه" م نرواري،
جَنهن جِي آهي صِفَتِ سارِي، آيت مَنجهہ "انَما" وارِي.
عَطا ڪَرِ رَمزَ مُون رِندِي، قَلندَر گهوٽ مروندِي.

تنهنجي درگاهه ۾ هر دم، وسي ٿو نور جيئن شبنم،
مونکي ڪر شير خوش خورم، رهان هن دؤر ۾ بي غم.
عطا ڪر رمز مون رندي، قلندر گهوٽ مرونديِ.

مدح ڪئي مون ختم ساري، هاڻي تون ڪر حُسن واري،
اچي ڏي مون کا دلداري، ٿئي منجهه قلب گلزاري.
عطا ڪر رمز مون رندي، قلندر گهوٽ مرونديِ.

"ولي محمد" کي ڪر پنهنجو، دنيا جو دؤر آهي اهنجو،
سفر ٿئي خير سان سهنجو، نه ٿيان محتاج شل ڪنهن جو.
عطا ڪر رمز مون رندي، قلندر گهوٽ مرونديِ.

(١)

# مرثيہ در بيانِ شهداءِ ڪربلا.

(١)

ٿيو ڪَربَلا جو ماتَم ساري جهان ۾،
جن و بَشر تي لازم هر خاص و عام ۾،
حُورن ڪيا ويس ڪارا جَنت مَڪان ۾،
مَلَڪَن حَشَر مَچايو بُڌِي هِنَ بَيان ۾،
جيڪِي ڪندا هِي ماتَم حَسنين جو مُدام،
تَن جِي صِفَت ۾ آهي صَد آفِرين تَمام.

(٢)

حَقَ ڪَئِي خَراب ظاهِر باطُون ۾ فَرِيق،
جا وَئِي ڇَڏِي اِمامَ جِي بيعَت سَندي طَرِيق،
دولَتَ ڏِسِي يَزِيدَ جِي لَعنَت ۾ ٿيا رَفِيق،
تَن تي خُدا رَسُول نہ ٿِيندو ڪڏهن شَفِيق،
هَئِي هاءِ اُن فَرِيق جو ڪهڙو ڪَجي بَيان،
" قَوَمًا الُدا" قُرآن ۾ آهي سَندَن نِيشان.

(٣)

ساري اُمت کي عام نصيحت ڪئي رسول،
هن منهنجي اهلبيت جي بيعت ڪجئو قبول،
آلِ عبا اسان کان پوءِ ڪن نہ دل ملول،
اهلِ عرب اصل ڪنُون آهي قوم بوالفضول،
” اِلّا المودة في القربيٰ “ تو چوي خدا،
محبت رکو تنين سان هرگز نہ ٿيو جدا.

(۴)

قطران هو ملائڪ ملڪن ۾ نامور،
تنهن ڪئي خبر رسول سان اچي گهر ۾ سر بسر،
ڇيائين اُمت اوهان جي ڪندي ڏاڍو شور و شر،
ٿيندا قتل امام سيئي تن جي بد نظر،
ڏاڍا عذاب ڏيئي ظالم ظلم ڪندا،
اهلِ ستر کي قيد ڪري شام ڏي نيندا.

(۵)

ٿيندو امر هي پورو ڪنهن طور با قضا،
آهي زمين ڪوفي کي نزديڪ ڪربلا،
آئيان تو خاڪ اُن جي نشاني اوهان جي لاءِ،
سا شيشي ۾ وجهي رکو قابو ڪري اُها،
جڏهن ٿيندي خاڪ خون ڦري جنهن ايام ۾،
تڏهن سمجهبو تہ آئي شهادت انجام ۾.

(٦)

تَڏهن ويو مَلڪ ڪٽي آيو سا خاڪ ڪربَلا،
آئي ڏِنائين حضرَت کي چَيئِين اِئين مُها،
دُنيا تي دِين ڏيئِي ڪُوفِي ڪَندا دَغا،
روزِ جَزا ۾ ڏِيندُن اُن جي خُدا سَزا،
لالچ ۾ لوبَ موهيا ڏِس اُمتين جا پارَ،
ڪارڻ طَمَع دُنيا جي ٿِيا امين جا يار.

(٧)

گُذرِيا اَيامَ دؤر جا خواهِش ظُهُور ڪيو،
سو سَڀ ڪَيائِين ظاهِر مَنجِهه لوحَ هو لِکيو،
حضرَت حُسَين سان ٿِيو تَحرَڪ يزِيد جو،
مَلعُون بي حَياءَ کي اتِ شَرمُ ڪونه پيو،
ڪيڏو فَساد ڪيو اُن اِبلِيس بي وَفا،
بي ڏوهه بي قصور ڪُنائِين آلِ مُصطَفيٰ.

(٨)

آيا اِمامَ سَنبري مَنجِهه دَشتِ ڪَربَلا،
راضِي رَهيا رَضا تي صابِر مَجي ضا،
سِر تي سَنائُون سَيڪا داخل ٿيا مَنجِهه بنا،
مَعنيٰ جي مُلڪَ ۾ وَڃي ٿيا مَحو مَنجِهه لقا،
مَعراج مَعنوي ۾ شَهيدَن جي جاءِ ٿِي،
سُفيان جي بُنياد کي هُٿِي هِي گِلا لِکِي.

(۹)

جيڪي ڦِري اِمام کان دُنيا طَلب ٿيا،
سي اُمَتِي نہ ڇُٽبا جي سَپ ڏِٺي ڏِکيا،
دَعويٰ ڇَڏي بِهشت جِي دوزخ طَرف هَليا،
ڏيئي دِين زر وَٺي ڪري هَر دو جهان رُليا،
توڙي ڇون تہ آهيون اسين دِل ۾ باخَبر،
هَرگِز اُنهَن کي ڪِينَ ڪندو معاف حَق ڏمر.

(۱۰)

آهي أسان کي دل ۾ اِها ڳالِهه منجِهہ نظر،
وِيندا اَسان جا قَيد ٿِي سي شامَ ڏي سَتُر،
ٿِيندو اُنهَن جو حال نہ ڄاڻان بہ ڪَنهن قَدر،
پَر سَپ ڪنهين اُمورَ ۾ آهي اَسان صَبُر،
جيڪا بَتِي سا واه اسان سِر تي سَپ سَہِي،
سا سَپ قبول آهي جا عَرشؤن اَچي لَٿِي.

(۱۱)

جَڏهن ڪَربَلا زَمين تي نيزي ٿيو آفتاب،
تَڏهن طَرف هاشمِيُن جِي شَهادت لَڌو خِطاب،
هِڪ ٿِي قِيامُ قائِم ٿيو اَلعَطَش عذاب،
اِبن زِياد ڪُوفي جي لَشڪَر کي ڪيو شِتاب،
اَفسوس تَن جي حال تي جي ٿِي پيا جَهُول،
اِسلام کان ڦِري وَڃِي دُنيا کي ڪَيائُون قبُول.

(١٢)

هِي تيو شَهِيد سَيِنِي شَهِيدَن جو بادشاهہ
سَي اَقَربا قَرِيب سَندَس مارِيا بي گُناهہ
کيا سِر فِدا اِمام اڳِيئُون سُرخُرو سِپاهہ
غازِي لَنگهائي وارا کنهن ويا وڏي نِگاهہ
سي سَي گُذر مَکان مَؤن سُرهو کري ويا دِين،
تَن جو لَقَبُ دُنيا ۾ قائِم تيو بِالْيَقِين.

(١٣)

فِردوس بِيبِي جَنَت خاتُون کَيو حَشَر،
حُورُون سَيئي گڏ تِي اَچِي وينيُون مَنجِهہ پِٽَر،
جِبرائِيل با مَلائِڪ کي پَئي اِها خَبَر،
هَئي هَئي حُسين کيو تي رُنائُون با چَشم تَر،
يا رَبَ هِي کهڙو حادِثو ٿِيو آلِ مُرتَضيٰ،
اولاد تي عَلي جي کَهڙِي پَئي جَفا.

(١٤)

اهلَ الْعُلُوْمْ پَنهنجي کتابَن ۾ تا چَوَن،
لَعنَت يَزِيد تي هو کَنهن پَر نَتا وِجَهن،
اَعمال بِاالخواتمر تي تا نَظَر رَکَن،
ظالِمر جي ظُلم حال تي مُنصِف نہ تا ٿِيَن،
جَن اَهڙا کَم کيا سي تَحقِيق ٿيا خَراب،
فِي النّار فِي السَقر ۾ ڏِيندَن خُدا عذاب.

(١٥)

بَعضِي تا چوَن اَهلِ عِلم آهي چا مَحال،
توبَهه جي وَقت ايندا كِينَ كِي هو مَتي خيال،
جَنهن جي اَندر ۾ ايذا خَلَل تيا نَصِيب حال،
هِن كي كَذهن نہ عَفُو كندو ظلم ذُوالجَلال،
ظَالِم ۽ كاذبَن جي صِفت ۾ نَظَر كَجي،
قُرآن ۾ صَفا ڏِس لَعنَت تو حَقُ وجهي.

(١٦)

جي بُغضُ ۽ حَسَد تا رَكن طرف پَنجتن،
هِي حال كَربَلا جو ڏِسي كِينَ تا مُڙِن،
جيكِي خُدا قُرآنَ ۾ فرمايو تا ڏِسَن،
سو سَڀ بُڌِي كَنَن سان اُن تي عَمَل نہ كَن،
هِك ڏِينهُن آخرَتِ ۾ وِيندا گهڻُون سَڙِي،
" اَم يَحسُدُونَ النّاس" جِي آيَتَ كي اُتِ پَڙهِي.

(١٧)

ويهَندو خدا عَدالت تي جَڏهن ڏِينهن قِيامر،
اِينديُون جَماعتُون سَڀ پَنهنجي پَنِي اِمامر،
جي طَرف تِيا يَزِيد جا، هُوندا يَزِيد سامر،
آيَتَ ۾ " يَومر نَدعو" آهي اِهو اَنجامر،
تِيندِي اُتي ظُهُور بني هاشِمِيَن جِي فوجَ،
تَن جي مُحابي ساڻ كَندِي اُتِ وَڏا كي اوجَ.

(١٨)

جَن کي عَلي جِي حُب آهي قَلب ۾ صَفا،
تَن کي هَميشہ ماتَم آهي عبادَتا،
حامِي حُسَين ٿِيندُن يَومُ القِيامَتا،
آهي اميد سَڀ کنهن مومِن کي دِل اِها،
" لا رَيْبَ فِيْهِ " ياد رَکو بِاليَقين ڪَلام،
" وَاليَضْحَڪو قَلِيلًا يَبْڪُو " ڪَريو مُدام.

(١٩)

جيڪي ڪَري هِي ماتَم روئندا جي دِل اَندَر،
تَنکي خُدا روئڻ جا ڏِيندو وَڏا اَجر،
وَتَندا مُدام جام طَهُورا سَندو اَثَر،
ٿِيندُن لَقا حَقِيقِي فِي اللَّيل شَبِ قَدَر،
دُنيا جي لوبَ موهِيا سي ٿيا خَراب حال،
تُون " كُلُّ مَنْ عَلَيْهَا " فانِي ۾ رَکُ خيال.

(٢٠)

ايڏا نَصيبَ تَن جا داخل جي ٿيا جَنان،
جَن پَنجتَن جي پاسي راضِي ٿِي سَر ڏِنا،
چَوَندا مُدام حَرف اُهي ياد بَر زبان،
هوندِي اُنهَن جي نيڪِي هَن دؤر ۾ اَجان،
هِي دِين جا ڏَٽِي کَنهن دَستور ويا ڇڏي،
مانجِهي هُئا مُسافِر دُنيا مؤن ويا لَڏي.

(۲۱)

جيڪَر هُجي ها هِن دم خَتمُ النَّبي وَلِي،
هِن حال کي ڏِسي ها جي مُرتَضيٰ عَلِي،
اَهڙي يَتيم حالَ ۾ شامِل هُجَن پَلِي،
ڪَن ها وڏا ڪي ماتم هُوندَ ڪَربَلا هَلِي،
تَقدِير اِئين لِکي هُئِي ناهي ڪنهن جو وَسُ،
تَدبِير ڪَي نہ طاقَت جا ڏِئي اَچِي ڪو ڏَسُ.

(۲۲)

ناهي جَنهِين کي دِل ۾ اِهو خوف ۽ خَطر،
وِيندا دُنيا جي دؤر مان سَيئِي ڪَري گُذر،
نيڪَن کي مِلندِي نيڪِي بُڇڙَن جي لاءِ ضَرَر،
جيڪي قِريا اِمامَ کان پَوندِي تَنهِين خَبَر،
مُحشَر ۾ ڪهڙو مُنهن کڻِي وِيندا رَسُول ڏي،
جَن کي نہ نَنگ پيو هُتِ پاسي بَتُول جي.

(۲۳)

جي تا چَوَن يَزيد جي طَرفان رَکِي دَغا،
ماتَم هِي ڪَربَلا جو شَرِيعَت ۾ نا رَوا،
جوڙي لِکن تا پَنهنجي ڪِتابَن فِقَه ۾ سا،
اِنصاف جي ڪجي تہ آهي سَي هِدايَتا،
موجِب حَدِيث هِن جي پيا سَي خيال خام،
جي وقع في الشبهات ۾ پيا وقع في الحرام.

(۲۴)

نيزي سَوار ٿيو جَڏهن سِر سَروَرِ حسين،
اَرض وسَما ۾ وائِي ٿِي واءِ يا حُسين،
سَينِي ٿِي زار و زار رُنو سِر ڏِسِي حُسين،
سِر تي وَسائي خاڪِ ٿِيا رُوبرو حُسين،
ڪِيُن ڏٺ ڪَٽُون سِر جُدا تو وَڃي حال هيڪلي،
ڏَٺ تو نِهاري سِر ڪي يا رَبّ ڪڏهن مِلي.

(۲۵)

جَڏهن سِر وَٺِي مُبارَڪ راهِب اچِي رسيو،
آهي جَهانَ تي سَڀ مَعلوم هِي قِصو،
جَنهن پَنهنجا پُٽَ فِدا ڪري آندائين ساڳِي سو،
سِر ڏَٺ ڪي اَلِفراق مان روئي اچِي گڏيو،
هُئِي آفرِين تَنهن راهِبَ کي جنهن سڃاتو پار،
اَفسوس تَنهن اُمَّت جا جي ٿِيا قِري خوار.

(۲٦)

شَب روز جَن ڪي ماتَم آهي اِمامَ جو،
سي ڏؤر ڪي تا جاٿِن يَومُ اَلقِيامُ جو،
هَرگِز نـ خُوشِي دِل تي ڪَندا صُبح شام جو،
" لا تَفرَح" جي آيَت ڏِسندا ڪَلام جو،
حَقُ تو ڪَري عَدالَت سَينِي جي بابَ ۾،
ڪُوڙن سَچَن جي پَوندِي خَبَر پوءِ حِساب ۾.

(٢٧)

ڏسُ صابِرَن تِي شاڪِر ڪيڏو سَنو سِتَمِ،
ظالِمَ جي اِمتحان ۾ ڪَنهِن پَر نہ ڪيو رَحمِ،
حَق تي نَظر نہ ڪَئِي اُن مَلعُون بي شَرمِ،
پَنهنجي حَسَب نَسَبَ تي هَليو ڪَٿي قَدمِ،
صادِق جي ڏيئِي ويا سِر اُن جي نِشان ۾،
قُرآن ۾ لَقَب ڏِسُ شُهداءَ جي شان ۾.

(٢٨)

هِن مَرثِيہ ڪي حَضرَت حسنَين ڪَيو قبُول،
اُنَ جيٰ مُحابي سانَ پَسند ڪيو خُدا رَسُول،
پَڙهندا جي درد سان نہ ٿِيندا ڪَڏهن مَلول،
حامِي ڪَندا حِمايَت ٿِيندا سَيئي وُصُول،
تَن کي ڪندو حُسَين شَهِيدَن جِي فوجَ ۾،
وَحدَت سَندي دَرياه مُحبَت جِي موجَ ۾.

(٢٩)

دائِم دُرودُ پَڙهہ تُون صَلواتِ ۽ ثَنا،
مَنجهہ حُبّ اَهلبَيت جي دل کي رَکِي صَفا،
صابِر تِي دَمُ گُذارِجَ دُنيا اَٿئِي فَنا،
ڪجُ قَلب پَنهنجو قائِم ذاتِي ذِڪر مَنجها،
فُرقان ۾ خُدا تو تاڪِيد جي ذري،
ڏِسُ " فَذڪُرُونِي اَذڪُرڪُم" تو حُڪُم ڪري.

(٣٠)

هادِي تُون کَر هِدايَت سَڀ ڪنهن اُمُور ۾،
آهيون دُنيا جي حِرصَ ۽ فِسق و فجُور ۾،
تُنهنجو لَقاء نَصِيب ٿِئي ظاهِر ظهور ۾،
واقِفُ تُون کَر اَسان کي ڪَشَفُ القُبُور ۾،
يا رَبّ گُهران تو توکان بَخشش جِي نَظر،
” لا تَقنَطُو“ جِي آيَت آهي اَسان ثَمَر.

(٣١)

آخِر ” ولي محمد“ شافِع شَفا ڪَندو،
ڪيو تُنهنجي حاسِدَن کي حَسنَين شَرمِندو،
هَرگِز نہ رَکُ اَندَر دِل دُنيا سَندو ڏَنڌو،
تُون صَبُر ۾ گُذارِجُ ڪَنهن تي نہ ڪجُ خَندو،
تُنهنجو وَسِيلو آهي شاهِ نَجَف جو شاهہ،
هِن مَرثِيہ جِي بَرڪَت تو پَنجتَن پَناهہ.

(٢)

## مرثيہ در بيانِ شهداءِ ڪربلا

(١)

ڏِسِي آلِ جِي تُون حالَتِ ڪَر داد يا رَسُول،
تِي ڪَربَلا قِيامَت ڪَر داد يا رَسُول،
ڪُوفِيُن ڇَڏِي رِسالَت ڪر داد يا رَسُول،
ظاهر ٿِي پَئي جهالَت ڪَر داد يا رَسُول.

(٢)

جَن ظُلم جي سَبَب ڪري دعويٰ ڇَڏِي وَطن.
هِجرَت قبول ڪيائون ڏِيئِي ديس دُشمنَن،
هاڻي ڏي مَدَد تَن کي سَرور سَندي اَمن،
ٿِئي دَفع هِي هَلاڪت ڪر داد يا رَسُول.

(٣)

ڪُوفِي ڪُتا ڦِري ويا دُنيا تي ڏِيئِي دِين،
وِچِي لَعنَتي يَزيد سان شامِل ٿيا باليَقِين،
موهيا دُنيا جِي لالَچ ٿيا سُرخُرو اُمِيين،
تن تي تون وِجه ڪا شامَت ڪر داد يا رَسُول.

(۴)

هِن ڪَربَلا جي، حال جي بُڌ مِير ماجِرا،
ڪوفِين لِکي گهرايا دِل جي رَکِي دَغا،
لَا خَوف ٿيا سَيئي مَلعُون بي حيا،
اَصلئون هُيَن عَداوت ڪر داد يا رَسُول،

(۵)

آيو اِمام مُسلِم جَڏهن ڪُوفِين جي پيش،
ٿيا ڪِينَ کي پَليد تَنهِين جا نِياز ڪيش،
ڪوٺي ڪُنائون تَنهنکي موجِب رَضا قُريش،
وِسري وِيَن قَيامَت ڪَر داد يا رَسُول،

(٦)

جڏهن هُئي سَندن ڏاڏي علِي جي حُڪومتا،
تڏهن ڪُوفِي شامِي هُئا سَب تابِع مِير جا،
سُفيان جي بُنياد جِي نِيت نہ هُئي صفا،
هاڻي ٿِي پَيَن شِڪايَت ڪر داد يا رَسُول،

(٧)

هو اَصل هاشِمِين سان بَنِي اُمَين جو وير،
رَکندا ها دِل ۾ دائِم حاسِد اِهو ئِي غير،
حَق جي طرف مَدد هُئي شامِل بہ علي شير،
" اِنّا فَتَحنا" آيَت ڪر داد يا رَسُول.

(٨)

سَيئي اِمام زادا مَعصُومَ تو سَندا،
جَن جِي صِفت قرآن ۾ ياسِين هَلَ اَتيٰ،
تَنهين رَهِي رَضا تي راضِي ٿي سِر ڏِنا،
مانجِهي رَسيا شَهادَت ڪر داد يا رَسُول.

(٩)

باهَتَر جَٺا اِمامَ سان هُئا اُمَّتِي سَچا،
سَرها ٿِي سِر ڏيئِي ويا مَحشَر جو ٿِين بَچا،
پَوَندِي تَنهين جي خُون جي سِر ڪُوفِيُن هَچا،
ڪندو حَق سَندِي عَدالَت ڪر داد يا رَسُول.

(١٠)

آل عَبا جو قافلو قِسمَت تو ڪاهِجي،
حَرمَن سَميت شامَ طرف تو سَنباهِجي،
هِي بارُ قيدِيُن تَؤن ڪنهن طور لاهِجي،
شامِيُن جِي ڏِس شَرارَت ڪر داد يا رَسُول.

(١١)

دُنيا جو جِيفتہ آهي اَلقابُ ڪيو خُدا،
طالِب جي تَنهن دُنيا جا سي ڪِينَ ڪندا وَفا،
ٿِيندُن عَذابُ نازِل يَومُ القيامَتا،
وَيا سَي جِڏي رَفاقَت ڪر داد يا رَسُول.

(١٢)

ويرِيُن حُسين جو ڌَڙ جَڏهن تَن ڪئون ڪيو جُدا،
تَڏهن عامُ ٿِي قَيامَت مَنجِه اَرض فِي السَّماء،
ماتامُ مومِنَن تي ٿِيو فَرضُ سُنتا،
جَنهن جو رونَّ عِبادت ڪر داد يا رَسُول.

(۱۳)

اِبن زِياد ڪوفي جي لَشڪر کي ڪيو تيار،
بَنِي هاشِمِيُن جو طرف ڇڏي ٿيا يَزيد پار،
ويو وَقت تَن قَضا تي ٿِيا مُفت سَڀ خُوار،
ٻُڌِي سارِي هِي حِڪايَت ڪر داد يا رَسُول.

(۱۴)

ٿيو نيزي سِر سُوار شَهه ساتِرالعُيُوب،
سو ماهتاب سَيِنِي سِتارَن سان ٿيو غُروبُ،
حَقَ جِي رضا قَضا تي صابِر ٿيو بِاالقُلُوبُ،
جَنهن کا نہ ڪَئِي ڪرامَت ڪر داد يا رَسُول.

(۱۵)

آهي مُعاويہ جي پُٽ کي دُنيا سَندو غُرُور،
هِن هاشمِيُن جي طرف جو هو ڪو نہ ڪو قُصُور،
بي ڏوهه جيڪي مارِيا سي داخل ٿيا حُضُور،
حاصل ٿِيُن هِدايَت ڪر داد يا رَسُول.

(۱٦)

هِن اِمتحان جو جدهن حَق فيصلو ڪَندو،
روزِ جَزا ۾ ٿِيندو ڪوڙَن سَچَن سَندو،
ڪُل ئِي طَرف يَزِيد جو اُتي هوندو شَرمِندو،
حاصل ٿِيُن ضَلالَت ڪر داد يا رَسُول.

(١٧)

تُون تِي وَسِيلو سَرور هِن حال ۾ اَچي،
اولاد تي علي جي آهي مَڇ پيو مَچي،
ڪيڏي ڪري حُسين سان ويا لَعنتي ڪَچي،
حامِي تُون تي حِمايَت ڪر داد يا رَسُول.

(١٨)

عمر اِبنِ سَعد سَگ ڪي مَرجاتِ ڪا نہ پِئي،
وِئي زَر يَزِيد ڪان اُن دُنيا تي گڏ ڪَئي،
بي دِين ڪي چَڱائِي توڙِي چُڪا سَپ چِئي،
مُڙيو ڪِينَ هُو نِهايَت ڪر داد يا رَسُول.

(١٩)

ماتَم هِي ڪَربَلا جو جيڪي نَتا رَکَن،
تِي طرف اَمِين جا بي شَرِيعَتِي چَوَن،
اَفسوس تَن جي حال تي تا شُبهات ۾ پَوَن،
دائِمؤن وِيَن اَمانَت ڪر داد يا رَسُول.

(٢٠)

هاڻي سُڻ سوال مُنهنجو يا ڪَربَلا جا مِير،
ڪر فوجَ ۾ تون داخل نالو سَندَم فَقِير،
هِن دؤر بي بَقا ۾ ثابِت رَهي مُون سِير،
جِيئَري ڪا ڏي بِشارَت ڪر داد يا رَسُول.

(٢١)

آهي " ولي محمد " تو دَر سَندو غُلام،
اولاد سان اُمَن ۾ رَکجُ تَنهن ڪي يا اِمام،
ڏي حُبَّ پَنهنجي تَنهن ڪي يا سَيِّدا مُدام،
يا شافِع شَفاعَت ڪر داد يا رَسُول.

# كافي روپ تلنگ

(١)

آيا صُورَت بَن اِنسانِي، سو تہ مالِکُ مُلک حُسُن دا.

اَلْفَقر فَخرِي وِچ رَهندا، شان سَندس سُلطانِي.
كِتان بَشرِي مَلكِي صُورَت، كِتان صافُ حَقانِي.
عَبّدِيَت كُون ظاهِر كِيتُس، باطن سِر سُبحانِي.
"ولي محمد" هُڻ حال اِهين وِچ، لازم سِر قُربانِي.

(٢)

كَر كو سُهڻان سانگ سَماوَڻ دا، ڏي كو مُحب دِلاسا آوَڻ دا.

تيڏا شوق توڙي ذؤق ٻهون، ٻنان ويكڻ تيڏي خُوش كِيوين رَهُون،
اِنهين حال دي ڳالِهه كَنهن نال كَهُون، نَهِين ڳُجه كَهيندي سُڻاوَڻ دا.

تيڏا رُخ مَهتاب حِجاب دي وِچ، جِيوين گُل نَرگس نِيم خُواب دي وِچ،
هُڻ كول نقاب شِتاب دي وِچ، واعدا ڏي كو نِينهُن نِياوَڻ دا.

تيڏِي لالِي لَبان كِيتا لَعل خِجِل، مَن موه نِيتا تيڏي ڍار كَجَل،
چِن دام دُوئِي دا لاهِ خَلَل، گهتِ فَرق نہ ماڳ مَتاوَڻ دا.

تيڏي هار سِينگار دا مُلھ نہ كو، اَبرو سَيف تيڏي دا تُل نہ كو
تيڏي گُل رُخ جيها گُل نہ كو، جلدي نام نَها كو مِلاوَڻ دا.

تیڈي ناز دي ساز وَچن دَم دَم، جیوین چَنگ اُپنگ مِردنگ دِي ڈَم،
ساڈا حال احوال تئکون مَعلوم، اِهو بار نَهین ساڈي چاوَڻ دا.

"ولي محمد" چا تُون رِندي دا قَدَم، آخِر چَلتان هَئي وِچ مُلک عَدَم،
هُڻ سَمجھ مَعنيٰ وَفِيٓ اَنفُسَکُم، رَک ذاتِي شوق وَڌاوَڻ دا.

(۳)

مَئین تہ ویسان رانجھن دِي جھوک مِیان،
توڑي طَعني ڈیندا سارا لوک میان.

ماهِي بِنان مَئین کِي کَر جالان، جَنهن لائي عِشق دِي موک مِیان.

چاک دي حُسن کِیتِي آن قابُو، چُپ گِئي نِینهن دي نوک میان.

عِشق والِیان تي روز اَلَستُوُن، نَهین رَوا کائِي روک مِیان.

کیڑیان کُون آئِي نال نِیَت دي، لِکئي لوح قَلَم دِي نوک مِیان.

"ولي محمد" حامِي تِیسَم، لَهِسي سِیالِین دِي ٿوک مِیان.

(۴)

ميڏِي عشق ڪيتي مَشهُورِي، جا نال ماهِي اَهِي دل دِي.

مَئين رانجَهن دِي لوح قَلم وِچ، آهِي قَرابَت پُورِي،
جِيوين نال چَمن بُلبُل دِي.

اِها فَتوي مُول نہ قِرسي، جَنهن دِي حَق ڏِتي مَنظورِي،
تَنهن ڪُون ڪا تدبِير نہ چَلدِي.

چوڙ بَاباڻِي شاهِي اَپڻِي، مَئين ويسان جهوڪ ضَرورِي،
جِتان بُوءِ نَجف دي گُل دِي.

مَئين جَنهين دي نالي هُلي هان، تنهن تي وَسدا نُور حُضُورِي،
نَهِين دِل ڪيڙِي ڎَهين وَلدِي.

مَئين گڏ ماهِي ايوين رَهندا، جِيوين بِيڙِي وِچ ڪَتُوري،
نَهِين جاءِ اِتاهين عَقل دِي.

"ولي محمد" جي جاڻِي ويکان، اِها مَعني گِالِه سَمُورِي،
چُل گِهن ڪنجَڪ ڏُلڏُل دِي.

(۵)

جَنهن دي حُسن دا اَنت نہ ڪوئِي، تَنهن ڪُون ڪِيوين چاڪ سَڏان مَئين.

ويڪو رانجَهن تان مَعلُوم ٿِيوي، هِير دا حال سَيوئِي.
پاسِ ڪيڙان دي مُول نہ ويسان، توڙي آکَن مَئڪُون ڏوهِي.
تُسان سيالِين سوئِي آچو، سِر قَبُولِيَم جوئِي.
اَنا اَحْمَد بِلا مِيمي، جَنهن ڪُون سَڏي سَيڪوئِي.
" ولي محمد " اِنهين مَعنيٰ مَخفِي، دِل عُشاقان دِي ريهِي.

(٦)

جَنهن دي حُسْن ڪِيتي آن ديوانِي، تَنهن ڪُون چُل ويڪو مِل سَنهيان.

ڪَيڙا يَيڙا مُول نہ يانوي، ميڏِي موهہ نِيتِي دِل جانِي.
چاڪ مَنجهيندا مُول نہ جاڻو، جَنهن دِي سَيڪا رَمز شَهانِي.
جهوڪ شَهر وِچ رانجَهن رَهندا، جَنهن دِي صُورَت يُوسف ثانِي.
" ولي محمد " هُڻ حال اِنهين وِچ، ڪَر ساهہ سِري قُربانِي.

(٧)

اِها برهہ والَڙي بازِي، تہ ڪو سَمجهي.

نِهين خبر اِها عام نُون معلُوم، حَق ڪيهين ڳالِهين راضِي.
سَچي ڪوڙي ظاهِر ٿِيسَن، آپ ٿِيسي جَڏان قاضِي.
مَرد اهي جيڪي حال اِنهين وِچ، مُول نہ جاڻن ماضِي.
" ولي محمد " اِها مامَ برهہ دِي، ڪي پَرُوڙَن غازِي.

# ڪافي روپ بروو

(۱)

يُوسف آندا مِصر وو، عِشق زُليخان دِي دل دي.

صُورَت شيخ دِي دائِم، کُلِ شَيءِ وِچ قائِم،
عاشق نال هِجر وو، رَمز گُوڙهِي ڏيک رَلدي.

ويک شَمع پَرواني، شوقَئُون جَلَن مَستاني،
بيخُود اَؤندي سَنبَر وو، ويک تَماشا نہ ٹَلدي.

ڄيوين وِصال مَنگيسِي، تِبوين فِراق پَويسِي،
گُم ٿِي ڏيوِين تون سِر وو، پيش پرين لاءِ وَصُل دي.

"ولي مُحمد" يار جانِي، ٿِيسَئِي رَحم رَبّانِي،
صوفي اَؤسي اَسُر وو، جِتّان مَلائِک مِلدي.

(۲)

چوڙ مشاخيءَ باتِ، ڪَر رَمز رِندِي اَثباتِ.

" اِلا اَنا" دا سَمجھ اِشارا، سَير سِرّي دا ويکݨ نظارا،
تِي داخل وِچ عَرفاتِ.

اِهو سِرّ سارا سُبحانِي، رَهندا هَئي وِچ قَلب نِهانِي،
جِيوين لَيل قَدَر دِي راتِ.

وانگُون سِڪندَر آب حَياتِي، نال خِضر دي تِي هَمذاتِي،
پِڇي ويک هِيري ظُلماتِ.

شَمس حُسن دا ظاهِر تِيسِي، صِفَت سارِي گُم تِي ويسِي،
تِيسِي ثابت هِڪا ذاتِ.

"وَلي مُحمد" رَک خيال اوڏاهِين، اَناالَحَق دِي موج جيڏاهِين،
لائِي عِشق بِره بَرساتِ.

(۳)

کِیتا سِر نیزي تي نِظارا، وي یار، صُوفي شاهِي طَبَل وَڄایا.

سُبّحانِيَ مَا اَعۡظَمِ شَانِيّ، اَصل عُشاقان دِي رَمزِ شَهانِي،
مارِ گِئي اِهو نَعرا نَعرا.

حال اِنهِین دا واقِف کوئِي، جَنهن سِر آوي ڄاٽي سوئِي،
ٻُلیا لوک ویچارا ویچارا.

راهه اِنهِین وِچ جیکي اَوسَن، سَهج کَنُون سِر آپي ڏیسَن
سَمجهه سِرّي دا اِشارا اِشارا.

"وَلي محمد" هووِین حال اُنهِین وِچ، رانجَهن کُون وَتِ شوق جَنهِین وِچ
وِسرِیا تَخت هَزارا.

(۴)

اِيهو عِشق دا بار، وي تُون سَمجھ سَمجھ سِر چاوِين.

نال پيران دي پَند نَھين کَرڻا، کيھِي کَران تَدبِير،
بي سِر اِتان پَند کَريسِي، خيال سَيِئي وِسار.

جَڏان اَول آپ تُون مارِين، گهَتِ فَنا تَکبِير،
تَڏان تَئِکُون طالِب جاڻن، هيئِي اِها مُشکل کار.

اِنهِين عشق دِيان سُڻ هُڻ باتِين، کيھِي کَران تَقرِير،
کيئِي رُليندا تَخت شَهاني، کيئِي چَڙهيندا بَردار.

" وَلي محمد" کيھان وَتِ ڳالِهين، قانع تِي تَقدِير،
ٻَڌ سَندرا تَوَکل والا، دَم تي تِي هوشِيار:

(۵)

دُنيا هي كُل خُواب، وي تُون سَمجھ سَمجھ پير چاوِين.

چوڙ سَيئِي سانگ اَجائي، ويسَئِي حال اَحوال،
مُلڪ فَنا وِچ ڪيا ڪُجھ تِيسَئِيں، اَوسَئِي مُفت عِتاب.

هيئِي نَصيحَت اَمر اهوئِي، نال صِدق دي پال،
دَؤر دُنيا دا آخر جاڻِي، جِيوين مِثل حُبابُ.

نال فِراق دي آپُ جَلاوِين، مُول نہ مَنگِين وِصال،
وانگُون زُليخان يُوسف ڳولِين، لاهِ سَيئِي حِجاب.

" وَلي محمد" هِڪو جاڻِي، چوڙ دُوئِي دا خيال،
راهَ اِنهين وِچ مَصلحَت ڪيهي، ڏي چا سِر شِتاب.

(٦)

سَنهيو سانْون عشق جَڳايا، ويکو لاءِ بِرهه ڊِيان نوڪان .

دَرد عُشاقان اَصلَئون چاتا، قدر تَنهن دا تِنهان وَتِ جاتا،
پير پڇو تي ڪنهن نه پاتا، جِيوين پڙ مَنصُور مَلهايا،
جَهل تَيغ تَبَر ڊِيان چوڪان.

عشق جيها بِيا تول نه ڪوئِي، جَنهن سِر آوي جائي سوئِي،
دِل اِنهِين حيرَت وِچ هوئِي، نِي سِر مَحبُوب ڇُپايا،
جِتان اُبتڙ سَمجها لوڪان.

مَرد اُهيئِي جي سِر چاوَن، نال ماهِي دي توڙ نِياوَن،
بازِي اُلٽي اُلٽ چَلاوَن، جِيوين صَيفل آپ رُلايا،
توڙي لوڪ ڪِيتيان نِي ٽوڪان.

"ولي محمد" هُڻ مار نَغارا، عاشق اَصلَئون تَرن اويارا،
ڪُوڙا چوڙ دُنيا دا لارا، آ مُحبَت مِينهن وَسايا،
لايان حُبَ وَطن ڊِيان موڪان.

(٧)

هڻ آيا اَساڏڙي ويڙهي، رانجُهو تَخت هَزاري دا سائين.

مَئين نِماڻي دا وَس نَهين چَلدا، حَق ڪِيتا چا نيڙي.
عِشق دِي دامَن خُوبُ ڳِڌوسي، پار پَئي وَج ٻيڙي.
مَئين رانجَهن دِي رانجَهن ميڏا، گهول گَهتان سَڀ ڪيڙي.
"وَلي مُحمد" هڻ شُڪر اِلاهي، مَعافُ تَئي ڪُل جهيڙي.

(٨)

لوڪان چا چاڪ هُلايا ڙِي، شاهِي جَنهن دا شان شَهانا.

تَخت هَزاري دا والِي اَها، اِنهين ٻَهاني ڙِي آيا.
سَڀ سِيالِين مِل ڪَر ويکو، لوح قَلَم دا رايا.
ڪيڙا مَئڪون مُول نہ آيو، مَئين رانجَهن چُم چايا.
روز اَلَستي ڪاڻ ماهِي دي، مَئڪُون عِشق نِپايا.
"وَلي مُحمد" ڳِهن عِشق دِي دامَن، جَنهن دا شان سَجايا.

(٩)

سَهجَئون اَسان سِر چايا وي چايا، جَنهن دِيان ڪَريندي لوڪ مَياران.

ڪيهِي ڪريسِن لوڪ مَلامَتِ، قِسمَت ايوين بَنايا وي بَنايا.
جَنهن وِچ رانجَهن راضِي ڙِيوي، سوئِي سانگ سَجايا وي سَجايا.
عِشق جِڻاهِين ظاهِر ڙِيندا، اُتان حِجابُ اَجايا وي اَجايا.
" وَلي مُحمد" راهَ اِنهين وِچ، دِل ڏِتا اِهو رايا وي رايا.

